ڪتاب نمبر: 21

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | تون جڳ جاڳائيندين |
| موضوع | : | نفسيات |
| ليکڪ | : | علي شيرازي |
| سنڌيڪار: | : | مير سردار چنڙ |
| ڪمپوزنگ | : | سڦلتا پبلشرز |
| ٽائيٽل ڊزائين | : | عباس ڪوريجو |
| سال /ڇاپو | : | 2022ع پهريون |
| ڇپائيندڙ | : | سڦلتا پبليڪيشن، حيدرآباد |

11 E_ ايس آر ٽي سي ڪالوني, انڊس هوٽل ٽنڊي سڙڪ حيدرآباد
Cell:03333788478
Email: safalta.mag@gmail.com

---

**ڊجيٽل ايڊيشن: سنڌ سلامت ڪتاب گهر**

www.sindhsalamat.com

**قيمت 300**

# Tun Jag Jagaaendain

**(Psychology)**

Ali Sherazi &Translated By
Mir Sardar Channar
Year: 2022
Published by: Saphalta Publication Hyderabad

**ڪتاب ملڻ جا هنڌ،**

ڪنول پبليڪيشن بڪ شاپ، حيدرآباد.
سمبارا ڪتاب گهر، حيدرآباد. پٽائي بڪ اسٽور، حيدرآباد _ ڪويتا ڪتاب گهر، حيدرآباد –
رومي ڪتاب گهر، گدو چونڪ حيدرآباد _دانيال ڪتاب گهر، قاسم آباد. حيدرآباد
نئون نياپو ڪتاب گهر ڪراچي، سچل ڪتاب گهر هنڊا پليس حيدرآباد
_ مرڪ پبليڪيشن هائوس، ڪراچي _ ڪاٺيواڙ بڪ شاپ، اردو بزار ڪراچي
سنڌيڪا بڪ شاپ، لاڙڪاڻو _ رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو. المهراڻ ڪتاب گهر، سانگهڙ _ سليمان
برادرس، نواب شاھ _ مدني بڪ اسٽور، دادو سنڌيڪا ڪتاب گهر سکر_ سارنگ ڪتاب گهر، سکر
ٿر ڪتاب گهر، مٺي_ خالد بجير، عمر ڪوٽ_ سنڌ بڪ اسٽور پڪا چانگ

# ارپنا



پنهنجي ڏاڏي
منظور احمد چنڙ ءِ

والد پيارو خان چنڙ جي نالي...



جن مسلسل ثابت قدمي ءِ
جدوجهد سان
پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪاميابي
ماڻي.

## سنڌسلامت پاران :

سنڌ سلامت ڪتاب گهر پاران فلسفي جي موضوع تي موٽيويشنل اسپيڪر علي شيرازي جي اردو ڪتاب ”سنو تم ستاره هو“ جو سنڌي ترجمو ”تون جڳ جاڳائيندين“ اوهان اڳيان آڻي رهيا آهيون، جنهن جو سنڌيڪار مير سردار چنڙ آهي.
علي شيرازي جو اردو ۾ ڇپجندڙ هي ڪتاب پاڪستان ۽ هندستان ۾ وڏي ڌام ڌوم سان شايع ٿيڻ لڳو. ٿوري ئي وقت (ڏيڊ سال) اندر هن ڪتاب جا 40 ڇاپا اچي ويا ۽ هي ڪتاب جلد ئي ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿيڻ لڳو. مير سردار چنڙ سنڌي شعبي جو نهايت، باصلاحيت ۽ ذهين شاگرد آهي. ننڍي عمر ۾ هن علمي، ادبي ڪم تي هو جس لهڻي ٿو. مير سردار جي هي ڪاوش سماج جي بهتر تعمير، ترقي ۽ واڌاري لاءِ هڪ اهم قدم آهي. هي ڪتاب  نوجوانن کي ضرور پڙهڻ گهرجي. هن ۾ زندگيءَ لاءِ رهنما اصول موجود آهن. جن جي هنن حالتن ۾ سخت ضرورت آهي.
هي ڪتاب سڦلتا پبليڪيشن، حيدرآباد 2022ع ۾ ڇپايو ويو. ٿورائتا آهيون مير سردار چنڙ ۽ سڦلتا پبليڪيشڻ جي هوش پٺيءَ جا جن هي ڪتاب سنڌ سلامت ڪتاب گهر ۾ اپلوڊ ڪرڻ لاءِ موڪليو.

**محمد سليمان وسان**
مينيجنگ ايڊيٽر ( اعزازي)، ڪراچي
سنڌ سلامت ڊاٽ ڪام
sulemanwassan@gmail.com
www.sindhsalamat.com
books.sindhsalamat.com

# وچور

# پبلشر نوٽ

سنڌي ٻوليءَ ۾ ادب ۾ ترجمي جي ڏگهي تاريخ ۾ ڪيترائي مهان ماڻهو پنهنجو وارو وڄائي ويا آهن. جن پنهنجي ٻوليءَ ۾ دنيائي ادب ۽ تاريخ کي پنهنجن ماڻهن سان روشناس ڪرائڻ جا جتن پئي ڪيا آهن.

موجوده وقت ۾ نوجوان گهڻي محنت ڪري رهيا آهن. انگريزي، پنجابي، اردو، پشتو بنگالي ۽ ٻين مختلف ٻولين مان ڪتابن کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ لاهي رهيا آهن. جيڪو هڪ خوش آئنده ڪم آهي ۽ ادب ۽ ٻولي ۾ واڌارو به آهي.

مير سردار چنڙ به انهن نوجوانن مان آهي جيڪو ترجمي جهڙي ڏکئي شعبي سان پنهنجي ادبي ڪيريئر جي شروعات ڪري رهيو آهي. هن اردو ٻوليءَ تان هن ڪتاب جو سليس سنڌي الٿو ڪيو آهي جيڪو گهڻو وڻندڙ ۽ معياري آهي. مير سردار سنڌي شعبي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ هن وقت پڙهي به رهيو آهي ۽ ان سان گڏ هو لکي به رهيو آهي. اهو به بهتر ڪم آهي ته ادب جا شاگرد عملي طور اڳيان اچي رهيا آهن. اميد ڪريون ٿا ته مير سردار چنڙ جو هي ترجمي جو ڪتاب سنڌي پڙهندڙن کي پسند ايندو.

**هوش محمد ڀٽي**
**چيئرمين**
**سقّلتا پبليڪيشن حيدرآباد**

# پـہ اکر

انساني سوچ، سمجهہ فهم ۾ مثبت هاڪاري رخ ۾ مسلسل اڳتي وڌڻ لڳي تہ نہ صرف انفرادي بلڪ ڪيترائي اجتمائي مقصد حاصل ڪري سگهجن ٿا. فطرت جي هن جهان ۾ شعور، ڄاڻ حاصل ڪرڻ بعد ان جو اطلاق لازمي آهي. اهو عمل وارو جيڪڏهن درست رخ ۾ آهي تہ انسان تي فطرت جا پال ٿيندا رهندا. هو نيون ڪائناتون کولي لهندو پر جيڪڏهن علم، ڄاڻ صرف ڊيڪاءَ ۽ رسمي پورائي لاءِ حاصل ڪيو ويو آهي تہ ان جو مثال بيئنل پاڻيءَ مثل آهي.

جنهن مان نقصان جو انديشو ضرور آهي پر فائدو ڪو بہ ناهي. علي شيرازي جو هي ڪتاب ڪريئر ڪائونسلنگ سان واسطو رکي ٿو. شاگرد، توڙي عام پڙهندڙن لاءِ هن جيتري اهميت رکي ٿو. انسان ڪي هي جيڪي پساهن جا پل مليا آهن انهن کي ڪيئن گذارجي نظم ۽ ضبط ڪيئن رکجي چو رکجي وڏاءُ ۽ اهم سوال آهن. سمورا موضوع هڪٻئي سان جڙيل آهن ۽ سيني جو بنياد ڪردار سازي، مقصد جي جستجوءِ اسان جي شخصي تعمير آهي اسان جنهن معاشري ۾ رهون ٿا گهٽ ۾ گهٽ ان ۾ هن قسم جي ڪتاب جي سخت ضرورت آهي ڇاڪاڻ تہ ترقي يافتہ سماجن ۾ هي ڳالهيون عملي طرح اڳ ئي موجود آهن.

زوال پذير، ڇڙوڇڙ، حيران پريشان، غربت، بک، بدحالي، بيروزگاري، سماج کي جنجهوڙي جاڳائڻ، انهن کي طرزِ حيات ڪيئن ترتيب ڏيڻ گهرجي. ڪين اهو بہ ٻڌائڻ لازمي آهي. تعليمي، هنري ادارا بہ موجود آهن ٿورا يا گهڻا وسيلا بہ موجود آهن ان باوجود سماج هر طرف ڪان وڪريل آهي سڌاري ۽ ترقي وارو مقصد حاصل نہ پيو ٿئي. افرادي قوت وڌڻ باوجود هر طرف ڪوٺ ئي ڪوٺ آهي هي ڪتاب وڪريل ۽ مايوس سماج جي مضبوط

تعمير ۽ ترتيب جي لاءِ هڪ ڪوشش آهي انسان قدرت جي اسرارن جو هڪ مجموعو آهي. پاڻ کي ڄاڻڻ، سڃاڻڻ ۽ ان مطابق پاڻ جو استعمال اسان جي سامهون ڪيترن ئي بند دروازن کي کوليندو ويندو. اهو تڏهن جڏهن انسان ان راهه تي هلڻ شروع ڪندو.

مير سردار چنڙ سنڌي شعبي جو نهايت، باصلاحيت ۽ ذهين شاگرد آهي. ننڍي عمر ۾ سندس هي علمي، ادبي ڪم ڪيس ضرور اڳتي وٺي ويندو. جتي هو ٻولي، ادب ۽ سماج لاءِ گهڻو ڪجهه ڪري سگهندو. سندس هي ڪاوش سماج جي بهتر تعمير، ترقي ۽ واڌاري لاءِ هڪ اهم قدم آهي. هي ڪتاب نوجوانن کي ضرور پڙهڻ گهرجي. هن ۾ زندگي لاءِ رهنما اصول موجود آهن. جن جي هنن حالتن ۾ سخت ضرورت آهي.

**ڊاڪٽر نواب ڪاڪا**

**سنڌي شعبو**

**سنڌ يونيورسٽي**

**ڄامشورو**

# پنهنجي پاران

علي شيرازي بنيادي طور تي هڪ موٽيويشنل اسپيڪر (Motivational Speaker) جي حيثيت سان ملڪ پاڪستان سميت پوري دنيا ۾ سڃاڻپ رکي ٿو. سندس مداح پوري دنيا ۾ لکن جي تعداد ۾ آهن. سندس هر هڪ ڳالهه بي سهارن جو سهارو بڻجندي آئي آهي. ڪيترن ئي ناڪام ماڻهن جون زندگيون بدلائي ڪاميابي جي رستي تي آڻڻ واري علي شيرازي جو پهريون ڪتاب "سنو تم ستاري هو" جڏهن مارڪيٽ ۾ آيو ته هن جي مداحن ڪي ڀرپور موٽ ڏني. هر طرف هل مچي ويو سوشل ميڊيا توڙي پرنٽ ميڊيا ۾ هن ڪتاب جا چرچا هئا. پاڪستان ۽ هندستان ۾ هي ڪتاب وڏي ڌام ڌوم سان شايع ٿيڻ لڳو. ٿوري ئي وقت (ڏيڍ سال) اندر هن ڪتاب جا 40 ڇاپا اچي ويا ۽ هي ڪتاب جلد ئي ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿيڻ لڳو. هن ڪتاب جي مقبوليت ڏسي مونکي دل ۾ خيال آيو ته ڇو نه هن ڪتاب کي سنڌي ۾ ترجمو ڪجي. " اهو خيال ڪٺي مان هڪ ٻن دوست سان صلاح مشورو ڪيو. جن منهنجي خيال کي ساراهيو ۽ مونکي حوصلو ڏنو ته مان ڪتاب ترجمو ڪيان. ان سان اهو ڪتاب آساني سان ترجمو ڪري سگهبو. جڏهن ته ان وقت يونيورسٽي جو سيمسٽر ڏئي تازو موڪل تي آيل هيس ۽ واندڪائي هجڻ سبب ڪتاب کي چنبڙي ويس ۽ ڪجهه ئي وقت ۾ هن ڪتاب جو پهريون حصو ترجمو ڪيو.

جيڪو اوهان پڙهي رهيا آهيو. پڙهندڙن کي آگاهه ڪندو هلان ته هي ڪتاب هڪ ئي جلد ۾ آهي پر ان ۾ اندر ٻه حصا آهن جنهن مان پهرئين حصي جو مان ترجمو ڪيو آهي. جڏهن ته ٻيو حصو جلد اوهان اڳيان پيش ڪبو.

لکڻ لاءِ تہ گهڻو ڪجهہ آهي، پر ڇا لکجي! اصل لکڻ وارا تہ اوهان ئي آهيو. ڇاڪاڻ تہ پڙهندڙ ئي هڪ مصنف ۽ مترجم بابت راءِ ڏيئي سگهندا آهن. تنهنڪري مان پنهنجو ترجمو ڪيل ڪتاب اوهان جي حوالي ڪيان ٿو تہ اوهان منهنجي پهرئين قلمي پورهئي کي ڪيتري موٽ ڏيو ٿا.

مان تمام گهڻو ٿورائتو آهيان سائين ڊاڪٽر نواب ڪاڪا جو جنهن ٿوري وقت ۾ مونکي رايو لکي ڏيڻ جو يقين ڏياريو. پياري دوست غفار انڙ ، غلام رسول سوڍر، نادر نوحاڻي. عارف ڳاهو، مظفر چانڊيو، ساجد ميٺو، اظهر امر، انجنئير بشير چنڙ ۽ پياري حبيب متو ۽ ٻين ساٿين جا بہ اڻ ڳڻيا ٿورا جنهن مونکي وقت سر سٺين صلاحن سان نوازيو.

سقلتا ببلڪيشن جي روح روان پياري هوش محمد ڀٽي جا بہ وڏا وڙ جنهن منهنجو هي ڪتاب شايع ڪرڻ جي حامي ڀريندي اوهان تائين پهچايو آهي.

اوهان جي راين جو اوسيئڙو رهندو.

**مير سردار چنڙ**

ماروي گارڊن حيدرآباد

03433684578

sardarchannar725@Gmail.com

# ڪاميابي جو فلسفو

انسان فطرتي ڪامياب ٿيڻ چاهيندو آهي ان ڪاميابي کي حاصل ڪرڻ لاءِ خواب ڏسندو آهي پوءِ ان خوابن کي حقيقت ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات محنت ڪندو آهي. ڪامياب ٿيڻ جو جنون هن کي جيئڻ جو مقصد عطا ڪندي آهي.

آئون ۽ اوهان آس پاس ۾ ڪيترائي معصوم ڏسون ۽ سڃاڻو ٿا جن جي لاءِ ڪاميابي صرف پنهنجو پسنديده رانديڪو حاصل ڪرڻ جو نالو آهي. توهان ڪڏهن ڪنهن ٻار کي اهو چوندي نه ٻڌندو ته ان جي زندگي ۾ ڪو مقصد, ڪو خواب ناهي. ڪڏهن انهن کان پڇيو ويجي ته اهي زندگي ۾ ڇا ٿا بڻجڻ چاهيو ته 99٪ سيڪڙو ٻار ڪامياب انسان بڻجي جي ڳالهه ڪندي, خواهش ظاهر, ڪندي نظر ايندا. ڪنهن جو مقصد ڊاڪٽر ٿيڻ ته ڪنهن انجنيئرنگ جو خواب سجائي رکيو هوندو ڪنهن کي هوائن ۾ اڏڻ پائلٽ بڻجڻ سان چاهه آهي ته ڪو بزنس مين ٿيڻ چاهي ٿو.

ٿورو غور ڪيو! آخر اهڙو ڇا آهي ۽ ڇو آهي جو ننڍپڻ ۾ ته هر ٻار خواب ڏسندو آهي. اميرن جو چشم و چراغ هجي يا جهوپڙين ۾ رهندڙ هڪ عام ٻار هجي پر عملي زندگي ۾ شايد ڪو 10 سيڪڙو ماڻهو پنهنجا خواب ۽ مقصد زندگي ۾ حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ويندا آهن. آخر ناڪامي اسان جو مقدر ڇو بڻجي وئي آهي؟

منهنجي ويجهو ناڪامي جو پڙاڏو انسان جي پنهنجي مقصد حيات جي لاءِ غيرسنجيده سوچ, عدم اعتمادي غير زميوار رويو ۽ حالات کي راضي ڪرڻ ڪيو ويندو ويندو آهي . رڪاوٽون هر ڪامياب انسان ۽ ناڪام انسان ۾ هڪ جيتريون هونديون آهن. جيڪو ان رڪاوٽن جي سامهون پهاڙ

ٻڌجي مقابلو ڪندو آهي تہ ان لاءِ ان ئي رڪاوٽن مان رستو دريافت ٿي ويندو آهي.

۽ جيڪي انهن روڪاوٽن سان ناء ڪن ٿا ان سان زندگي جو مقصد وڃائي ويهن ٿا ويتر خواب ڏسڻ کان بہ لاچار ٻڌجي ٿا وڃن اڪثر ماڻهو پنهنجي حالاتن سامهون مقابلو ناهن ڪري سگهندا پوءِ رڪاوٽون انهن کان ڪامياب زندگي گذارڻ جو جوش جذبو جنون واپس وٺي ڇڏينديون آهي.

ناڪامي جو فلسفو سوچ تي تمام بري طرح سان اثرانداز ٿيندو آهي. ناڪامي اها ناهي تہ اوهان زندگي جي ڪنهن حصي ۾ ناڪام ٿي چڪا آهيو پر حقيقت ۾ ناڪامي اها آهي تہ توهان ان ناڪامي تي راضي ٿي چڪا آهيو ۽ ان کي تقدير جو لکيو سمجهي پاڻ کي مطمئن ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيو پنهنجي خوابن کي دفن ڪري پنهنجو پاڻ سان ان جو ذڪر ڪرڻ ڇڏي ٿا ڏيو اها آهي اصل ناڪامي جنهن هر ٻيو شخص اڄ شڪار آهي.

حالات ۽ رڪاوٽن سامهون پهاڙ ٻڌجي بيهڻ وارن کي انهن جو حوصلو پنهنجي مقصد کي حاصل ڪرڻ جو ازم ۽ ثابت قدمي سان ڪنڌڙ محنت محنت جهڪڻ ۽ رڪجڻ ناهي ڏيندي ڏکئي وقت ۾ خوابن کي پورو ڪرڻ انهن جي ساٿيان ڪرڻ ئي اڳيان وڌڻ جي همت ڏيندي آهي حوصلا ۽ همت وڏي ڪرڻ سان رڪاوٽون پاڻ ئي گهٽجندي پنهنجي موت مري وينديون آهن. الله تعالي قرآن مجيد ۾ فرمايو آهي تہ

”يقينن اسان انسان کي بهترين صورت ۾ پيدا ڪيو آهي“ (سورت التين آيت 04)

اهو خالق ڪائنات جيڪو پنهنجي عظيم ڪتاب قران مجيد ۾ انسان جو بهترين هجڻ جي دعويٰ ڪري رهيو آهي اسان انسان ان دعويٰ کان انڪار ڪري سگهون ٿا؟ جڏهن خالق ڪائنات انسان پيدا ئي بهترين ڪيو آهي ۽

سيني مخلوقات ۾ اوچائي عطا ڪئي آهي تہ اهو ڪيئن ممڪن آهي تہ هو آدم آڏو ايندڙ رڪاوٽن مان رستو نہ ڪڍي؟ ان کي مايوس ڇڏي؟ اسان انسان پنهنجي سڀ سستين جو زميوار مقدر تي ياڙيندي هڪ لمحي لاءِ بہ اهو نٿا سوچيون تہ انهن سڀني ناڪامين جا زميوار اسان خد پاڻ آهيون پوءِ سڄي زندگي ان ناڪامين تي روئندي گذاريندا آهيون.

انسان کي الله تعالي سوچ ڏني عقل ۽ شعور ڏنو ۽ ان لاءِ زمين تي پنهنجي نعمتن کي ڪشادو ڪيو ۽ پوءِ ٻڌايو تہ ان لاءِ دنيا ۽ آخرت ۾ هر شي آهي جنهن لاءِ هو ڪوشش ڪندو. اسان چوندا آهيون تہ ڦلاڻو ڪامياب زندگي گذاري رهيو آهي اها ان کي ايئن ناهي ملي ان سخت محنت ۽ جدوجهد کان پوءِ پنهنجي خوابن جي ساڀيان ڪئي هوندي آهي. ڪامياب ماڻهو پنهنجي اندر ڪامياب ٿيڻ واري جذبي کي ڪڏهن مرڻ ناهي ڏيندو حالات سان ٺاء ناهي ڪندو پاڻ کي تقدير جو لکيو ڄاڻائي مطئمن ناهن ڪندو ان زندگي مسلسل محنت جو سبب هوندي آهي .

خواب ڏسڻ ۽ ڪامياب ٿيڻ لاءِ ضروري ناهي تہ اوهان جا حالات بهتر هجن يا اوهان وٽ تمام گهڻا پيسا هجن يا اوهان تمام گهڻا ذهين هجو پر ڪامياب ٿيڻ لاءِ ضروري آهي تہ توهان حقيقتي معنائن ۾ ڪامياب ٿيڻ چاهيو ٿا توهان وٽ ڪان ڪامياب ڪان سواء ٻيو ڪوبہ رستو مقرر نہ هجي توهان ان تي گهٽ بہ سوچي نہ سگهو جيسيتائين اسان وٽ آپشن (Option) موجود آهن تہ اسان وسيلا بهانا ڪندا رهون ٿا . جيڪڏهن اوهان جي زندگي ۾ ڪامياب ٻڻجڻ ۽ ٿيڻ ڪان سواء ڪوبہ آپشن (option) نہ هجي تہ پوءِ ڏسو اوهان کي ڏکئي ۾ ڏکئي مشڪل حالت بہ روڪي نٿي سگهي.

مان پنهنجي زندگي ۾ گذريل ڏهن سالن ۾ سکيو آهي تہ چاهي توهان ڪير بہ هجو توهان کي زندگي ۾ ڪڏهن بہ پنهنجي مرضي جا حالات ۽ ماحول ملي نٿو سگهي اوهان کي هر حال ۾ محنت ڪرڻي پوي ٿي پاڻ کي ٽڪائڻو پوي ٿو هر مشڪل ۾ مضبوط ٿيڻو پوي ٿو اگر توهان رڪجي ويو

جهڪي ويو يا پاڻ کي حالات جي حوالي ڪيو ته ياد رکو! توهان ڪڏهن به اڳيان نٿا وڌي سگهو.

توهان پوري دنيا مان ڪاميابي جا قصا Success Satires کڻي اچي ڏس ڪنهن کي ڪامياب ٿيڻ لاءِ پسنديده حالات نه مليو نه وري ڪنهن کي ڪاميابي بستري تي سجائي پيش ڪئي وئي پر سڀني کي حالات سان مقابلو ڪرڻو پيو پوءِ اهڙن ماڻهن کي انهن جي محبت ۽ ثابت قدميءَ دنيا ۾ مثالي بڻائي ڇڏيو.

توهان ڪنهن بئين ٽئين کان پڇڻ بدران پاڻ کان سوال ڪيو ته ڇا تون مشڪلاتن جي سامهون ايئن هٿ هٿ تي رکي خوش آهين؟ توکي خواب جي ساڀيان ماڻڻ کي ڪنهن روڪيو آهي؟ آخر ناڪامي سان ناءُ ڇو ڪيو وڃي؟ يقينن اوهان خود ۾ خوابن کي ماڻڻ جي تڙپ ۾ جڳائڻ ۾ ڪامياب ويو ته توهان کي پنهنجو مقصد ماڻڻ کان ڪير به نٿو روڪي سگهي ڪاميابي اوهان کان ڪجهه قدم اڳيان اوهان جي محنت، عظمت، محبت ۽ تڙپ آزمائڻ لاءِ بيٺي آهي. پنهنجي مقصد ڏانهن ثابت قدمي ڪاميابي اوهان جي سر جو تاج بڻائي ڇڏي ٿي.

مان زندگي کان تمام اهم ڪم سکيو آهي ته انسان جڏهن ڪوبه فيصلو ڪري پنهنجو سمورو ڌيان ۽ توانائي ڪنهن شي کي حاصل ڪرڻ لاءِ وقف ڪندو آهي ته ان جي ڪاميابي يقيني هوندي آهي. اڪثر ماڻهو ڪامياب ته ٿيڻ چاهيندا آهن پڪو ارادو به ڪندا آهن پر پنهنجي طاقت ۽ توجهه جنهن کي حاصل ڪرڻ چاهيندا آهن ان ۾ وقف ناهن ڪندا منهنجي نظر ۾ ان سڀ کان وڏو سبب انهن پاڻ تي خود اعتمادي نه هجڻ آهي ناڪامي جو خوف ان کي اڳيان وڌڻ ناهي ڏيندو ننڍڙي رڪاوٽ ان جي سوچ ۽ توجهه جي آڪيري کي ڪيرائي وجهي ٿي ۽ ناڪامي ان جو مقدر بڻجي وڃي ٿو.

## ڪاميابي ڇا آهي؟

هر انسان هن لفظ "ڪاميابي" کي پنهنجي نقطۂ نظر سان ڏسندو آهي ڪنهن لاءِ ڪاميابي جو مطلب خوشحال زندگي گذارڻ آهي ته ڪنهن جي لاءِ پنهنجي خاندان لاءِ تمام آسائشن جو انتظام ڪرڻ آهن ڪجهه ماڻهن جي نظر ۾ ڪاميابي شهرت ماڻڻ جو نالو آهي ڪجهه ماڻهن لاءِ پنهنجي ڪاروبار وڏو ٿيڻ وڌڻ ويجهڻ ڪاميابي آهي اسان مان اڪثر ماڻهن جي لاءِ آزادي جو ٻيو نالو ڪاميابي آهي پريشان زندگي کان آزادي خوف کان آزادي ۽ ناڪامين کان آزادي.

منهنجي نظر ۾ ڪاميابي اها خاطري ۽ خوشي جا اوهان زندگي جو مقصد حاصل ڪرڻ وقت محسوس ڪيو مان سمجهان ٿو پنهنجي زندگي ۾ مطئمن ٿيڻ ئي اصل آزادي آهي.

▪

# ڪاميابي جو خواب

ڪاميابي جو پهريون ڏاڪو خواب آهي انسان خواب ڏسڻ شروع ڪري ڪاميابي جا خواب ڪامياب زندگي جا خواب اهي خواب ئي تہ آهن جيڪي اوهان کي زندگي ۾ مقصد ڏيندا.

ڪاميابي تائين پهچڻ ۾ اوهان کي همت ۽ حوصلا بہ هي خواب ڏيندا اوهان ڪليل اکين سان پنهنجي منزل کي ڏسي سگهندو. ڪاميابي جي لاءِ هر ڊڪ ڊوڙ توهان لاءِ آسان ٿي ويندي ۽ هر مشڪل جي اڳيان معمولي لڳندي.

منهنجو مطالعو آهي تہ دنيا ۾ جيترا بہ ماڻهو ڪامياب ٿيا آهن ڪامياب زندگي گذاري رهيا آهن انهن ۾ هڪ بہ اهڙو ناهي جنهن کي ڪاميابي اتفاقن By Chance ملي وئي هجي ڪڏهن ڪنهن کي بنا خواب ڏٺي بنا محبت ڪندي ڪاميابيءَ مٿي تي تاج ناهي پارايو. توهان دنيا جي ڪنهن بہ ڪامياب شخص جي زندگي کي پڙهي وٺو ان جو انٽرويو ڏسي وٺو ان جي سموري زندگي محنت ۽ جدوجهد سان ڀريل ملندي. توهان ڏسندو تہ هر ڪامياب انسان زندگي ۾ ڪڏهن نہ ڪڏهن ڪوئي خواب ڏٺو هوندو ۽ پوءِ ان خواب جي ساڀيان ماڻڻ لاءِ هن جيترا جتن ڪيا، محنت ڪئي، مشڪلات مان سکيو رڪاوٽن جو سامهون ٿيو پوءِ وڃي ڪٿي سالن جي محنت بعد ان پنهنجي خوابن جي ساڀيان حاصل ڪري ڏيکاري ۽ اهي ماڻهن لاءِ مثال بڻجي ويا.

هڪ ڳالهہ ذهن ۾ ويهاري ڇڏيو تہ ڪامياب شارٽ ڪٽ ناهي. هي هميشہ پراسس مان گذرندي محنت ۽ جدجهد جي چڪي ۾ پيسجي ملندي آهي.

هتي هڪ ڳالهہ قابل ذڪر ۽ اهم آهي تہ اڪثر ماڻهو ڪامياب کي افراداني سان مسلڪ ڪري ڇڏيندا آهن جيڪا منهنجي خيال ۾ انتهائي غلط سوچ آهي. دولت وقتي طور تي شايد اوهان کي اوهان جي سڀ کان وڏي ڪاميابي لڳي سگهي ٿي. پر ٿورو سوچيو ! دولت تہ ڪنهن کي بہ گهر ويٺي بنا خواب ڏٺي محنت ڪيئي ،پرائز باند کلئي يا لاٽري انعام ذريعي بہ ملي سگهي ٿي. توهان ۽

مان ان ڪان ڳالهہ ڪان چڱي ريت واقف آهيون تہ ايئن دولت ملڻ سان ڪاميابي تصور ناهي ڪري سگهبي ۽ ڪو بہ عقل فهم رکڻ وارو انسان اهڙي دولت مند شخص کي ڪامياب انسان نہ چوندو توهان آس پاس نظر ڦيرايو ڪوڙا وهان کي دولتمند انسان ملندا انهن مان ڪي چار پنج ماڻهو مس هوندا جي واقعي ڪامياب هوندا.

دولتمند ۽ ڪامياب هجڻ جي فرق کي توهان پنهنجي جي معاشري جي هڪ بيمثال زنده ڪردار لازوال شخصيت جي زندگي مان ئي سمجهو وٺو تہ "جناب عبدالستار ايڌهي" جنهن کي اسان جي قوم پنهنجو آئيڊيل سمجهندي آهي ٿورو غور ڪيو اهو ڪيترو دولتمند هو؟ ڪيترن خزانن جو مالڪ هو؟ ان جي بينڪ بيلنس ڪيترو هو؟ ان جو شمار ڪهڙين امير شخصيتن ۾ ٿيندو هو؟ اسان چڱي طرح ان ڳالهہ کان واقف آهيون تہ اسان جو آئيڊيل اسان جيان هڪ عام انسان هو جنهن ۾ انسان جي لاءِ ان جي چڱائي ۽ ڀلائي لاءِ تڙپ هئي اهو پنهنجي معاشري جي بکين اگهاڙن ۽ غريب ماڻهن کي پناهگاهہ ڏيڻ چاهيندو هو انهن جي لاءِ عزت جي روزي جو خواب ڏسندو هو ان جي انهن ئي خوابن کيس اعلي درجي تائين ڪاميابي ڏني.

مان اڪثر سيمينار ڪريئر ڪائونسلنگ سيشنن ۽ سوشل ميڊيا تي ماڻهن کي ڳالهہ ڪندي ڏسندو آهيان تہ خدارا! پنهنجي ٻارن کي سرڪاري نوڪرين جا خواب وڏا آفيسر ٿيڻ جا خواب ڏيکارڻ کان بهتر آ تہ انهن کي ڪاميابي جا خواب ڏيکاريو مونکي منهنجي ماءُ ننڍپڻ ۾ ئي اهو نہ چيو تہ پٽ ! تون بينڪ ۾ وڏو آفيسر ٿيندي يا تون ڪاروباري ٿيندي. هوءِ چوندي هئي "پٽ تون وڏو انسان ٿيندي . پٽ ! تون ستارو آهين تون روشني ٿيندي. اهي خواب مونکي منهنجي ماءُ ننڍپڻ ۾ ئي ڏيکاريا مان انهن خوابن کي ڏسندي وڏو ٿيس ۽ پنهنجي زندگي جو مقصد ۽ وري ان مقصد کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ ڪڏهن ڪرندو ڪڏهن وڌندو ويس.

منهنجي داعوي' آهي تہ ڪوبہ بغير خواب ڏني ڪامياب نہ ٿو ٿي سگهي اهي خواب انسان جي زندگي ۾ مقصد ۽ همت ڏين ٿا. خوابن جي غيرموجودگي

۾ انسان ڪيئن پهريون ۽ بنيادي ڏاڪو چڙهي سگهي ٿو؟ ڪاميابي جي لاءِ خواب لازمي ڏسڻو پوي ٿو ڪليل اکين ۽ جاڳيل دل سان وڏن وڏن خوابن جا تاج محل ٺاهڻا پون ٿا خواب اسان ۾ ڪاميابي جي اهو جذبو پيدا ڪن ٿا جنهن ڪي پوءِ حاصل ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪو رستو ناهي هوندو جيڪڏهن توهان خواب ڏسڻ ۽ ڪاميابي جو جذبو پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب وڃي ٿو تہ يقين ڪيو اوهان کي ڪامياب ٿيڻ کان زندگي جي وڏي وڏي مشڪل بہ روڪي نہ ٿي سگهي.

مان هڪ عوامي شخصيت Public Figure جي حيثيت سان ماڻهن ۾ اٿندو .ويهندو. گهمندو ،ملندو رهندو آهيان. مان اهڙن ڪيترن ئي ماڻهن سان مليو آهيان جن وٽ دولت نالي تہ ڪا شي ناهي هوندي پر انهن جا خواب تمام وڏا آهن خوابن ۾ ايترو جذبو ۽ چڪ آهي جو اهي انهن کي هر مشڪل ۾ اڳيان وڌڻ جو حوصلو ڏئي رهيا آهن اهي ماڻهو محنت ۽ محبت ڪري رهيا آهن ۽ اهو وقت پري ناهي جڏهن اسان انهن ستارن کي شان شوڪت سان چمڪندي ڏسنداسين.

مان سمجهان ٿو غريب اهو ناهي جنهن وٽ دولت جي گهٽتائي آهي يا جنهن وٽ زندگي گذارڻ لاءِ بنيادي ضروتون پوريون ناهن پر غريب اهو آهي جنهن جي اکين ۾ خواب ناهن. جيڪو انسان خواب ئي نٿو ڏسي سگهي ان کان وڌيڪ ٻيلا ڪو ٻيو غريب ممڪن آهي؟

مونکي افسوس آهي تہ اسان جا نوجوان جيڪي اسان جي ملڪ جا مستقبل آهن جن کي هن ملڪ ۽ قوم جي واڳ سنڀالڻي آهي اهي اڄ پنهنجو مقصد وڃائي ويٺا آهن. اسان وٽ اڄڪلهہ جي نوجوانن جي زندگي ۾ ڪوئي مقصد ڪا منزل ناهي منهنجي دل رت جا ڳوڙها روئي ٿي اهو ڏسندي تہ اسان جا اڪثر تعليمي ادارا تعليم جي نالي تي ڪاروبار ڪري رهيا آهن ۽ تعليم جي نالي ئي محض ڊگريون ورهايون وڃن ٿيون ۽ اسان جو نواجون طبقو انهن ڊگرين جي پويان انڌي گهوڙي جيان دوڙندو نظر اچي ٿو اڄ اسان جي معاشري ۾ نظر ڦيرائڻ سان اوهان کي ڊگري يافتہ نوجوانن جو هڪ اڻ کٽندڙ سمنڊ نظر ايندو جن ۾ اڪثريت شعور ۽ تهذيت يافتہ هجڻ کان بہ لاچار آهن اسان جي قوم کي

تهذيب يافته ماڻهن جي ضروت آهي اهڙن باشعورن ماڻهن جي ضروت آهي جيڪي هڪ قوم کي بلندين تائين پهچائن نه ڪي ڊگري يافته ماڻهو جن جي زندگي جو مقصد سرڪاري نوڪري کان سواء ڪجهه نه هجي منهنجو چوڻ آهي ته اسان جنهن بيوقوفيت جو شڪار آهيون ان مان نڪرڻ لاءِ ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته اسان کي تعليمي نظام کي بهتر ڪرڻ آهي تمام تعليمي ادارن ۾ بحيثيت ڪاميابي هڪ سبجيڪٽ طور پڙهائي وڃي هي پراڻو اندران ٽٽل نظام جنهن طرح معاشري ۾ قوم ۾ سوچ پيدا ڪري رهيو آهي ان جي مستقبل ۾ ڪاميابي ۽ ڪامراني ته پري جي ڳالهه وڏيڪ اسان کي بک ۽ بيروزگاري کي منهن ڏيڻو پوندو. اسان اڄ به اهڙا کوڙ سارا عظيم استاد موجود آهن جن جي زندگي ۾ تجربا پنهنجي اندر ۾ هڪ ڪامل درسگاه آهي اهڙا استاد ٻارن ۾ خواب ڏسڻ سيکاريندا آهن خوابن جي لاءِ وڙهڻ سيکاريندا آهن عملي طور اسان انهن استادن کي اهو مقام ڏيون ۽ انهن کي تعليمي ادارن ۾ پنهنجي صلاحيتن جي اظهار جو موقعو ڏيون ته اهو ڏينهن پري ناهي جڏهن تعليمي ادارن مان اهي ماڻهو نڪرندا جيڪي ملڪ جو نالو روشن ڪندا .

منهنجي زندگي منهنجي سامهون هڪ بليڪ وائيٽ Black White فلم جهڙي آهي جنهن جو هر ڏينهن مونکي ڪنهن قيمتي اثاثي يا پڪي سبق جيان ياد آهن مونکي اڄ به ياد آهن آگسٽ 1998ع جو اهو ڏينهن جڏهن انهاري جون موڪلون گذارڻ کان پوءِ پهرئين ڏينهن اسڪول ويو هئس اسان کي ان ڏينهن پنهنجي استاد جناب سعيد احمد جي نصيحت "حفيظ جالنڌري" جو نظم ان زباني ٻڌايو هو.

مجھے ایک ننھا بچہ نہ سمجھو
مجھے اس قدر بھولا بھالا نہ سمجھو
مجھے کھیلنے کا ہی شیدا نہ سمجھو
سمجھتے ہو ایسا تو ایسا نہ سمجھو

میں طاقت میں رستم سے بہتر بنوں گا
بہادر بنوں گا دلاور بنوں گا
میں پڑھ لکھ کے اوروں کا رہبر بنوں گا
ارسطو بنوں گا سکندر بنوں گا

سبق نیکیوں کے مجھے یاد ہونگے
بہت سے ہنر مجھ سے ایجاد ہونگے
بہت مجھ سے خوش میرے استاد ہونگے
عزیز اور ماں باپ سب شاد ہونگے

سچائی سے ہرگز نہ شرماؤں گا میں
بھلائی ہر اک سے کئے جاؤں گا میں
مصیبت میں ہرگز نہ گھبراؤں گا میں
برائی کی راہوں سے کتراؤں گا میں

نہ میں دل دکھانے کی باتیں کروں گا
نہ ہر گزر لانے کی باتیں کروں گا
میں بلکہ ہنسانے کی باتیں کروں گا
دلوں کو ملانے کی باتیں کروں گا

گرمين جي موڪلن ۾ اسان هي نظم ڀرپور ياد ڪيو هو ۽ اڄ اهو ڏينهن اچي ويو هو جڏهن سڀ استاد ڪي هي نظم ٻڌائي داد وصول ڪرڻ چاهن پيا مان به ڏاڍو خوش هئي منهنجي خوشي تہ ٻيٽي هئي هڪ تہ مان هي نظم پورو ياد ڪيو هو ٻي خوشي تہ ان ڏينهن مونکي ابو اسڪول ڇڏڻ آيو هو ۽ ويندي مونکي ٻن روپين

جو نيرو نوٽ ڏئي ويو مان نظم دل ۾ پڙهندي ڏاڍو خوش هئس تہ اڄ رسيس ۾ پنهنجي پسند جي شي کائيندس.

استاد جي مان پنهنجي سوچن مان نڪري سيني شاگردن سان گڏ استاد جي احترام ۾ اٿي بيٺس .

سعيد صاحب اسان سيني کي ويهڻ جو اشارو ڪندي خيريت معلوم ڪئي ۽ پوءِ واري واري سان سيني جا نظم ٻڌڻ لڳو اسان پنهنجي بينچ تي خوشي خوشي سان نظم ٻڌڻ ۾ مصروف هئاسين تہ اچانڪ منهنجي نالو ڪٽي مونکي استاد نظم ٻڌائڻ لاءِ گهرايو ۽ مان سيني شاگردن اڳيان بيهندي

"مجھے ایک ننھا بچہ نہ سمجھو
مجھے اس قدر بھولا بھالا نہ سمجھو"

ٻڌائڻ لڳس نظم ٻڌائن کان پوءِ مان پنهنجي بينچ ڏانهن وڃڻ لڳس تہ استاد مونکي سڏ ڪندي روڪيو ۽ آهستي پيار ۾ چماٽ هڻي چيائين شاباس علي! تو بغير هٻڪندي هڪ ئي ساهي ۾ شاندار نظم ٻڌايو. شاباس پٽ توهن نظم کي چڱي طرح سان ياد ڪيو آهي توں پوري ڪلاس ۾ پهريون نمبر آيو آهين. اگر تو ايئن خواعتمادي سان هن نظم تي عمل ڪرڻ شروع ڪيو تہ هڪ ڏينهن ضرور ايندو جڏهن توں پوري پاڪستان ۾ پهريون نمبر ايندي .

اهو ڏينهن منهنجي زندگي جي يادگار ڏينهن مان هڪ آهي جڏهن استاد سعيد مونکي خواب ڏيکاريو هو ان مونکي زندگي جو هڪ عزم ۽ مقصد ڏنو .

مان سمجهان ٿو جنهن پنهنجي لاءِ خواب ڏسڻ شروع ڪيا خوابن ۾ ان جذبو اپاريو جنهن ان خوابن کي ساپيان ڪرڻ لاءِ جدوجهد شروع ڪئي تہ ان کي ڪامياب ٿيڻ کان ڪير روڪي نہ ٿو سگهي.

■

# ڪاميابي جو يقين

يقين ڇا آهي؟ منهنجي خيال ۾ هي لفظ "يقين" الله جي ذات تي ڀروسو ڪرڻ جو نالو آهي جيڪڏهن انسان قدرت جي انهن بيشمار نظارن تي غور ڪندو ته کيس ڪا به شي بي مقصد ۽ بي معني نه ملندي قدر انسان کي اهو احساس ڏياريندي آهي ته الله تعالي هر شي جي ڪا خاص زميواري مقرر ڪئي آهي الله جي شان جا اهي منظر انسان کي الله جو سڃاڻپ ڪرائيندا آهن پوءِ اها ئي سڃاڻپ يقين ۾ بدلجندي آهي.

جيڪڏهن اوهان غور ڪندا ته اوهان کي خبر پوندي ته هن دنيا جو نظام آهي ته هتي انعام ذهين کي نه بلڪ يقين کي ملندا آهن يقين واحد خدا تي, ان جي ذات ۽ صفت تي ان جي پيدا ڪيل مخلوق تي پاڻ کي پنهنجي اشرف المخلوقات هجڻ تي جيڪڏهن اوهان کي ان تي ڪامل يقين اچي وڃي ته توهان الله جي مدد سان هر ڪم ڪري سگهو ٿا ۽ هر مقصد ۾ ڪاميابي ماڻي سگهون ٿا ڪاميابي جي لاءِ وڏا خواب ڏسڻ کان پوءِ سڀ کان پهريان پاڻ تي ۽ پنهنجي ڪاميابي تي يقين ڪامل هجڻ انتهائي ضروري آهي پنهنجي منزل تائين پهچڻ لاءِ ضروري آهي توهان کي پنهنجي صلاحيتن پنهنجي محنت ۽ پنهنجي ڪاميابي تي يقين هجي.

انسان جو پاڻ کي يقين تڏهن مضبوط ٿيندو آهي جڏهن هو پاڻ کي سڃاڻي وٺندو آهي توهان تاريخ جا ورق کولي پڙهو دنيا ۾ ڪاميابي انهن ماڻهن حاصل ڪئي جن پنهنجو پاڻ کي پنهنجن صلاحيتن کي ڄاڻي ورتو پوءِ انهن تي يقين ڪيو يقين به اهڙو جو ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ هر ايندڙ مشڪلات سان مقابلو ڪيائين.

اسان جو عظيم شاعر قومي شاعر علامه اقبال پنهنجي ڪتاب ۾ هر هر  پاڻ کي پاڻ سڃاڻڻ جي سڃاڻڻ جي ڳاله ڪري ٿو هن مسلمان ٻارن کي پاڻ سڃاڻڻ جي نصيحت ڪئي ۽ هي ان جو نتيجو هو ته اسان اڄ پنهنجي وطن پاڪستان ۾ آرام سان سڪون جي زندگي گذاري رهيا آهيون. شيڪسپيئر  چوي ٿو ته

"توهان پنهنجي دنيا سڃاڻيو know own your world "بابا بلهي شاهه فرمائي ٿو تہ " پنهنجي اندر ۾ جهاتي پاءِ" ۽ اهڙا ڪيترا ئي مثال دنيا جي تاريخ جو حصو آهن.

ڪامياب حاصل ڪرڻ ڪان پاڻ کي حاصل ڪرڻ پاڻ کي سڃاڻڻ انتهائي ضروري آهي مان اڪثر پنهنجي دوستن ۽ سيشنز ۾ ذڪر ڪندو رهندو آهيان تہ جڏهن بہ اوهان دعا لاءِ هٿ کڻو تہ خدا هي التجا ڪيو تہ

يار رب! مان تنهنجو ٻانهو آهيان مان ڏاڍو ڪمزور آهيان مونکي مون ۾ اميدون جاڳاءِ

اي پالڻهار! مونکي منهنجو پاڻ کول مونتي منهنجا راز کولي ڏي.

منهنجو ذاتي خيال آهي تہ ان دعا ۾ ايترو تہ اثر آهي ايتري تڙپ آهي جو خدا اوهان کي نوازي ڇڏيندو پوءِ توهان کي توهان جو واضع لڳندو ان دعا جو اهو ثمر ملندو جو پنهنجو پاڻ سان پاڻ کي ويهندي ڏسندو. توهان کي توهان جي ذات جون ٻئي بلنديون ڏسڻ ۾ ايندیون توهان اهو ڄاڻي سگهندا تہ توهان ڪيترا بهترين آهيو. توهان ۾ خدا ڪهڙيون ڪهڙيون خاصيتون رکيون آهن ۽ اهو بہ تہ توهان ڪيترا ڪمزور آهيو توهان جي لاعلمي اوهان لاءِ ڪيتري وڏي نقصانڪار هئي.

جڏهن انسان پاڻ کي سڃاڻڻ لڳندو آهي تہ ان تي ان جو زندگي جو مقصد چٽو نظر ايندو آهي اهو پاڻ سڃاڻ جي سفر کان خد کان خدا طرف وڌڻ شروع ڪندو آهي خودشناسي ئي اصل ۾ انسان جي ڪاميابين کي نروار ڪرائيندي آهي ۽ ان جي دل ۾ ڪاميابي جي يقين کي پختگي بخشيندي آهي.

انسان ڪليل اکين سان پنهنجي منزل کي پنهنجي اکين سان ڏسڻ جي لائق هوندو آهي ياد رکو جڏهن توهان کي توهان جي منزل شفاف آرسي وانگر اوهان جي سامهون نظر اچڻ لڳي دل ۾ ڪامل يقين پيدا ٿي وڃي تہ پوءِ توهان کي رستي جي هر مشڪل هر رڪاوٽ ننڍڙي محسوس ٿيڻ لڳندي اوهان يقين جا هٿ پڪڙي اڳيان هلندا ويندو.

مان زندگي ۾ جڏهن به ڪنهن ڪامياب شخص کي پڙهيو يا ان سان مليس ته انهن سيني ۾ ڪجهه شين جو ڳانڍاپو ڏٺم جن ۾ منهنجي نظر ۾ هڪ وڏي اهم خوبي "يقين" آهي.

هر انسان ڪامياب زندگي گذارڻ جو خواهش مند هوندو آهي پر ان ڳالهه کان بي خبر هوندو آهي ته ڪاميابي جي لاءِ جيڪا شي سڀ کان اهم آهي سان يقين آهي. جيڪڏهن اوهان کي پاڻ تي يقين آهي ته اوهان پنهنجو ڌيان پنهنجي مقصد ڏانهن مائل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو پوءِ ان تي ماڻهن جون ڳالهيون ناڪامي جو خوف اوهان تي ڪو به اثر نه ڪري سگهندو اوهان بي مقصد ۽ بي مطلب ڳالهين تي ڌيان ڏيڻ ڇڏي ڏيندو توهان جي سامهون توهان جي زندگي جو مقصد اجرو آرسي جيان هوندو. ۽ ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ اوهان محنت کان نه گهبرائيندو. پاڻ تي يقين جي گهٽتائي نه صرف اوهان کي رستي جي ڏکيائين کان ڊيڄاريندي پر توهان جا حوصلا شڪني ڪندي اوهان کي ناڪامي جي وڏي کڏ ۾ ڪيرائي ڇڏيندي.

مان اڄ تائين جيترن به ڪامياب شخصيتن کي پڙهيو انهن کي زندگي ۾ بيشمار مسئلن کي منهن ڏيڻو پيو اهي بار بار ٿاٻڙيا ماڻهن جو ڳالهين ٻڌن ناڪام (Fail) ٿيا پر همت نه هارين. ڪوشش نه مان هٿ نه ڪيين . ڇو؟

ڇو ته انهن کي پاڻ تي يقين هو انهن کي يقين هو ته هو ڪامياب ٿيندا انهن کي اعتبار هو پاڻ تي اهي ڄاڻن پيا ته تڪليفون مستقل ناهن هونديون ۽ رڪاوٽن جو مقصد آزمائش آهي جيڪو ان آزمائش ۾ ثابت قدم رهيو ان جيئڻ جو ڍنگ سکيو ۽ ڪاميابي ان جي مقدر ۾ لکجي وئي.

منهنجي خيال ۾ جيڪي ماڻهو ڪاميابي تائين پهچڻ ۽ ڪامياب ٿيڻ جو يقين رکن ٿا محبت ۽ ۾محبت ڪن ٿا مستقل مزاج رهن ٿا انهن کي ان عزم هميشه ڪاميابي جي منزل عطا ڪئي جن تي چڙهندي اهي ماڻهو اسان ۽ اوهان جهڙن هزارين ماڻهن جي لاءِ مثال ۽ همت جو ذريعو بڻجي ويا اهو تختو يقين ئي آهي جيڪو انسان کي زمين کان چند تائين پهچائي ٿو.

مان ذاتي تجربي مان معلوم ڪيو آهي تہ اهي ماڻهو جيڪي پنهنجي ناڪامي کي مقدر جو لکيو لکي روئندا آهن اهي پنهنجي عملي زندگي جي هر شي کان بيزار نظر ايندا آهن مان اهڙن ئي ڪجهہ ماڻهن تي تجربو ڪيو انهن کي ڪامياب زندگي جا خواب ڏيکاريا پوءِ انهن کي انهن خوابن کي پورو ڪرڻ لاءِ همت ڏني . ڪجهہ اهڙا ماڻهو جيڪي خواب ڏسڻ چاهن پيا جن جي اکين ڪاميابي هجڻ جي روشني هئي انهن کي يقين ۾ مستقل مزاجي سان گڏ اڳيان وڌڻ جو حوصلو ڏنو ۽ مان حيران آهيان اهو ڏسي ڪري تہ اڄ اهي ماڻهو ڪاميابي سان زندگي گذاري رهيا آهن.

ان جي برعڪس اهي ماڻهو جن کي خواب ڏيکارڻ جي تہ مان وڏي ڪوشش ڪئي پر اهي حالات کي زميوار سمجهندي پنهنجي زندگي ۾ مطئمن هجڻ جي ڪوشش ۾ ڪرڻ آسان سمجهندا رهيا محنت عزم ۽اميد ڪرڻ ان کي ڏکيو لڳي رهيو هو اهي ماڻهو اڄ بہ غير اعتمادي سان گڏ ماڻهن جي ڳالهين جي خوف ۾ زندگي گذاري رهيا آهن

توهان ڪامياب ٿي سگهو ٿا ان ڳالهہ تي جيڪڏهن اوهان کي پختو يقين ناهي تہ اوهان حقيقي معنائن ۾ ڪامياب نٿا ٿي سگهون مان سمجهان ٿو تہ ڪاميابي جي طرف توهان جو پهريون قدم پاڻ تي پختو يقين هجڻ آهي تہ توهان جي توهان ڪامياب ٿي سگهو ٿا.

غيريقيني اوهان جي ۽ ڪاميابي جي وچ ۾ اها روڪيندڙ ديوار آهي جنهن کي پار ڪرڻ بدران توهان پنهنجي مقصد ۽ پنهنجي خوابن کي حاصل نٿا ڪري سگهو زندگي ۾ ڪوڙ مسسئلا ۽ رڪاوٽون اوهان کي روڪڻ لاءِ نہ پر اوهان جو حوصلو مضبوط ڪرڻ اوهان جي عزم کي پرکڻ جي لاءِ ايندا آهن تہ خبر پوي ثابت قدم آهيو يا نہ ! اهي رڪاوٽون اهي مشڪلاتون توهان کي توهان جي اصليت سان ملائينديون آهن جتي اوهان پنهنجو پاڻ سان نبيرو ڪرڻ جي قابل بڻجي ويندا آهيو هر مشڪل اوهان کي پهريان بهتري بڻائيندي آهي ۽ ايئن اوهان ڪامياب انسان جي خوبين لاءِ پاڻ بہ ڪامياب ٿي ويندا آهيو.

توهان جو پاڻ تي يقين توهان کان پهاڙ کوٽائي سگهي ٿو توهان کي زمين کان آسمان تائين پهچائي سگهي ٿي توهان کي ان مقام تائين پهچائي سگهي ٿو جتي اوهان پاڻ تي فخر ڪيو اوهان ستارن تائين پهچي سگهو ٿا هڪ دفعو خواب تہ ڏسو محنت تہ ڪيو عزم تہ ڪيو.

جيڪڏهن اوهان اهو سوچي هٿ هٿ تي رکي ويهي رهندو تہ توهان زندگي ۾ ڪو بہ وڏو ڪم نٿا ڪري سگهو توهان ان مقصد جهڙا ناهيو ٿيا توهان کان نہ ٿي سگهندو تہ يقين ڪيو توهان ڪيتري بہ ڪوشش ڪيو توهان کان اهو ڪم ڪڏهن بہ نہ ٿي سگهندو پاڻ ۾ اعتماد اوهان کي پاڻ ڪرڻو آهي پاڻ تي يقين ڪرڻ توهان کي پاڻ ئي سکڻو آهي جيڪڏهن اهي عادتون پاڻ ۾ شامل ڪري ڇڏيون تہ پوءِ مشڪل ئي ناهي تہ توهان بہ زندگي ۾ مطئمن خوش ۽ ڪامياب ماڻهن جي صف ۾ بيٺل هوندو.

جيڪڏهن توهان جو يقين ڪامل ان سوچ تي آهي تہ توهان ڪجهہ نٿا ڪري سگهو. سچ ۾ ! اهان ڪجهہ نٿا ڪري سگهو جيسيتائين خوداعتمادي خوديقيني توهان جي ان غلط سوچ جي جاءِ نٿي پڪڙي تيسيتائين اوهان ڪاميابي جي خواب کان لاچار رهندو. مڃو تہ ! سچو داستان "يقين" جو آهي توهان جيتري وڏي ڪاميابي چاهيو ٿا جيترو وڏو مقصدحيات آهي ان لاءِ محنت ۽يقين جي بہ اوتري وڏي ضرورت آهي. يقين پنهنجي ذات تي تہ مان هي ڪري سگهان ٿو I Can Do It يقين پنهنجي خدا تي تہ خدا مونکي بهترين پيدا ڪيو آهي مونکي تمام صلاحيتن سان نوازيو اٿائين توهان کي يقين هجڻ گهرجي پنهنجي ڪاميابي تي تہ هان توهان پيدا ٿيا ڪامياب ٿيڻ لاءِ آهيو.

پاڻ تي يقين اهڙو هجڻ گهرجي دنيا ڇٽرون ڪري، کلندي رهي پر توهان پنهنجي عزم کي ٽٽڻ نہ ڏيو. پنهنجي حوصلي کي گهٽجڻ نہ ڏيو پنهنجو پاڻ کي پاڻ حوصلو ڏيو. توهان ۾ ايترو صبر هجڻ گهرجي تہ توهان دنيا جي بي بنياد ڳالهين کي رد ڪري سگهو. يقين اهڙو هجي جو توهان وٽ يقين تي هلڻ سواءِ ٻيو ڪو رستو نہ هجي. ياد رکو زندگي ۾ گهٽا آپشن Option هجڻ بہ اسان جي ڪاميابين ۾ ڏکيايون اچن ٿيون جيڪي اسان کي لاپرواهہ ۽ غير ذميوار بڻائي

ڇڏيندئيون آهن ان لاءِ منهنجي خيال ۾ ان سفر ۾ اوهان وٽ ڪاميابي جو واحد آپشن ئي هجڻ گهرجي.

مان اوهان کي دعويٰ سان چئي سگهان ٿو تہ جيڪڏهن توهان جي پاڻ تي يقين ناهي تہ اوهان کي ڪيترو بہ خوشگوار ماحول ڏنو وڃي توهان کي سڀ سهولتون بہ فراهم ڪيون وڃن توهان عقل شعور ۾ بہ زبردست آهيون پوءِ بہ اوهان ڪاميابي جو ذائقو ءِ ان جي منزل نٿا چکي سگهو ان جي برعڪس اوهان وٽ وسيلا بہ نہ هجن حالات بہ ساگار نہ ملن عقل ۽ شعور ۾ بہ اوهان وچولي درجي تي هجو پر هڪ خوبي "ڪامل يقين" پاڻ تي آهي تہ ياد رکو! ڪاميابي اوهان جي يقينن آهي هڪ دفعو صرف هڪ دفعو پاڻ مان ناڪامي جو خوف تڙي ڏسو تہ ڪاميابي ڪيئن اوهان کي پنهنجي آغوش ۾ آڻڻ لاءِ ٻانهون اوهان جي منتظر آهي اهو ناڪامي جو ڊپ اوهان کي ڪڏهن اڳيان وڌڻ نہ ڏيندو توهان کي پنهنجي سچائيپ ناهڻ نہ ڏيندو منهنجي صلاح اٿو تہ توهان ان ناڪامي جي خوف کي اڇلائي ڇڏيو ۽ پنهنجو پاڻ فتح ڪيو.

پاڻ تي يقين ڪرڻ اگر ڏکيو لڳي ٿو تہ خدا تي يقين ڪيو اهو خدا جيڪو اوهان جي بهترين هجڻ جا دليل پيش ڪري رهيو آهي پوءِ ان تي تہ اسان کي يقين هجڻ گهرجي اهو خالق آهي ان کان بهتر توکي يا مونکي ڪير سڃاڻي. اسان سڀ چڱي طرح ڄاڻو ٿا تہ ڪو بہ تخليقار پنهنجي تخليقن جي گڻ اوگڻ کي چڱي طرح سمجهي ۽ ڄاڻي ٿو هڪ مصور ڄاڻي ٿو تہ سندس تصوير ۾ ڪهڙيون خاصيتون آهن هڪ مشين ناهن وارو تمام ٽيڪنيڪل Technical شين کان بخوبي ڄاڻي ٿو تہ ٿورو غور ڪيو اهو رب اهو خدا جيڪو تنهنجو منهنجو ۽ پوري ڪائنات جو خالق ۽ مالڪ آهي ڇا ان کي اسان جي صلاحيتن جي خبر نہ هوندي؟ ان رب کان وڌيڪ اسان کي ٻيو ڪير نہ ٿو سمجهي سگهي. اسان پاڻ بہ نہ , ان ڳالھ کي سمجهندي قدم کڻي تہ ڏسو پاڻ تي پختو يقين توهان کي توهان جي منزل تائين پهچڻ جي رستي آخري سرحد تائين همت ڏيندو. هي يقين اوهان جي هر مشڪل جو سهارو هوندو اهو اوهان کي ٽٽڻ کان بچائيندو اوهان ڪرندو تہ اهو اٿاريندو.

ٿورو سوچيو اوهان ڀرپور محنت ڀروسي ۽ لاڳاتار جذبي سان ڇا ڇا نہ زندگي ۾ حاصل ڪري سگھو ٿا؟ يقينن توهان سڀ ڪري سگھو ٿا پاڻ تي يقين ڪري ڏسو ڏکيائين آڏو ديوار بڻجو پوءِ ڏسندا وجو اهي اوهان ئي هوندو جنهن کي دنيا پنهنجي لاءِ ڪاميابي جا مثال ڏيندي. جيڪو ماڻهو اوهان جون اهليون ڪندا هئا اهي اوهان کي قرب ڏيندا۽ فخر سمجهندا.

هڪ دفعو محنت ڪري ڪاميابي حاصل ڪري ڏسو پوءِ اوهان کي خوف اڳيان جهڪڻو نہ پوندو توهان پنهنجي ذات ۾ آزاد هوندو بي چيني کان پوري زندگي سان مطئمن هڪ ڪامياب زندگي گذريندا رهندو ۽ ٻين لاءِ روشني بڻجندو.

■

# شخصيت سازي

شخصيت جي نشونما ئي مقصد زندگي آهي (ارسطو)

فطرتن انسان جي تقاضا رهي آهي تہ هر انسان معاشري ۾ ڪامياب زندگي گذارڻ لاءِ پڇي ٻڪي ٿو انسان جي اها خواهش هوندي آهي تہ معاشرو کي عزت ۽ احترام جي نگاهہ سان ڏسي ۽ ان جي ڳالهہ ۽ رايي کي ماڻهن جي لاءِ قول فيصل جو درجو رکي اهي ماڻهن ڌيان جو مرڪز رهن ان لاءِ اڄ جي دور ۾ انسان ترقي جي دوڙ ۾ پڄندي پنهنجي شخصيت جي هر پهلو کي بهتر ڪرڻ جي فڪر ۾ مصروف آهي جيڪڏهن اهو چيو وڃي تہ انساني زندگي جو مقصد حقيقي زندگي جي پختگي ۽ خوشحالي آهي تہ اهو غلط نہ ٿيندو اوائلي دنيا کان اڄ تائين انسان ڪروڙين سالن جو مفاصلو مسلسل جدوجهد ڪندي اڄ جي موجوده دور تائين پهتو آهي ۽ اڃا بہ اڳيان سفر جاري آهي انسان ان گذريل ستر پنجهتر سالن ۾ ڪيل محنت جي نتيجن تي پنهنجي ناڪامي ۽ ڪاميابي ڪاميابي سان گهيري ويٺو آ .

هر شخص جو آخري مقصد ۽ تازي قوت انساني شخصيت جي انتها آهي. (گوئٽي)

انسان جي شخصيت جو عمل ان جي پيدائش سان ئي شروع ٿي ويندو آهي ۽ مرڻ تائين جاري هوندو آهي شخصيت ۾ پختگي واري عمل ۾ وراثت ۽ ماحول سخت اثر انداز هوندو آهي . انسانن ۾ ازل کان اهو بحث جاري آهي تہ انسان ماحول تي اثرانداز هوندو آهي. يا ماحول انسان تي اثر ڇڏيندو آهي . برحال حقيقت هي آهي تہ معاشرو اعليٰ انساني حاصيتن جي خوشحالي تي اثرانداز ٿيندو آهي انسان جي سوچڻ جو انداز اخلاقي تربيت ۽ عمل معاشري کان متاثر ٿيندا آهن. ماحول جو اثر انساني نظرين ۽ عقيدن تي بہ هوندو آ سنو معاشرو سٺين صفتن واري انسان کي جنم ڏيندو آهي. جڏهن تہ اخلاقي حسد جو شڪار ٿيل معاشرو ۽ ماحول انسان کي بہ اخلاقي براين ۾ مبتلا ڪري ٿو ڇڏي.

ان ڳالهہ کي سمجهڻ لاءِ اوهان صرف ٻن گهرن تي جو مثال وٺو تہ جنهن گهر ۾ ڪتابن جو مطالعو ڪرڻ سچ ڳالهائڻ ۽ مذهبي قانون قائدن جو نہ صرف درس ملي پر ان تي سختي سان عمل بہ ڪيو وڃي يقينن تہ ان گهر ۾ پرورش ٿيندڙ ٻار ۾ بہ اهي تمام خاصيتون ۽ عادتون پيدا ٿي وينديون آهن جڏهن تہ اهو گهر جنهن ۾ ڪوڙ جهجهائي ۽ سگريٽ نوشي جهڙيون برايون والدين ۾ هجن تہ اتي پرورش ٿيندڙ ٻار غير اخلاقي، غلط بياني دوکي ۽ ٺڳي جهڙي براين جو شڪار ٿي ويندو آهي.

ٻار جي پهرين درسگاهہ ماءُ جي هنج ۾ هوندي آهي انسان سڀ کان گهڻو پنهنجي گهر جي ماحول مان سکندو آهي والدين جون عادتون ٻارن جي شخصيت سازي لاءِ اهم رستو فراهم ڪنديون آهن. جهڙي طرح گهر جو ماحول هوندي تهڙي طرح ٻار جي تربيت ٿيندي ڪامياب ۽ بااخلاق گهراڻو ڪامياب ۽ بااخلاق ٻار کي جنم ڏيندو آهي جڏهن تہ ناڪام ماڻهن جي صحبت چڻو نہ والدين هجن يا استاد، دوست، مائٽ اهي سڀ ناڪام ماڻهو کي جنم ڏيندا آهن . اج جڏهن اسان معاشري تي نظر ڊوڙائيندا اسين تہ اسان کي هر جاء تي خراب صحبت جا اثر نظر ايندا آهن . ۽ منهنجي نظر ۾ اج معاشري جي ناڪامي جو سڀ کان وڏو سبب ناڪام صحبت ۽ سوچ آهي . اتي سوال اهو جنم ٿو وٺي تہ آخر هڪ انسان ناڪامي مان نڪري ڪاميابي طرف اچڻ ٿو چاهي تہ ان کي ڪهڙن اصول تي هلي ڪاميابي طرف اچڻو پوندو؟ ماهر نفسيات ان سوال جي جواب ۾ ڪجهہ اصول ۽ ضابطا بيان ڪيا آهن تہ جنهن جو تعلق اصل ۾ ڪتاب ۽ سنت سان ڳنڍيل آهي ان اصول ۽ ضابطن کي پنهنجو ڪري هر مذهب ۽ نسل جو شخص شخصيت جي خوشحالي ڪندي ڪاميابي حاصل ڪري سگهي ٿو ان اصولن ۾ هينيون عادتون شامل آهن.

1. ملڪيت ۽ شهرت جي پويان نہ ڀڄو.
2. ٻين جي مدد ڪرڻ جو جذبو رکو
3. ڪوڙ ۽ ٺڳي کا پاسو ڪريو
4. ناشڪري ڪرڻ بدران شڪريو ادا ڪيو

5. سٺو سوچيو شڪ کان پري رهو
6. ڪامياب ماڻهن جي صحبت ۾ اچو
7. خوددار ٿيندي پاڻ تي يقين رکو.
8. ايثار ۽ همدردي کي پنهنجو ڪندي بدگماني کان پاسو ڪريو
9. ساڙ ڪرڻ بدران ماڻهن کي ساراهيو.

ان سان گڏوگڏ اسلامي ضابطن کي پنهنجو ڪيو ته پاڻ خود هڪ ڪامياب شخصيت جو اعليٰ نمونو آهي تعميري شخصيت لاءِ شعوري سوچ ضروري آهي ۽ اها سوچ ڪوشش ڪنهن رهبر جي نقش قدم تي هلڻ سان ممڪن آهي انساني شخصيت کي ظاهر ڪرڻ لاءِ روح بدن ۽ عقل ٽنهي شين ۾ نظر ۾ رکبو آهي ۽ ٽنهي شين تي ڪم ڪندي انسان ڪامياب شخصيت کي تشڪيل ڏئي سگهي ٿو اهي ڪجھ عمل جيڪي انسان ۽ خصوصي طور تي مسلمانن جي شخصيت سازي لاءِ مددگار ثابت ٿين ٿا . اهي هيٺ ڏجن ٿا.

1. الله تعاليٰ سان مضبوط تعلق
2. اسوه حسنہ جي پيروي
3. پنهنجي نظرداري
4. سٺي سوچ ۽ عمل ۾ باقاعدگي
5. ٻين سان گڏجي ڪم ڪرڻ

انهن اصولن کي عمل ڪندي هڪ انسان عروج کان انتها شخصيت تائين ڪاميابي سان سفر طئي ڪندو آهي ۽ ان سان ئي هڪ ڪامياب فرد ۽ معاشرو جنم وٺندو آهي.

▪

# خودشناسي

خودی کیا ہے راز درون حیات

خودی کیا ہے بیداری کائنات

علامہ اقبال جي شعرن ڪي نوجوانن جي روح ڪي تڙپائڻ ۽ انهن ۾ جذبہ ايماني پيدا ڪرڻ لاءِ خاص اهميت حاصل آهي سندس شاعري اهو زندگي جو فلسفو پيش ڪندي آهي جيڪا نوجوانن ڪي پنهنجي ذات ڪان خدا تائين وڃي وڃڻ جي طاقت رکي ٿي انسان جي تخليق جو مقصد خالق ڪائنات جي سڃاڻپ آهي ۽ هي سڃاڻپ ڪيئن ٿيندي؟ حضرت عيسي عليہ السلام ان جو خوبصورت جواب هن طرح سان ڏئي ٿو تہ:

"پاڻ ڪي سڃاڻو خدا ڪي سڃاڻي ويندو"

## خودشناسي ڇا آهي؟

پنهنجي ذات کي سڃاڻو پنهنجي سٺن برن مرحلن کي سمجهو پنهنجي خيالن عادتن ۽ نفسيات کي عقلي طور تي سمجهي ڪري پنهنجي خامين ۽ خاصيتن کي سمجهي خواهشون حاصل ڪرڻ کي خودشناسي چئبو آهي. سولن لفظن ۾ پاڻ کي سڃاڻڻ پاڻ کي واقف ٿيڻ کي خودشناسي چئبو آهي. خودشناسي کان بغير هي زندگي اڌوري ۽ بي معنيٰ آهي انسان جيسيتائين پنهنجي صلاحيتن پنهنجي خوبين خامين کان واقف ناهي تيستائين اهو يقين خوداعتمادي ۽ مقصدحيات جو جي گهٽتائي جو شڪار بغير ناڪام زندگي گذارڻ ۾ مصروف هوندو آهي جيڪو انسان کي ڄاڻڻ ۽ سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪري تہ ان تي يقين ۽ اعتماد جا رستا کلڻ لڳندا آهن. انسان کي پنهنجي صلاحيتن تي يقين ان کي مايوسين ۾ روشني ڏيکاريندو آهي. انسان خود اعتمادي ڪارڻ پنهنجي لاءِ مقصد ملائي ڪري ان تائين پهچڻ لاءِ ماضي ونڻ شروع ڪندو آهي ۽ پوءِ ڪاميابي ان جو مقدر بڻجي ويندي آهي خوداعتمادي ۽ خودشناسي جي صف ۾ ٽيون نمبر اهم خود احتسابي آهي جيڪو انسان کي پنهنجي ئي جي ضمير جي عدالت اچي بيهاريندي آهي ان عدالت ۾ انسان حالات جي مدنظر پاڻ کي سزا بہ ڏيندو آهي ۽ جزا بہ.

پاڻ کي پاڻ ۾ ئي اميد رکڻ ڪاميابي جو آغاز آهي انسان ڪاميابي تڏهن حاصل ڪري سگهي ٿو جڏهن پاڻ کي پنهنجي آڏو پڌرو ڪري پنهنجي ذات جو مطالعو ڪري پاڻ سمجهي.

جڏهن انسان پنهنجو مطالعو شروع ڪندو آهي تہ ان کي ڄاڻ ملندي آهي تہ خدا ان کي ڪيتري محبت ۽ خوبصورتي سان پيدا ڪيو آهي الله طرفان عطا ڪيل بي شمار صلاحيتن ۽ خوبين جي پروڙ انسان ۾ اميد جو ڪرڻو ۽ ڪاميابي جي تڙپ پيدا ڪري ٿو انسان پاڻ بابت ڄاڻي حيران رهجي وڃي ٿو تہ خدا ان کي ڪيترو ناياب ۽ بهترين تخليق ڪيو آهي ۽ هو پنهنجي انهن صلاحين سان نااميد اڻ ڄاڻ زندگي گذارڻ جي نشي ۾ پنهنجو قيمتي

وقت وڃائي رهيو آهي هر انسان زندگي ۾ ايترو ئي ڪامياب ويندو آهي جيترو هو پاڻ کي سڃاڻي سگهندو آهي پنهنجي صلاحيتن کان ڪم وٺندو انسان پنهنجي منزل طرف وڌندو هلندو پيو وڃي ۽ هي عمل هن کي بهتر کان بهتر ايتري تائين خدا جي ويجهو ڪري ڇڏي ٿو.

خليل جبران چوي ٿو ته :

پاڻ کي سڃاڻڻ علم ۽ خدا کي سڃاڻڻ آگهي آهي.

هن آگهي جي سفر ۾ شامل ٿيڻ وارا ماڻهو ئي ڪامياب هوندا آهن حالات ڪهڙا به هجڻ مشڪلاتن ڪٽي ڪيترا به هجن جيڪڏهن خدشناسي کان خداشناسي تائين جي سفر ۾ انسان جا قدم وڌندا رهيا ته ان جي ڪاميابي يقينن بڻجندي آهي.

اسان وٽ ماڻهو ٽن قسمن جا آهن پهرئين قسم جا اهي ماڻهو جيڪي سمجهندا آهن ته ڪيس سڀ علم آهي اهي سڀ ڄاڻن ٿا وڌيڪ سکڻ سمجهڻ انهن جي لاءِ ضروري ناهي ۽ ان ئي ان طرف ڪڏهن ڌيان ڏيندا آهن هي اهي ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي زندگي ۾ بي چيني ۽ ناڪامي سان رهندا آهن . ٻيو قسم ان ماڻهن جو آهي جيڪي ٿورو وڌيڪ پڙهي سکي ڪري پاڻ کي بهتر سمجهڻ لڳندا آهن ان جي انداز ۾ ڳالهين ماب اهو واضع هوندو آهي ته جيڪا هنن کي خبر آهي اهو ئي بس اهم ۽ صحيح آهي. اهڙا ماڻهو گهڻو ڪري پنهنجي ۽ ٻين جي زندگي ۾ وڳوڙ ڦهلائيندڙ وارا ۽ غير يقيني جو شڪار هوندا آهن ٽيون قسم انهن ماڻهن جو هوندو آهي جيڪي پاڻ کي صحيح معني ۾ سڃاڻڻ چاهيندا آهن ۽ اهو يقين رکندا آهن ته جيڪو اهي ڄاڻن ٿا اهو سميع ترين علم جو ٿورڙو حصو آهي اهڙا ماڻهو گهڻو ڄاڻيندي به عاجزي اختيار ڪندا آهن اهي ئي اهي ماڻهو آهن جيڪي حقيقي معنائن ۾ ڪامياب آهن.

انسان جي شخصيت ۽ ڪارڪردگي جي بهترين هجڻ جو بنيادي جز خودشناسي آهي خودشناسي اصل اهو نه ناهي ته اسان کي پنهنجي صلاحيتن

جو علم اڇي وڄي پر هي تہ پنهنجي خامين کد ڳولي انهن کي خوبين کي تبديل ڪرڻ جو نالو بہ آهي. خودشناسي ۾ انسان پنهنجو مطالعو ڪندي پنهنجي ڪمزورين تي ڌيان ڏيندو آهي ۽ انهن کي قبول ڪندي انهن کي بهتر ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي پنهنجي خامين کي لڪي ڪري انهن کي باقائدي طور تي حڪمت عملي جوڙيندو آهي تہ ڪنهن طريقي سان انهن خامين مان ڇوٽڪارو حاصل ڪجي ۽ پر انهن کي خوبين ۾ تبديل ڪجي.

انسان پنهنجي لاءِ معيار پاڻ ٺاهيندو آهي ۽ هي فيصلو بہ ان جو ڪندو آهي تہ ان کي زندگي جي ڪهڙي مقام تي پهچڻو آهي. انسان پنهنجي منزل جو خلاصو بہ پاڻ ڪندو آهي منهنجو ذاتي خيال آهي تہ اسان انسانن جو خلاصو هوندو آهي تہ اسان ڪيترا ڪامياب ٿيڻ چاهيون ٿا يا اسان ڪامياب ٿين بہ چاهيون ٿا يا نہ ! اسان شعوري يا غيرشعوري طور تي اهو فيصلو بہ پاڻ ئي ڪندا آهيون تہ اسان ڪهڙي طرح ڪامياب زندگي گذارڻي آهيون جيڪو پاڻ انسان کي پاڻ کي ناڪامين جا بهانا ڪري پنهنجو پاڻ کي مطئمن ڪندي نظر اچي اهو حقيقت ۾ پنهنجي ناڪامي جو فيصلو پاڻ ڪندو آهي اهڙي انسان تي شايد ڪو ڪتاب ڪو موٽيويشن Motivationشايد ئي اثر ڪري سگهي ٿو انسان ۾ جيسيتائين خودشناسي جو عمل جاري رهندو ۽ پنهنجي حقيقت کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ تڙپندو رهندو آهي جيڪڏهن اها اڳيان نہ رهندي تہ انسان جي ناڪامي مقدر بڻجي ويندي.

مان توهان کي پنهنجي زندگي جو هڪڙو خوبصورت واقعو ٻڌائڻ چاهيان ٿو. عرصو اڳ منهنجي ملاقات هڪ بزرگ سان ٿي ان بزرگ جي نظر ڪمزور هئي سو ان لاءِ هن عينڪ لڳائي هئي هڪ شام مان بزرگ سان ڳالهہ ٻولہ ڪرڻ بعد اوندهہ ٿيڻ ڪري هن کي پنهنجي گاڏي ۾ گهر ڇڏي اچڻ جي دعوت ڏني. جنهن جي جواب ۾ ان خوبصورت لفظن ۾ مونکي زندگي جا بہ خوبصورت سبق پڙهايا . گهر تائين ڇڏي اچڻ جي دعوت تي برزگ فرمايو:

”پٽ مونکي سهارن سان نفرت آهي ڇاڪاڻ تہ هو انسان جي همت ۽ حوصلن کي ڪمزور بڻائي ڇڏي ٿو."

مان جيئن ئي چيو تہ " شام گذري رهي آهي اونده گهٽي آهي اوهان جي نظر ڪمزور آهي. " معذرت ڪندي بزرگ چيو

پٽ منهنجو گهر منهنجي منزل آهي منزل تائين پهچڻ لاءِ نظر نہ پر تڙپ هجڻ گهرجي.

بزرگ جا اهي جملا منهنجي لاءِ پوري زندگي نصيحت بڻجي ويا جيڪڏهن انسان ۾ منزل جي تڙپ ناهي تہ ان لاءِ خوشناسي خوداعتمادي ۽ خوداحستابي جا دروازا هميشہ لاءِ بند آهن انسان ۾ تڙپ جي گهٽتائي وڏن وڏن ڪمزورن کي رستن تي ناڪام ڪري ڇڏيندي آهي.

خودشناسي جو- عمل منهنجي خيال ۾ هڪ اوهان جي ذاتي پنهنجي باري ۾ ذاتي خيال جو نالو آهي. توهان ڪيتري عزت جي لائق آهيو؟ توهان ڪهڙي مقام جي لائق آهيو؟ توهان ڪيترا اهل انسان آهيو؟ اهي ڪجهہ سوال انسان کي خودشناسي جي طرف وڌڻ ۾ مدد ڪن ٿا هڪ دفعو توهان ان منزل طرف هلڻ شروع ٿيا تہ اوهان جو اٿندڙ هر قدم توهان ۾ پاڻ کوليندو هلندو جيئن جيئن اوهان سکندا ويندو پاڻ کي سڃاڻيندا ويندو تيئن اوهان ۾ بيشمار تبديليون نروار ٿيڻ لڳنديون.

مان جڏهن گريجوئيشن پوري ڪئي تہ هر ڪنهن واتان اهو ٻڌڻ شروع ٿيم تہ نوڪري ڪرڻ شروع ڪر نوڪري جيڪڏهن نوڪري سرڪاري ملي وئي تہ سمجهجان تون ڪامياب ٿي وئين. ڇاڪاڻ تہ اڄ جي دور ۾ ضرورتون پوريون ڪرڻ ئي ڪاميابي آهي اهي لفظ مان ڪثرت سان ٻڌندو هئس ۽انهن مونکي ڊپريشن جو شڪار ڪري ڇڏيو هو مان سرڪاري نوڪري جي خلاف نہ هئس مان ان سوچ جي خلاف هئس تہ سڄي زندگي سرڪاري زندگي کي وقف ڪري ڇڏجي.

ايترا سال لکڻ کان پوءِ چند ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ پنجويهه هزار تي نوڪري وارو خيال ئي منهنجي لاءِ سڀ ڪجهه بڻجي ويندو هو. مان خواب ڏسندڙ هڪ عام انسان پنهنجي ضرورتن کي نه رڳو پر خوابن کي به پورو ڪرڻ چاهيان پيو انهن خوابن کي پورو ڪرڻ جو يقين مونکي منهنجي والدين کان مليو هو منهنجي ماءُ جا اهي جملا :

"پٽ تون ستارو آهي توکي جهان ۾ چمڪڻو آهي."

منهنجي دماغ ۾ اهڙي حب وڌي وئي هي ئي ته مان ڪنهن به صورت ۾ ان کان گهٽ راضي نه ٿو ٿي سگهان ماڻهن جون ڳالهيون جڏهن منهنجي لاءِ رڪاوٽ بڻجڻ لڳيون ته مونکي محقق " وليم جيسر" جي تحقيق ياد آئي جنهن ۾ ان انسان جي زندگي بابت ٽي اهم سوال ڪيا هئا ان ڳالهه تي زور ڏنو ويو هو ته هر انسان پنهنجي ارادن جي ڪمزوري هجڻ تي پاڻ کان ٽي سوال ڪرڻ شروع ڪري.

1. مان ڪير آهيان؟
2. مان پيدا ڇو ٿيس؟
3. مونکي دنيا ۾ ڪهڙا ڪهڙا ڪم ڪري واپس وڃڻو آهي؟

جڏهن ماڻهن جون ڳالهيون منهنجا حوصلا شڪني ڪرڻ لڳنديون آهن ته مان انهن ٽن سوال تي غور ڪرڻ شروع ڪندو آهيان. هڪ ڏينهن مان همت ڪري پنهنجي والد کي پنهنجي خوابن جي جدوجهد بابت منصوبو ٻڌايو ان کي ڀروسو ڏياريو ته مان پنهنجي خوابن لاءِ وڙهي سگهان ٿو مان پنهنجي سڃاڻپ ٺاهي سگهان ٿو مان خوشنصيب آهيان جو منهنجي والدين دنيا جي ڳالهين کي نظرانداز ڪندي منهنجو ساٿ ڏنو جنهن سان مونکي ايتري ته همت ملي جو مان ان جو ذڪر لفظن ۾ ڪرڻ ممڪن ئي ناهي مان آنلائن ٽيوٽرنگ جو ڪم ڪرڻ لاءِ جهڙو تهڙو ڪمپيوٽر خريد ڪيو پاڪستان ۾ لوڊشينگ جو هجڻ منهنجي لاءِ وڏي رڪاوٽ بڻجي ويو هو ڪيسي ۾ پئسا نه هئا ۽ ڪم لاءِ سٺي معيار واري جنريٽر جي سخت ضرورت

هئي ان ڏکئي وقت ۾ والدين منهنجو ڀرپور ساٿ ڏيندي منهنجي لاءِ تمام ضرورتن جو بندوبست ڪيو جنهن جي ذريعي ڪم جي باقاعدي شروعات ڪري سگهان.

امان ۽ بابا جي منهنجي خوابن تي يقين منهنجي لاءِ ڪجهه ڪري ڏيکارڻ جي جذبي کي وڌيڪ مضبوط ڪيو پنهنجي صلاحيتن کي سڃاڻيندي امان بابا جا منهنجي لاءِ ڏٺل خواب ۽ پاڻ تي يقين ڪاميابي جي بلندين تي پهچايو مان هر گذرندڙ ڏينهن سان پاڻ ۾ وڌيڪ مضبوطي ۽ ڪامياب ڏسان ٿو.

'الحمد الله اسان جي سوچ، اسان جا خواب، انسان جا نظريا، اسان جا حوصلا، اسان جو صلاحيتون ۽ اسان جي همت هي سڀ خودشناسي جي غنيمت آهي.

توهان جيترو وڌيڪ جيترو بهترين پاڻ ڍي سڃاڻيندا ويندو تہ توهان جي ڪاميابي جو دائرو اوترو وسيع ٿيندو ويندو توهان جا خواب، توهان جون ترجيحون ۽ توهان جا مقصد بدلجندا ويندا توهان سٺي ڪان سٺو سوچڻ، سمجهڻ، سکڻ ۽ ڪرڻ جي قابل ٿي ويندو توهان جي همت توهان جو حوصلا بلند ٿيندو ويندو.

*خودی کو کر بلند اتنا کہ ہر تقدیر سے پہلے*

*خدا بندے سے خود پوچھے بتا تیری رضا کیا*

خودشناسي نهايت وسيع عمل آهي جنهن ۾ انسان پاڻ کي ڪائنات جي نظام کي ۽ پوءِ انهن سيني کي پيدا ڪرڻ واري کي سڃاڻڻ شروع ڪندو آهي جڏهن اوهان اهڙا انسان بڻجي ويجو جنهن جي سفر ۾ خدا جي ڳولا ۾ لڳي ويجو تہ توهان جي ذات نہ صرف هن دنيا ۾ ماڻهن لاءِ مثالي هوندي پر خدا جي اڳيان بہ اوهان مقرر ۽ عزت وارا هوندو.

## خود احتسابي

ڪاميابي جي طرف توهان جو هڪ تمام اهم قدم خوداحتسابي يعني پاڻ پرکڻ آهي.

خود احتسابي اوهان کي خوبين ۽ خامين کان خبردار ڪري ٿي. ان جي ذريعي اوهان پنهنجي نفس پنهنجي ادب اخلاق ۽ عادتن جي اصلاح ڪرڻ جر قابل ٿيو ٿا انسان ۾ خوداحتسابي جي عادت ان کي ننڍين ننڍين غلطين مان سيکاري وڏي نقصان کان بچائيندي آهي.

جنهن انسان ۾ پاڻ پرکڻ (احتساب) جي عادت ناهي ان جي لاءِ ڪاميابي تائين پهچڻ انتهائي تڪليف وارو ۽ ڏکيو عمل آهي مان سمجهان ٿو تہ اسان جي اڄ جي معاشري ۾ زوال جو اهم سبب اسان ۾ خود احتسابي جي گهٽتائي آهي اسان جي معاشري ۾ هي افراتفري ۽ ٺڳي ان پرکڻ جي گهٽتائي جو کليو ثبوت آهن مان سمجهان ٿو هي هڪ ڏکيو ڪم آهي پر ان جا اثر ڪنهن کان لڪيل ناهن خود چڪاسڻ وارو انسان پڄڻ ۾ هميشہ ڪامياب ۽ ڪامران هوندو آهي.

جيڪڏهن اوهان پاڻ کي ڪامياب ٿيندي ڏسڻ چاهيو ٿا تہ اوهان کي پاڻ پرکڻو پوندو پنهنجي نئين طريقي سان تعمير ڪيو پنهنجي پاڻ سان سختي ڪرڻ شروع ڪيو ايئن هٿ تي هٿ رکي ويهڻ سان اوهان ڪجهہ بہ نٿا حاصل ڪري سگهو جيڪي ماڻهو پاڻ تي سختي ناهن ڪندا پوءِ اهي سڄي عمر پنهنجي قسمت تي وينا روئندا آهن يقين ڪيو ان ۾ قسمت جو ڏوهہ نہ پر پاڻ کي ڏر ڏيڻ جو قصور آهي جيڪڏهن اڄ اوهان پاڻ تي سختي نہ ڪندو تہ پوءِ نہ هي دنيا اوهان جي ۽ رهندي نہ وري آخرت. پنهنجي پاڻ کي پنهنجي سامهون دوڙايو ۽ پاڻ تي سختيون لڳايو پاڻ کي "NO" چوڻ سکو.

Learn How to say' To Yourself

هي هڪ ڏينهن جو ڪم ناهي هي تہ سالن جو عمل آهي جنهن جي لاءِ مسلسل ڪوشش مسلسل محنت جي ضرورت آهي ڏسڻ ۾ ڏاڍو مزيدار ايندو آهي تہ پنهنجي دوستن سان اوهان ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪچهري ڪيو گھمو ڦرو پر هي آزمائش آهي هي ئي مقام آهي پاڻ کي ان کان روڪڻ ۽ پاڻ کي محدود ۽ نتيجي لائق بڻائڻ جو.

گذريل رات جنوري جي هڪ گھميل رات ۾ مان پنهنجي ٿيسز Thesis جو ڪم ڪري رهيو هئس رات ڪاري ٿيڻ سان گڏ ٿڌ ۾ بہ اضافو ٿيندو پئي ويو نيٺ پنهنجي ٻئي حصي ۾ داخل ٿي وئي منهنجي سامهون منهنجو گرم ۽ نرم بسترو موجود هو منهنجي لاءِ اهو ڏاڍو سولو هو تہ سياٽي ڪم ڪندس چئي آرام سان سمهي پوان ها. ڪيترائي دفعا دل ۾ خيال آيو پر پاڻ "NO" چئي ڪم ۾ مصروف رهيس. منهنجي اندر جو ٻار جڏهن ضد ڪندو آهي تہ مان ان ضد کي پنهنجي مقصد طرف ڦيريان ان جا فائدا ۽ نقصان ماپڻ  جي ڪوشش ڪندو آهي بعد ۾ فيصلو ڪندو آهيان تہ ان سان ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ گھرجي پيار ڪرڻو آهي يا سختي کان ڪم وٺڻو آهي.

جيڪڏهن اسان اهو سمجهي ويٺا آهيون تہ دوستن سان ڪلاڪ ڪچهريون ڪرڻ بنا مقصد جي موبائيل فون هلائڻ سان ڪامياب ٿي سگھون ٿا تہ اها ناممڪن آهي. توهان کي هر صورت ۾ پاڻ کي پابنديون لڳائڻيون پونديون.

اسان کي اسان جو دين اسلام پاڻ پر ڪرڻ جو درس ڏئي ٿو اسان جو نبي ۽ ان جا ساٿي زندگي ۾ بار بار پاڻ پر ڪيندا هئا اهي پنهنجي نفس جي غلامي جا قائل نہ هئا انهن بہ پاڻ تي پنهنجي ذات تي ۽ عادتن تي پابندي لڳائي ڇڏي هئي. مان سمجهان ٿو تہ اها هر مسلمان جو خدمت (شيوا) هجڻ گھرجي اسان جي بدقسمتي آهي جو اسان پنهنجو پاڻ کي نفس جي حوالي ڪري پاڻ کي سڪون ۽ آرام جو عادي بڻائي ڇڏيو آهي. محبت ۽ محنت کان اسان نظرون لڪائڻ لڳا آهيون ۽ ڏينهون ڏينهن ٽنولين جو شڪار ٿيندا پيا وڃون.

جيڪڏهن توهان دنيا ۽ آخرت ۾ ڪامياب ٿيڻ چاهيو ٿا ته اوهان کي پنهنجي نفس کي قابو رکڻو پوندو توهان جي نفس جا لغام اوهان جي هٿن ۾ هجڻ گهرجن شروع ۾ هڪ ڪم ڏاڍو ڏکيو ۽پريشان ڪندڙ آهي پر يقين ڪيو اهو ناممڪن هرگز ناهي محنت مستقل مزاجي ۽ لاڳار رياضت سان اهو ڪهڙو ڪم آهي؟ جيڪو اسان ڪري نٿا سگهون؟ انسان جي انهن خوبين اسان کي چنڊ تائين پهچايو آهي زمين ۽ ان جا خزانا عطا ڪيا آهن پوءِ ڪيئن ممڪن آهي ته اوهان اوهان انهن پنهنجو ڪري پنهنجو نفس ڪيئن قابو نٿا ڪري سگهون؟ اوهان ڏسندو محنت ڪندي ڪندي وقت اهڙو ايندو جڏهن اوهان پنهنجي ذات پنهنجي جذبات پنهنجي خواهشن پنهنجي نفس تي قابو ڪري سگهندو ۽ پوءِ دنيا ۽ آخرت ۾ ڪاميابي اوهان جي يقيني هوندي.

اڄ توهان پاڻ تي پابنديون لڳائڻ شروع ڪيو ڊائري لکڻ شروع ڪريو ان ۾ پنهنجي روزاني زندگي ان جون مصروفيتون ۽ سنيون ۽ بريون عادتون لکڻ شروع ڪيو . پوءِ پاڻ کان پڇا ڪيو ته اڄ توهان ڪاٿي آهيو؟ 5سال پهريان اوهان زندگي جي ڪهڙي مقام تي هيو؟ ان کان 10سال پهريان اوهان ڪهڙي جاء تي بيٺل هيو؟ صرف ايترو ئي عمل اوهان کي پاڻ پرکڻ جي جي اهميت ۽ معاملي کي سنجيدگي سان آگاهه ڪرڻ لاءِ ڪافي ٿي ويندو توهان پاڻ کي چٽي سگهندو ۽ اوهان کي احساس ٿيندو ته اوهان ڇا وڃايو ۽ ڇا حاصل ڪيو آهي.

هڪ ڊائري ورڪ الڳ ڪيو ان ۾ لکو ته اوهان گذريل سال پنهنجي لاءِ ڪهڙو تعميري ڪم ڪيو ؟ اهڙو ڇا پڙهيو يا سکيو جيڪو اوهان کي باقي زندگي ۾ اڳيان ڪامياب ٿيڻ ۾ مدد ڪندو؟ ۽ پوءِ پنهنجون اهي سڀ عادتون لکي ڇڏيو جيڪي ان ڪاميابي جي رستي تي ديوار بڻيل آهن ان عادتن جو انگ اوهان جي پوري زندگي ڪيل تعمير ڪم ۾ ڪيترا ئي ڀيرا وڌيڪ آهي ان جاء تي اوهان جي اڪثريت جون اکيون کلنديون اوهان کي احساس ٿيندو ته معاملو ڪيترو سنگين آهي. ۽ اسان ڪهڙي طريقي سان غفلت ۾ ٻڏل آهيون. اوهان اهو ڄاڻي وٺندو ته اوهان ڪيترو وقت وڃايو ۽ جنهن ڪم ۾ وڃايو ان جي ڪري اوهان کي زندگي ۾ ڪيترين مصيبتن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. اهو ئي وقت

جيڪڏهن اوهان پاڻ تي خرچ ڪيو هجي ها تہ اڄ اوهان ڪاميابي جي ڏاڪي تي چڙهي پاڻ کان مطئمن ۽ تمام بهترين زندگي گذاري رهيا هجو ها.

اوهان اندازو ڪري سگهندو تہ اوهان ڪاٿي بيٺل آهيو. ۽ زندگي ۾ اڳيان ڪاڏي وڃي رهيا آهيو .

هي وقت مايوس هجڻ جو ناهي اوهان وٽ زندگي جي آخري پل تائين موقعو آهي پاڻ کي بدلايو پاڻ تي محنت ڪيو وري پاڻ پرکيو غلطين کان سکي اڳيان وڌو .

ناڪام هجڻ ڪافي ناهي ناڪامي کان بي خبر رهڻ اصل ناڪامي آهي.

نقصان ٿيڻ نقصان ناهي ان ڳالهہ کان بي خبر رهڻ تہ اوهان نقصان ۾ آهيو. اصل نقصان ۽ ناڪامي آهي.

توهان پنهنجن خرابن عادت جي هڪ تصوير ٺاهي اهڙي جاء تي رکو جتي اوهان جي نظر ان تي پوندي رهي اوهان کي هر پل انهن برين عادتن جو علم هجڻ گهرجي احساس زنده هجڻ گهرجي تہ اوهان ناڪامين جي ڏاڪڻين تان لهي رهيا آهيو جڏهن اوهان اٿڻ ويهڻ مهل پنهنجي عادتن ۽ انهن جي نقصانن کان باخبر هوندو تہ انهن کي ختم ڪرڻ آسان ٿيندو. اوهان جي دل ۾ ان لاءِ نفرت پيدا ٿيندي ۽ پنهنجن خراب عادتن کان نفرت اوهان کي ڪاميابي جي رستي تي وٺي وڃڻ جو ذريعو بڻجندي.

روز سمهڻ کان پهريان ٿورو وقت پاڻ کي ڏيو پنهنجو جائزو ڪيو پاڻ کان سوال ڪيو تہ وقت ڪٿي ڪٿي خرچ ڪيو؟ الله تعالي هي جيڪو ساهہ ڏنو آهي ان کي ڪاٿي ۽ ڪيئن استعمال ڪيو؟ ايئن گذرندڙ ڏينهن جي پيٽ ۾ اوهان پاڻ کي بهتر ڪري سگهندو. ۽ ڪاميابي جي ويجهو ايندا ويندو. پاڻ پرک خوشناسي مضبوطي عطا ڪندي آهي پر پنهنجو پاڻ پرکيو پنهنجي خوبين ۽ خامين کي قبول ڪيو صحيح کي صحيح ۽ غلط کي غلط کي غلط چوڻ سکو اها ئي سوچ اوهان جي ۽ هن معاشري جي ڪاميابي جو راز آهي.

■

# غير ضروري بار

ارشاد نبوي صہ الله تعاليٰ اعليٰ ارادن کي پسند ڪندو آهي.

ان مان مراد هي آهي تہ انسان جي زندگي جو هڪ هڪ لمحو وڏي اهميت جو حامل آهي. الله تعاليٰ انسان کي سگه ۽ طاقت ڏني آهي جيڪا وڏي قيمتي آهي ان جي قدر نہ ڪرڻ انسان کي دنيا ۽ آخري ۾ بدنام ڪري سگهي ٿو اسان ڏسندا آهيون انسان ڪامياب هجي يا ناڪام. الله تعاليٰ پنهنجون نعمتون ٻنهي کي بغير ڪنهن فرق جي عطا ڪيون آهن پر ان نعمتن کي استعمال ڪندي دنيا ۽ آخرت حاصل ڪئي جڏهن تہ ٻيو شخص ويهي ناڪامي تي روئندو رهيو انسان کي حاصل ٿيندڙ سڀني نعمتن جو استعمال بهترين ڪم لاءِ هجڻ گهرجي. نہ وري غير ضروري خواهشن ۽ غير ترجيحن ۾۾ سرگرمين جو بار ڪٽي انهن کي بنا مقصد ضايع ڪرڻ گهرجي.

ارسطو چوي ٿو

زندگي ۾ اسان جيڪو ڪجهہ ڪيون ٿا اهو سڀ اسان جي عادتن جو نتيجو هوندو آهي.

عادت ڪنهن بہ شخص جي آئيندار هوندي آهي انسان ان ڳالهہ کان چڱي ريت واقف هوندو آهي تہ رستو تمام وڏو ۽ منزل تمام گهڻو پري آهي ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ ان کي مسلسل جدوجهد ڪرڻي پوندي. هن سفر ۾ ڪاميابي ان کي نصيب ٿيندي آهي جيڪو يقين،محنت ۽ ثابت قدمي سان هلندي اڳيان وڌندو رهندو ۽ پاڻ کي غير ضروري بار کان آزاد رکندو ايندو. پنهنجي سفر کي سولائي سان طئي ڪرڻ لاءِ اسان کي پاڻ تان بيڪار ۽ فضول بار لاهڻو پوندو آهي ۽ ان جو ختم ٿيڻ ئي اسان لاءِ ۽ اسان جي منزل حاصل ڪرڻ جي جستجو لاءِ بهتر آهي.

غير ضروري بار مان ڇا مراد آهي؟

اسان جي زندگين ۾ لاتعداد ڪم خواهشون عادتون ترجيحون ۽ سرگرميون شامل هونديون آهن. جيڪي اسان جي لاءِ بار بڻجي وينديون آهن پوءِ ان جو وزن ڪٽڻدي اسان ايترو تہ سستي جي ور چڙهي ويندا آهيون جو اسان پنهنجي منزل بہ وساري ڇڏيندا آهيون. توهان ٿورو پاڻ تي، پنهنجي آس پاس موجوده ماڻهن ۾ زندگي تي نظر ڦيرايو تہ اوهان کي اندازو ٿيندو تہ ايتريون تہ بيشمار شيون اسان جي زندگي جو حصو آهن جن جو نہ اسان کي هن جهان ۾ فائدو آهي نہ وري اڳئين جهان ۾. پر انهن ۾ اسان ايترو تہ مصروف ٿي چڪا آهيون جو پوري زندگي انهن شين تي وقف ڪجي تہ آخر ۾ خالي هٿ رهجي ويندا آهيون.

اڪثر وقتن ۾ ڏٺو ويو آهي تہ اسان جي دل ۽ دماغ ۾ موجود ڪنهن شخص لاءِ ڪاوڙ يا نفرت جو جذبو اسان کي اڳيان وڌڻ ۾ روڪي وٺندو آهي. اسان پنهنجون ڪوڙ ساريون صلاحيتن کي ڪنهن نيڪ ڪم ۾ خرچ ڪرڻ بدران انتقام ۽ ڪاوڙ جي باهہ ۾ ساڙي ڇڏيندا آهيون. پوءِ نتيجن پنهنجو سڪون اطمينان پنهنجي جسماني ۽ ذهني صحت وڃائي ويهندا آهيون. ڪاوڙ ۽ نفرت جي هي بي بنياد بار اسان جي ڪاميابي آڏو ديوار بڻجي بيهي رهندو آهي. اسان معاف ڪرڻ واري عادت کان محروم پاڻ کي سڄي عمر لاءِ ناڪامي جي حوالي ڪري ويهندا آهيون.

انسان خطا جو گهر آهي اسان ڪيتريون ئي غلطيون ڪندا آهيون پوءِ انهن مان ئي سکي اڳيان وڌندا آهيون. اها ئي غلطي جيڪڏهن اسان کان سواءِ ٻيو ڪو شخص ڪري ويهي اسان سان جو غلط سلوڪ ڪري غلط ورتاءُ اختيار ڪري تہ اسان دلين ۾ ان لاءِ انتقام جنم وٺي ويهي ٿو ڪنهن جو اسان کي غلط يا سمجهڻ تي صرف رنجش ڪندا آهيو پر اڪثر بدلو وٺڻ جو داءُ ملي ويندو آ اها بدلي جي عادت اسان جي دلين کي باهہ جيان ساڙيندي رهندي آهي توهان ٿور غور ڪيو توهان يا مان روزانو نہ ڄاڻ زندگي ۾ ڪيترا گناهہ يا نافرمانيون ڪري ويندا آهيون. انهن جو ڪو بہ احساس ناهي هوندو پر الله تعاليٰ نہ اسان جو رزق بند ڪندو آهي ۽ نہ ئي فوري اسان کي غلطين تي پڪڙيندو آهي اهو چاهي تہ سزا لاءِ ڇا نٿو ڪري سگهي ۽ ڪير آهي جيڪو ان کي روڪيندو؟ ان کان سوال

ڪندو؟ پر اهو رحيم آهي اسان کي اسان جو غلطيون ڇاڻيندي به معاف ڪري ڇڏيندو آهي ۽ اسان لاءِ آسانيون پيدا ڪندو آهي اگر اسان چاهيون ٿا ته الله تعالي اسان کي معاف ڪري ۽ اسان لاءِ آسانيون پيدا ڪري ته اسان کي ٻين کي معاف ڪرڻو هوندو اها ئي عادت معاف ڪرڻ واري آهي جنهن کي ڪامياب ماڻهو پنهنجو ڪندا آهن اهي پنهنجو وقت فضول ڳالهين ۽ رنجشن ۾ وڃائڻ بدران معاف ڪرڻ کي پسند ڪندا آهن ۽ انهن جو اهو عمل ان جي دل مان بدلي جي باهه کي وسائي ڇڏيندو آهي.

اسان ۾ ڪجهه ماڻهو اهڙا به هوندا آهن جن جو مزاج هميشه اداس ۽ پريشان هوندو آهي اداسيون گهبراهتو پريشانيون ۽ ٻيو ڪجهه انسان کي احساسن مان آهن پر احساسن جو ضرورت کان وڌڻ هڪ بار آهي جيڪو ڪنهن به انسان کي وهم جو شڪار ڪري اڳيان وڌڻ کان روڪي وٺندو آهي ڪنهن وقت انسان جي پريشاني جو سبب واضع هوندو آهي ۽ ان جو ڪجهه ڪوشش کان پوءِ ڪيڏي وٺبو آهي پر ڪڏهن ڪڏهن انسان اهڙن پريشانين ۽ وهمن جي ور چڙهي ويندو آهي جو ان جو حال انسان وٽ موجود ناهي هوندو. اهي ڪوڙ پريشانيون ۽ وهم بار هوندو آهن ان کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ کي سڪون ۾ رهڻ جو ڪوشش ڪيو.

بيشڪ دلين جو سڪون الله جي ذڪر ۾ آهي (القران)

منهنجو خيال آهي ته پاڻ کي پريشانين کان پري ڪرڻ جو بهترين حل الله پاڪ سان ڳالهيون ڪرڻ آهي بيشڪ خدا سڀ ڄاڻي ٿو پر اهو اوهان کي ٻڌڻ چاهي ٿو توهان ان کي پنهنجو دوست بڻايو توهان پنهنجي دل جي هر ڳالهه ان سان ڪيو يقين ڪيو اها ذات توهان کي ڪڏهن به اڪيلو نه ڇڏيندي اهو ئي اوهان لاءِ بهتر رستو ڪيندو پنهنجا سڀ فڪر پريشانيون الله تي ڇڏي ڏيو ان يقين سان ته هو انهن کي سنڀالي وٺندو ۽ پاڻ کي ان بار کان آزاد ڪيو.

انسان جا رشتا ۽ ماڻهن سان تعلق ان لاءِ زندگي جو عظيم سرمايو هوندا آهن انسان پنهنجي رشتن جي معاملي ۾ ڏاڍو جذباتي هوندو آهي ۽ ان کان بغير زندگي جو خيال به ناممڪن لڳندو آهي رشتن جي وچ ۾ محبت پنهنجائپ ۽

احساس جي گهٽتائي اسان جون ڪاوڙون اڪثر اسان لاءِ ذهني تڪليف جو سبب بڻجنديون آهن ۽ اها ذهني تڪليف اسان جي زندگي کي روڪي رکندي آهي. اسان نہ اڳيان وڌي سگهندا آهيون نہ وري پنهنجا رابطا درست ڪري سگهندا آهيون. ڪن وقتن تہ انهن معاملن ۾ اسان جو سڀ ڪوششون صلاحتيون بيڪار ٿي وينديون آهن ايتري ۾ مان سمجهان ٿو تہ انهن سيني معاملن ۾ پنهنجي دل جو بار گهٽ ڪرڻ جي لاءِ انسان کي صبر سان گڏ درگذر ڪرڻ جو رستو اختيار ڪرڻ گهرجي. توهان پنهنجا حق ادا ڪندا رهو پنهنجا فرض پورا ڪندا رهو ۽ نتيجن جي اميد مخلوق مان نہ پر خالق مان رکو جنهن ڏينهن اوهان پاڻ کي اهو سمجهائڻ جي ڪامياب ٿي ويو تہ حوصلا ماڻهن کان نہ پر خدا کان ملڻا آهن ان ڏينهن اوهان مطئمن ٿي ويندو ۽ بيفڪر ٿي پنهنجي زندگي ۾ اڳيان وڌڻ جي قابل ٿي ويندو .

دنيا ۾ ترقي ۽ ٽيڪنالوجي جي نالي تي مشينن جو غيرضروري استعمال انساني زندگي ۽ ان جي مصروفتن جو نقشوئي بدلي ڇڏيو آهي اڄ جي اسان جو ڪوڙ سارو وقت موبائيل ،فون, سوشل ميڊيا, سڪرولنگ ۽ٽيليوزن تي ضايع ٿئي ٿو ۽ بدقسمتي سان اسان کي ان جو احساس ئي ناهي ٿيندو غير ضروري ۽ بنا مقصد جا ڪم اسان لاءِ وڏو بار ثابت ٿي رهيا آهن زندگي جي مقصد جي گهٽتائي ۽ ان تي پوندڙ ٽيڪنالوجي جي اثرن اسان کي سوچڻ ۽ سمجهڻ کان ئي لاچار بڻائي ڇڏيو آهي اسان بنا ڪنهن حڪمت عملي جي اکيون بند ڪري پنهنجي قيمتي وقت کي غير ضروري سرگرمين ۾ استعمال ڪندا پيا وڃون اگر توهان روزاني زندگي جي هڪ فهرست ٺاهيو تہ توهان ڄاڻي سگهندو تہ توهان ڄاڻي سگهندو اوهان پنهنجو روزانو ڪيترو وقت شاپنگ مال ۾ گهمندي گيميون کيڏندي ٽليويزن ڏسندي ۽ ايترن ڪيترن ئي غيرضروري ۾ ڪمن ۾ ضايع ڪري رهيا آهيو. اهي غير ضروري ڪم ۽ غير ضروري سرگرميون توهان جي ڪاميابي جي سفر ۾ بار ۽ سڀ کان وڏي رڪاوٽ بڻجي رهيا آهن جڏهن توهان ان بار کي پاڻ تان لاهي اڇلايو ٿا تہ  اوهان لاءِ اڳيان وڌڻ مشڪل ٿيندو ويندو وقت وڏي نعمت آهي ان کي غير ضروري سرگرمين ۾ ضايع ڪيو تہ توهان

مستقبل ۾ پنهنجي ناڪامي تي هٿ هٿڻ ڪان سواء ڪجهہ حاصل نہ ڪري سگهندو.

لفظ "نظم ۽ ضبط" ڪان اسان سڀ واقف آهيون ان لفظ جون ڪيتريون ئي معنائون  ٻڌايون وينديون آهن روزاني زندگي جي سرگرمين ۾ ترتيب ۽ برابري ۾ سان عادتن ڪي پنهنجو ڪرڻ ۽ ترجيحن جي بنياد تي عمل منصوبابندي ڪامياب ماڻهن جي نظر ۾ "نظم ۽ ضبط" چيو ويندو آهي. پنهنجي زندگي جي مقصد ڪي طئي ڪرڻ بعد ان ڪي ننڍن ننڍن  حصن ۾ ورهائي روزاني  بنياد تي ڪئي ويندڙ محنت لاءِ مددگار ثابت ٿيندو آهي ڪم جي شروعات ڪان پهريان پنهنجي ترجيحن ڪي واضع   ڪرڻ ۽ ان ڪان پوءِ عادتون اختيار ڪرڻ سان انسان هر هر غلطيون ۽  ڪرڻ ڪان بچي ويندو آهي اگر اوهان غور ڪيو تہ اسان جي زندگي ۾ اسان اهڙيون ڪوڙساريون عادتون اختيار ڪيون آهن جيڪي اسان جي لاءِ بار هونديون آهن.جيڪي اسان جي مقصد ۽ ترجيحن ڪي ڪندڻ جي سيج ٻڻائي ڇڏيندا آهن ڪاميابي جي لاءِ ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ سڀ ڪان پهريان پنهنجن غيرضروري ۽ بي بنياد عادتن ڪان انڪار ڪيو انهن عادتن ڪي پنهنجو ڪيو جيڪي اوهان ڪي واضع  چونڊ ڪرڻ ۽ پوءِ ان تي عمل ڪرڻ لاءِ مددگار ثابت ٿئي جيڪڏهن اوهان اهڙن ماڻهن يا شين ڪي زندگي ۾ موقعو ڏيندا آيا آهيو جيڪي وقتن اوهان ڪي احساس ڪمتري جو شڪار ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿيون تہ پهريان اهڙن شين يا ماڻهن ڪي پنهنجي ترجيحن ڪي مٽايو ڪيو پنهنجي آس پاس جو ماحول مثبت رکڻ جي ڪوشش ڪيو اها اوهان ڪي اڳيان وڌڻ ۾ حوصلو ڏيندو اوهان ڪرندو تہ اهو سنڀالي وٺندو.

اهو سڀ بار جنهن جي ضرورت ۽ اهميت نہ دنيا ۾ ۽ نہ وري آخرت ۾ هوندي آهي اها اسان جي منزل ڪي تائين ويندڙ رستي ڪي ايترو نہ منجهائيندڙ  ڪندو آهي جو اسان مان اڪثر ماڻهو اڳيان هار مڃي ۽ ناڪامي ڪي پنهنجو مقدر سمجهي ويهي رهندا آهن جيڪڏهن اهو بار پاڻ تان لاهجي تہ نہ صرف رستو سولو ٿي ويندو آهي پر منزل بہ ويجهو ايندي محسوس ٿيندي آهي ڪامياب لوڳ پنهنجو وقت بنامطلب جون ڳالهيون ۽ عادتن تي ناهن وڃائيندا انهن ڪي

ايترو ئي وقت ناهي هوندو جو قسمين قسمين ماڻهن جون ڳالهيون ٻڌي انهن کي جواب ڏين يا پنهنجو صفايون پيش ڪندا رهن جيڪو وقت ناڪام ماڻهو انهن سڀني تي وڃائيندو آهي ان ئي وقت هڪ ڪامياب شخص ماڻهن جي ڳالهين کي نظر انداز ڪري ڪنهن مثبت ڪم ڪرڻ کي ترجيح ڏيندا آهن .

ڪجهه وقت پهريان مونکي ڪنهن ضروري ڪم سان اسلام آباد کان پشاور وڃڻو پيو موٽروي ذريعي وڃڻو پيو مان سوچيندو رهيس ته ناڪام ۽ ڪامياب ماڻهن جي زندگي به موٽروي تي هلندڙ گاڏين جيان آهي. جتان ڪامياب انسان ملسل پنهنجي منزل تي نظر رکي اڳيان وڌندو ويندو آهي ڏکيائين جو حل ڳولهيندو ويندو آهي پر ناڪام ماڻهو هر ايندڙ اسٽاپ تي ڪڏهن چانهه، ڪڏهن ڪافي پيئندي، ڪڏهن اخبار پڙهندي، ڪڏهن لوٽا هڻندي، حوال هڻڻ ۾ ويهي ويندو آهي. ۽ پوءِ هڪ وقت ايندو آهي جڏهن خدا نه ڪري حالات خراب ٿي ويندا آهن ته ڪامياب شخص پنهنجي مسلسل ڪوشش ۽ محنت سان منزل تي پهچي چڪو هوندو آهي ۽ ناڪام شخص ڪنهن اسٽاپ تي پريشاني جي عالم ۾ هٿ مهٽيندو وينو هوندو آهي هتي هڪ قسم انهن جو به آهي جيڪي مسلسل محنت سان موٽروي تي گاڏي هلائي رهيا هوندا آهن پر منزل جي بي خبر ڪري ان جي رفتار قدرڏمي آهي اهڙا ماڻهو اسان جي سماج اندر وڏي تعداد ۾ موجود آهن جيڪي خواب ڏسڻ وارا آهن ۽ محنت ڪرڻ وارا آهن پر منزل جي چونڊ ۽ مقصد جي گهٽتائي انهن جي خواب ۽ محنت تي پاڻي هاري ڇڏيندي آهي. هي اهو رتبو هوندو آهي جڏهن انسان پهريون دفعو شڪ ۽ وهم جو شڪار ٿيندو آهي پوءِ ماڻهن جا آواز انهن جو ڳالهيون ٻڌڻ پنهنجي پاڻ لاءِ وضاحتون پيش ڪندي ان ۾ گم ٿي ويندو آهي.

ياد ڪريو! ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ تان غيرضروري بار هٽائي منزل طئي ڪيو۽ پوءِ ان منزل طرف وڌندي پنهنجي سڀني صلاحيتن کي استعمال ۾ آڻيو اهو ئي ڪاميابي جو راز آهي.

# سڀاڻي نہ اڄ انشا الله

حضور اڪرم صلي الله عليہ والہ وسلم فرمائي ٿو تہ: پنجن شين کي پنجن کان پهريان غنيمت سمجهو زندگي کي موت کان پهريان,تندرستي کي بيماري کان پهريان, واندڪائي کي مصروفيت کان پهريان, جواني کي پيڙهي کان پهريان, مالدار کي فقير کان پهريان.

الله تعالي انسان کي بيشمار نعمتن سان نوازيو آهي جنهن جي سرفهرست ۾ وقت ۽ صحت آهي وقت انساني زندگي جو اهو قيمتي اثاثو آهي جيڪو شروع کان هميشہ تائين هر انسان کي برابر بنا ڪنهن فرق جي عطا ڪيو ويو آهي. اهو وقت جو ئي استعمال هوندو آهي جيڪو ڪنهن بہ انسان جي زندگي سڌارڻ يا بگاڙڻ جو اختيار رکندو آهي اڄ اسان پنهنجي معاشري ۾ نظر ڦيرايون تہ اسان کي اندازو ٿيندو تہ اسان مان اڪثريتي ماڻهو پنهنجو وقت ضايع ڪرڻ مصروف آهن. اسان کي اهو احساس ئي ناهي تہ اسان کي هر ايندڙ ڏينهن موت جي ويجهو ڪري رهيو آهي گويہ اسان ناڪامين جي ڏاڪڻين تان لهندا پيا اچون اگر ڪڏهن غلطي ۾ يا معجزاتي طور اسان کي اهو احساس ٿي وڃي تہ اسان ڪٿي بيٺل آهيون اسان ڇا حاصل ڪيو ڇا وڃايو اسان اڳيان ڪهڙي طريقي وڌي رهيا آهيون تہ اسان کي پنهنجي اصلاح جي هڪ اميد نظر اچي ويندي آهي جنهن سان اسان ۾ پاڻ کي تبديل ڪرڻ جو هڪ جذبو پيدا ٿيندو آهي اسان بهتر پڪي وارا خواب سجائيندا آهيون محنت ڪرڻ جو عزم ڪندا آهيون. ۽ پوءِ انهن سڀني سٺين سوچن تي عمل جو ارادو ڪندي پاڻ سان مخاطب ٿي پاڻ چوندا آهيون. "سڀاڻي کان انشاءُالله"

ڪامياب زندگي جي سفر جو اهم ڏاڪو تہ اهو آهي تہ اوهان پاڻ سان مخاطب ٿي چئو تہ : "سڀاڻي کان نہ اڄ کان بہ نہ پر هن مهل سان ئي انشاءُالله"

مان هر ايندڙ ڏينهن ان جو تجربو ڪندو آهيان تہ اسان وٽ ماڻهو خواب ڏسندا آهن محنت جو ارادو ڪندا آهن عزم ڪندا آهن تہ سڀاڻي کان ڦلاڻو

ڪم ڪنداسين سياڻي ڪان محنت ڪنداسين سياڻي ڪان جدوجهد ڪنداسين پر اها سياڻي سياڻي ڪڏهن ناهي ايندي. مان سمجهان ٿو اهي ماڻهو موت ڪان بہ ان لاءِ ڊڄندا آهن ڇو تہ انهن پنهنجا اڪثر ڪم سياڻي تي رکيا آهن اڪثر اوهان ٻڌو هوندو اهڙي ڪنهن شخص کي جڏهن چيو ويندو آهي تہ نماز جي پابندي ڪيو توبہ استغفار ڪندا ڪيو ٻارن سان وقت گذاريو ماءُ پيءُ کي وقت ڏيو پنهنجي صحت تي ڌيان ڏيو ورزش ڪندا ڪيو ايتري تائين چوندو تہ روز پنهنجي پاڻ پرک (محاسبو)ڪندا ڪيو تہ جواب ملندو آهي . انشاءُالله سياڻي ڪان ڪنداسين.

اڄ اسان جي معاشري ۾ ڪا شي سڀ ڪان وڏيڪ بيقدري جو شڪار آهي تہ اهو وقت آهي.اها بيقدري ۽ بي شڪري ايتري حد تائين وڌي وئي آهي جو هاڻ ان کي برو سمجهڻ جي بہ تڪليف ناهي ڪئي ويندي. اسان ڪلاڪن جا ڪلاڪ فون تي ڳالهائيندي دوستن سان هوٽلن تي بي مقصد ويهي ٻين مان عيب ڪيندي تنقيد ۽ نڪتہ چيني ۽ گلا ڪندي سوشل ميڊيا تي هرويرو اسڪرولنگ ڪرڻ ۾ وقت ذيان ڪري ڇڏيندا آهيون. پر افسوس جڏهن سنو ڪم ڪرڻ جو وارو ايندو آهي تہ اسان سياڻي ڪان ڪنداسين انشاءُ الله جا ورد شروع ڪندا آهيون. نوجوان قوم جو مستقبل هوندا آهن ۽ اسان جي نوجوان جن کي اڄ صحت سان نوازيو ويو آهي سياڻي خدا ڄاڻي! ڪيئن اڳيان وڌي سگهندا. ڪهڙن مرضن جو جو شڪار هوندا اڄ مالدار آهن سياڻي نہ ڄاڻ ڪهڙن حالتن جو شڪار هوندا. ان لاءِ جيڪو ڪرڻو آهي هاڻ ڪيو جيڪو ڪم ڪرڻو آهي جيڪو ڪمائڻو آهي جيڪي بہ فائدا ڪٽڻا آهن هاڻي ڪري وٺو اهو ئي ڪاميابي جو راز اٿو ٻي صورت ۾ سياڻي اسان کي پڇتاء علاوه ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيندو .

منهنجي نظر ۾ ڪاميابي تہ اها آهي موت مٿان هجي ۽ توهان کي ڪو بہ خوف ۽ پڇتاء نہ هجي توهان ڪلندي موت کي پنهنجي پاڪر ۾ پريو توهان کي اهڙي طرح فتح ڪيو جو مرڻ تائين اوهان کي پاڻ تي ۽ پنهنجي زندگي تسلي هجي. الله کي منهن ڏيکارڻ جي قابل هجو.

## اهو ڪيئن ممڪن آهي ؟

يقين ڪيو ان مان ڪجهه ناممڪن ناهي.اها حقيقي ڪاميابي ممڪن آهي بس اسان کي وقت جو صحيح استعمال ڪرڻ جي ضرورت آهي .

زندگي ۾ سياڻي انشاءَالله چوڻ بجاءِ اڄ بلڪ هاڻي انشاءَالله چئي ڪري پنهنجي مقصد لاءِ محنت جي آغاز ڪرڻ جي ضرورت آهي .

يقين ڪيو پوءِ اهي اوهان ئي هوندو پڇتاء بغير سڪون ۽ تسلي واري زندگي گذاري سگهندو ۽ کلي ڪري موت کي پنهنجي ڀاڪر ۾ ڀرڻ جي لاءِ تيار هوندو.

مان ڏٺو آهي تہ زندگي ۾ شڪست کاڌل ماڻهو پنهنجي ارادن ۾ ڏاڍا ڪمزور هوندا آهن. اهي پنهنجن عادتن پنهنجي عزمن ۽ پنهنجي فيصلن ۾ ثابت قدم ناهن هوندا. توهان کي انهن سڀني ۾ اڄ جو ڪم سڀاڻي ڪرڻ جي عادت برابر شريڪ ملندي سڀاڻي بہ اهڙي سڀاڻي جيڪا ڪڏهن بہ اچڻ جو نالو نٿي وٺي اوهان انهن ۾ ثابت قدمي جي گهٽتائي ڏسندو. سڀاڻي تي انهن جو ڀروسو ڏاڍو پڪو آ پر ڀرائي جو شڪار هوندو. ڇاڪاڻ تہ اهي هي سوچيندا آهن تہ اهي سڀاڻي ڪجهہ ڪندا پر ڇا ڪندا ان سوچڻ واري عمل کي بہ سڀاڻي تي ڇڏيندا آهن. يقين ڪيو سڀاڻي ڪڏهن بہ نہ ايندي. اها جيڪا سڀاڻي واري سوچ آهي نہ اها ڪاميابي جي رستي ۾ اڀي ديوار بڻيل آهي سڀاڻي جو مطلب سستي آهي ۽ سستي وري اسان جي ڪامياب مستقبل جي وڏي ۾ وڏي دشمن آهي جيڪڏهن اڄ توهان پنهنجي عزم کي مضبوط ڪندي ڪجهہ نٿا ڪري سگهو تہ سڀاڻي جڏهن اوهان جي حوصلن ۾ اها طاقت باقي نہ رهندي تہ تڏهن اوهان ڪجهہ ڪيئن ڪري سگهندو؟ اهو سڀاڻي جو لفظ هڪ دوکو آ مڪاري آ ۽ اسان سڀ ان ڳالهہ کي چڱي ڄاڻيندي بہ ان مڪاري جو شڪار آهيون توهان ڪڏهن قبرستان وڃو ۽ اتي ڏسو تہ اتي ڪيترائي اهڙا جوان ۽ پوڙها دفن ٿيل آهن جن کي پنهنجي زندگي جا ڪوڙ ڪم سڀاڻي ڪرڻا هئا اهي سڀئي سڀاڻي

اڄڪلهہ ڪان اڳ متي ۾ ليپيٽجي ويا اهي اڄ بہ پنهنجي هٿن سان برباد ڪندڙ زندگي لاءِ خدا آڏو جوابدار آهن ۽ دنيا ۾ ماڻهو انهن کي ياد ڪرڻ جي تڪليف هرگز نٿا ڪن.

ڇا توهان ڪڏهن سوچيو آهي تہ دنيا ۾ ڪيترا ماڻهو روزانو مرن ٿا؟ ۽ انهن مان ڪيترا اهڙا هوندا آهن جن کي ياد ڪيو ويندو آهي؟ جن لاءِ دعائون گهريون ۽ قل پڙهيا ويندا آهن؟ ۽ ڪيترا اهڙا ماڻهو آهن جن جي مرڻ کان پوءِ کيس ايئن وساريو ويندو آهي جڻ اهي هن دنيا ۾ آيا ئي نہ هئا؟ اهي انگ اکر اوهان جون اکيون کولڻ لاءِ ڪافي آهن.

ايڇ جيڪسن جونيئر پنهنجي فلسفي کي انتهائي خوبصورتي سان هن ريت چيو آهي تہ:

ايندڙ وقت جي لاءِ بهترين تياري اها آهي تہ اڄ پنهنجي طرفان ڪا ڪمي نہ ڇڏيو".

يقين ڪيو ايندڙ زمانو انهن جو آهي جيڪي ماضي ۾ ڪيترن ئي غلطين مان سکي ڪري حال ۾ محنت ڪن ٿا ۽ پنهنجي خوابن تي يقين رکن ٿا جڏهن نہ وقت جو ڪيو آهي تہ گذري ويندو ۽ اسان بس وڃنا دنيا ۽ آخرت جو نقصان ڳڻيندا رهجي ويندا سين.

■

## خود اعتمادي جو نتيجو

چيو ويندو آهي ته ماءُ هنج ۾ انسان جي پهرين درسگاهه هوندي آهي انسان ننڍپڻ ۾ سڀ کان گهڻو سکندو آهي. ننڍپڻ ۾ والدين جا پڙهايل سبق سڄي عمر نه رڳو ياد رهندا آهن پر اسان جي شخصيت تي به اثرانداز ٿيندا آهن جيڪڏهن زندگي جو مقصد ننڍپڻ ۾ ئي مقرر ڪيو وڃي ته ان لاءِ ٻج ڊور ۾ آساني پيدا ٿي پوندي آهي ان کي حاصل ڪرڻ جو تڙپ اوهان کي ننڍپڻ ۾ ئي ڪامياب ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيندي آهي ۽ اها تڙپ وقت سان گڏ ايتري ته مضبوط ٿي ويندي آهي جو توهان کي زندگي جي سفر ۾ ڌيان جو مرڪز رکڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندي آهي. توهان کي زندگي جو ملڻ تي ئي سڪون ايندو، توهان ٿڪجندا ناهيو رڪجندا ناهيو ماڻهن جون بي بنياد ڳالهين کي دل ۾ جاءِ ناهيو ڏيندا، حوصلا ڪمزور ٿيڻ ناهيو ڏيندا.

مونکي اڄ به ياد آهي ته مان ڳوٺ جي هڪ پرائمري اسڪول ۾ پڙهندو هئس هي ان دور جي ڳالهه آهي جڏهن اسڪول ۾ ٻار پلاسٽڪ جو تڏو پاڻ سان گڏ کڻي ويندا هئا سڀ ٻار اهو ڪڏو زمين تي وڇائي ان تي ويهي پڙهندا هئا. ۽ روزانو ان کي صاف ڪري اسڪول بيگ ۾ رکي واپس کڻي ويندا هئا مان به جڏهن اسڪول کان گهر ايندو هئس ته سڀ کان پهريان اسڪول بيگ مان تڏو ڪڍي امان کي ڌوائڻ لاءِ ڏيندو هئس امان منهنجي اها عادت ڏسي مونسان پيار ڪندي هئي ۽ منهنجي مٿي تي هٿ گهمائي يقين سان چوندي هئي ؛ پٽ تون وڏو ماڻهو ٿيندي امان اها ڳالهه روز چوندي هئي ۽ مان ان ڳاله کي هميشه مزاق سمجهي چوندو هئس ته وڏا ماڻهو ته سڀ ٿي ويندا آهن ۽ اهو چوندي امان جي سامهون شهپر وٽندي هٿ کولي کلندو هئس.

ڳوٺ ۾ رواج هو ته ماڻهو ڇتن يا کليل اڱڻ تي کٽون رکي سمهندا هئا گرمين ۾ سيني کان پکي جي سامهون واري کٽ ملڻ سان ڄڻ دنيا جي سڀ کان وڏي خوشي محسوس ٿيندي هئي مان به پنهنجي گهر جي اڱڻ تي چار

پائرن کي ڏسي ان ضد ۾ هوندو هئس تہ مونکي بہ پکي واري کٽ تي سمهڻو آهي. رات جو کٽ تي سمهندي کليل آسمان کي ڏسندو هئس مونکي آسمان تي تارا چمڪندي ڏاڍا خوبصورت لڳندا هئا. هڪ رات معمول جيان آسمان ۾ چمڪندڙ تارا ۽ چنڊ ڏسڻ ۾ مصروف هئس تہ اچانڪ امان جي ڪنگڻ جو ڇڻڪو ڪنن ۾ پيو تہ مان اچانڪ اٿي ويهي رهيس امان کان خيريت معلوم ڪرڻ بعد ان کان پڇيم تہ امان مان وڏو ماڻهو ڪڏهن ٿيندس؟ امان ڏاڍي شفقت ۽ ڏيان سان مونکي ٻڌي رهي هئي. ان کان پهريان جو امان جواب ڏئي مان ٻيو سوال بہ مٿان رکيو جيڪو منهنجي دل ۾ هو تہ امان آخر وڏو ماڻهو ڪيئن هوندو آهي؟

امان جي نرم مٺي لهجي ۾ چيو تہ پٽ وڏو ماڻهو چمڪندڙ تاري جيئن هوندو آهي. چمڪندڙ تارو چمڪندڙ تارو اهو هوندو آهي پنهنجي لاءِ ۽ دنيا لاءِ. اهو محبت ڪرڻ وارو هوندو آهي محنت ڪندو آهي ۽ ان سان پوري دنيا کي روشن ڪندو آهي امان جي ڳالهاين مان يقينن پاڻ تي يقين چڙهندي ڏسان پيو ان جي لهجي ۾ عزم هو هڪ خواب هو ڀروسو هو اها ان عزم سان پيار ۾ مونکي چئي رهي هئي تہ.

پٽ تون تارو آهي توکي چمڪڻو آهي جهان ۾.

امان جون اهي ڳالهيون منهنجي دل ۽ دماغ ۾ گهر ڪري ويون هيون امان نندپڻ ۾ ئي مونکي اهڙو يقين ۽ پڪو ڀروسو ڏنو هو جو مان ان يقين جي سهاري زندگي جي هر ڏکيائي سان مقابلو ڪرڻ لاءِ تيار هئس. مونکي يقين هو تہ مان تارو آهيان چمڪندڙ تاري جيان نہ صرف پاڻ کي چمڪڻ آ پر ان پوبان ڪيترن ئي ماڻهن کي ان جي روشني پهچائڻي آهي. امان جون اهي ڳالهيون منهنجي زندگي جو اهڙو سهارو بڻيون جو انهن مونکي همت هارڻ نہ ڏني . مونکي حالتن اڳيان جمي بيهڻ سيکاريو. پاڻ تي يقين منهنجي سڀني مشڪلاتن کي پوبان ڪري مونکي ڪاميابي عطا ڪئي . هتي هڪ ٻي ڳالهہ بہ ٻڌائيندو هلان تہ مان نہ ڪنهن زميندار گهراڻي جو ٻار هئس نہ ئي

وڏو اڪابر هئس مون ۾ هڪ شي "خود يقيني" هئي جيڪا منهنجي ماءُ جي ڏنل هئي.

هيءِ انهن ڏينهن جي ڳالهه آهي جڏهن مان ميٽرڪ ۾ هئس امتحان ٿيا ڏسندي ڏسندي نتيجن جون ڏينهن به اچي ويو مان بايو سائنس جو شاگرد هئس رزلٽ ڏٺي ته هوش ئي اڏامي ويا ڇاڪاڻ ته مان بائيولوجي ۾ فيل هئس ان کان پهريان پڙهائي ۾ گهڻو هوشيار نه سهي پر فيل به نه ٿيو هئس رزلٽ ڏسڻ کان پوءِ خوف ۽ شرمندگي جي ڪري ڪنڌ جهڪائي گهر آيس مونکي وڏي شرمندگي هئي ته امان بابا کي ڪهڙو جواب ڏيندس. گهر اچڻ سان ئي بابا پاڻ وٽ گهرايو. مونکي ڏسندي چيائين : جي پٽ ڇا ٿيو تنهنجي رزلٽ جو؟ مان جيڪو پهريان ئي شرم ۾ ٻڏي رهيو هئس ڏڄندي ڏڄندي ٻڌائڻ شروع ٿي ويس ته بابا اردو انگريزي رياضي وغيره ۾ ته سٺن نمبرن ۾ پاس ٿيو آهيان پر بائيولوجي ۾ سپلي لڳي وئي آهي.

بابا سواليه انداز سان ڏسندي پڇيو ته آخر سبب ڪهڙو هو جو بائيولوجي ۾ فيل ٿي وئين؟ مان بابا جي سامهون ڪنهن مجرم جيان پنهنجي بيڏوهي ثابت ٿيڻ لاءِ چوڻ لڳس ته جنهن ڏينهن بائيلوجي جو پيپر هو ان ڏينهن منهنجي طبعيت خراب هئي. ۽ بائيلوجي لاءِ ٽوشن نه ورتي هئي انڪري فيل ٿي ويو .

بابا منهنجي ڳالهه ٻڌي ۽ پوءِ غور سان ڏسندي چيائين ته پٽ منهنجي ڳالهه ڌيان سان ٻڌ ته جيڪڏهن فيل ٿيو آهين ته ڪا ڳالهه ناهي ناڪامي اها ناهي ته تون فيل ٿيو آهين ٻيهر محنت ڪري پيپر ڏي پاس ٿي ويندي پر ناڪامي اها آهي ته ناڪامي تي  بهانا ڳولي رهيو آهين.

ناڪام اهي ناهن جيڪي فيل ٿي وڃن پر ناڪام اهي آهن جيڪي فيل هجڻ تي ڊڪ ڊڪي رهيا هجن . ناڪام ماڻهو پنهنجي ناڪامي تي هميشه جذبو وڃائي ويهندا آهن  ڪنهن مقدر جي لڪئي جو ليک سمجهندي ڪنهن حالت تي سڄو الزام هڻندا آهن اهو ئي سبب هوندو آهي پوءِ اهي

ماڻهو ناڪامي اڳيان هٿيار ڦٽا ڪيون هوندا آهن ۽ پوءِ زندگي ۾ ڏوراپا ۽ شڪايتون پيا ڪندا آهن.

انهن جي برخلاف اهي ماڻهو جن ۾ ڪامياب هجڻ جو ترپ هوندي آهي اهي پنهنجون غلطيون مڃيندا آهن انهن مان سکندا آهن ۽ اڳيان وڌندا آهن ڪامياب ماڻهو ناڪامين تي دليل ناهن ڳوليندا اهي انهن کي قبول ڪندي جلدي بهتر ڪندا آهن . امان جو هڪ هڪ جملو منهنجي دماغ ۾ ڪنهن تحرير لکت خط جيان لکيل آهن بابا جي ڳالهه ته" ناڪامي جو اعتراف ڪري وري محنت ڪر" مونکي ڪاميابي جو راز سمجه ۾ اچي ويو هو هيءَ ئي اها ڳالهه هئي جنهن مونکي زندگي ۾ ناڪامين کي قبول ڪرڻ سيکاريو ۽ پوءِ ان رستي تي هلندي مان ان قابل ٿيس ته الحمد الله اڄ پي ايڇ ڊي PHD جي ڪوشش ۾ آهيان.

منهنجي ان خوداعتماديءَ پوري زندگي منهنجو سدائين ساٿ ڏنو مونکي همت ڏني اڳيان وڌڻ جو حوصلو ڏنو مونکي اهو ڏينهن به ياد آهي جڏهن مان گريجوئيشن لاءِ سڄو سڄو ڏينهن يونيورسٽي ۾ پيو ڦرندو هئس يونيورسٽي جو هڪ پراسپيڪٽس 500 جو هوندو هو مان پٽ سٽ ڪري پراسپيڪٽس وٺي يونيورسٽين جا فيسن جا حساب ڪندو گهر ايندو هئس مونکي اهي خرچ پورا ڪرڻ جو ڪو به وسيلو موجود نه هو انڪري منهنجي تعليمي سال جو هڪ ضايع ٿي ويو ڪنهن مونکي پنهنجي تعليم نه ڇڏڻ جي صلاح ڏني ته مونکي اهو ٿي چو ته اڳيان تعليم ۾ ڇا رکيو آهي ڪرڻي ته وري به نوڪري آهي هي اهو وقت هو جڏهن مون پاڻ کي مضبوط ڪيو انهن ماڻهن جي ڳالهين تي نه ڪن ڏنو نه وري حالتن تي ڇڏيو ان وقت مون پاڻ سان واعدو ڪيو ته ڏينهن رات محنت ڪندس پر تعليم نه ڇڏيندس مان هڪ مقامي پارڪ ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ۽ داخلائون جاري ٿينديئي داخلا ورتي هاڻ مان ڏينهن جو ڪم ۽ رات جو پڙهندو هئس ان ڏکئي وقت ۾ منهنجي پاڻ تي يقين منهنجا هٿ پڪڙي ڪاميابي جو خوشخبري ٻڌائيندي هئي جنهن سان

منهنجي همت ۽ منهنجو حوصلو وڏيڪ وڌندو هو مان زندگي ۾ ڪيترا دفعا ئي ڪريس، ٿاٻڙيس، ڪيترائي دفعا ناڪام ٿيس پر مونکي پنهنجي پيءُ جو سکايل سبق پنهنجي هر غلطي کي تسليم جو حوصلو ڏيندي هئي اڳيان وڌندو سکندو ويس مان ڪيترائي دفعا هارائي ناڪامين جو سامهون ٿيس پر بجاءِ پاڻ کي زميوار قرار ڏيندي پنهنجي غلطين کي قابو ڪيو پر وري دل ۽ چاهه سان ڇمي پيهر محنت ڪندو رهيس.

ڪامياب ماڻهو ناڪامين سان ناهه ناهن ڪندا انهن کي بس اڳيان وڌڻ جي هوندي آهي زندگي جو اهو راز اهو فلسفو جيڪو سمجهي ويو ان کي ڪامياب ٿيڻ کان ڪير نٿو روڪي سگهي.

▪

# با ادب بانصيب بي ادب بي نصيب

اچن وارن واري (پوڙهي) عالم حافظ عادل باشاهه جي عزت ڪرڻ تعظيم خداوندي ۾ شامل آهي. (حديث قدسي)

ادب ۽ اخلاق ڪنهن به قوم جي بنيادي قانونن ۽ ضابطن جي اخلاقي ترجماني ڪندو آهي انسان جي تاريخ تي فڪر ڪيو وڃي ته اندازو ٿيندو اخيلاقيات ۽ روين کي بهترين بهترين انداز ۾ پيش ڪرڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ جو ايوارڊ اسلام ڏانهن وڃي ٿو دنيا ۾ موجود قومن اڄ جيڪو به ادب اخلاق پنهجو ڪيو آهي اهو ڪٿان نه ڪٿان اسلام مان سکيل آهي. هي دين اسلام هر ڪنهن ننڍين وڏن پنهنجي پراين جانورن وڻن مطلب ته دنيا ۾ موجود هر جاندار سان اخلاق ۽ انصاف ڪرڻ جي هدايت ڪري ٿو. بحيثيت اڪثريتي ڏٺو وڃي ته ڪو به اهڙو انسان جيڪو ادب ۽ اخلاق کان دور هجي اهو نه هن دنيا ۾ مقام حاصل ڪري سگهي ٿو ۽ نه ئي اڳئين جهان ۾ ان عزت جي اميد سان وڃي سگهي ٿو.

ادب جو ذڪر نڪري ته ننڍا وڏا پنهنجا پراوا جانور وڻ ميوا مطلب ته سڀ جو سڀ انسان جي ادب جا حقدار ٿين ٿا. پر انهن ۾ اوليت اسان کي والدين ۽ رت جي رشتن کي حاصل آهي الله تعالي قرآن ۾ هر هر والدين سان سٺو ورتاء ڪرڻ سان گڏ حڪم ڪري ٿو ته:

"تنهنجي پالڻهار حڪم ڪيو آهي ته ان (الله) کان سواءِ ڪنهن کي نه پوڄيو ۽ پيءُ سان ڀلائي ڪريو جيڪڏهن تو وٽ انهن ٻنهين مان هڪ يا اُهي ٻئي ٻُڍاپڻ کي پهچن ته تون کين اُف به نه چؤ ۽ نه اُنهن کي ڇڙٻ ڏي ۽ انهن سان اَدَب جي ڳالهه ڪر ۽ انهن جي اڳيان شفقت سان عاجزي ڪري ڪنڌ نِماءُ. ۽ چؤ ته اي منهنجا پالڻهارا انهن ٻنهن تي رحم ڪر جيئن انهن ٻنهين مونکي ننڍي هوندي پاليو.

(سورة بني اسرائيل آيت 23۽ 24)

منهنجي ماءُ ننڍپڻ ۾ ئي اها ڳالهه منهنجي ذهن ۾ ويهاري ڇڏي هئي جڏهن به الله تعالي ڪنهن انسان مان خوش هوندو آهي ته ان کي ادب جي خاصيت عطا ڪندو آهي مونکي اڄ به اهو ڏينهن ياد آهي جڏهن اسڪول دوران گرمين جي موڪلن ۾ امان سان گڏ ناني وارن ڏانهن موڪلون گذارڻ ويس نانيء سان ڪنهن ڳالهه تي ناراضگي سبب بغير ڪجهه سوچڻ سمجهڻ جي مان ناني کي نامناسب لفظ چيا. امان اهو سڀ ڪجهه ڏسي رهي هئي ۽ مونکي چيائين علي پٽ! الله پاڪ توکان ناراض ٿي چڪو آهي ڇو ته اهو بي ادب ماڻهن کي پسند ناهي ڪندو۽ مونکي افسوس آهي ته تون به انهن بي ادب ماڻهن ۾ شمار ٿي وئين. امان جا اهي لفظ مون مٿان بجلي جيان اچي ڪريا. امان خاموش هئي ۽ ناني ڪاوڙيل هئي ۽ الله تعالي به مونکان ناراض هو اها سوچ مونکي ڏاڍو بيقرار ڪري رهي هئي ته مونکي بي ادبن ۾ شمار ڪيو پيو وڃي مان ان رات زاروقطار روئندو رهيس الله کان معافي ورتي ۽ ناني کي پرچايم وري امان کي وڃي ڳلي لڳايم سيني کان معافي وٺندي دل کي ڪجهه تسلي ملي پر لڙڪ هئا جو رڪجڻ جو نالو ئي نه پيا وٺن. مان امان کان بار بار هڪ ئي ڳالهه پڇڻ لڳس ته ڇا الله به مونکان ناراض آهي امان مونکي پيار ۾ پنهنجي آغوش ۾ آڻيندي چيو نه هاڻي الله تعاليٰ ناراض ناهي اهو توسان راضي ٿي ويو آهي پر هڪ وهم هو جيڪو هر هر مونکي امان کان اهو پڇڻ تي مجبور ڪري پيو ته امان کي ڪيئن خبر ته هاڻ الله ناراض آهي؟ امان ان وٺ خوبصورتي سان منهنجي وهمن کي ختم ڪندي چيو ته پٽ با ادب ماڻهو نياز ۽ نوڙت وارا هوندا آهن بلڪل ايئن جيئن ميوي وارو وڻ هوندو آهي ان لاءِ الله انهن کي جيڪا به هدايت ڏيندو آهي اهي عاجزي سان وڃي ڪندا آهن . امان جي اها ڳاله ۾ ذهن ۾ رکي اڄ به هر موقعي تي هر جاء تي عاجزي تي ترجيح ڏيندو آهيان. منهنجي سچي دل سان توبه ڪرڻ يان انهن سيني کان معافي وٺڻ شايد رب کي قبول ٿي ويو هو. ۽ ان مونکي بيهر زندگي ۾ بي ادب ماڻهن جي فهرست ۾ شامل ٿيڻ کان بچائي ڇڏيو.

جيڪڏهن ڳالهه ڪئي وڃي سيني انسان جي ته هي خوبي الله تعالي هميشه پنهنجي ويجهن پيارن ٻانهن کي ڏيندو آهي دنيا جي تاريخ اهڙن ماڻهن سان ڀري

پئي آ جن خلق خدمت جو رستو اختيار ڪيو ۽ ان عادت کي ڪاميابي جي بلندين تي اچي پهچايو. انسانيت جو خدمت اهو عمل آهي جيڪو ڪنهن به انسان کي نه صرف دنيا پر اڳئين جهان ۾ به ممتاز بڻائي ڇڏي ٿو. اڄ اسان ڏسون ٿا ته ادب ڪيئن اسان جي معاشري ۾ اٿلپ ٿي ويو آهي. ۽ ان سان گڏ ڪامياب ماڻهن جو انگ به نه هجڻ برابر آهي . مان دنيا جي ڪامياب ماڻهن کي پڙهڻ ۽ سکڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان۽ اهو ڏسي حيران ٿي ويندو آهيان ته جن دنيا ۾ ڪاميابي جا جهندا کوڙيا اهي پنهنجي زندگي ۾ ڏاڍا عاجز ۽ باادب رهيا آهن. ان جي برعڪس اڄ جي نوجوانن کي ڏسان ٿو ته ڏاڍو ڏک ٿو ٿئي هر ايندڙ ڏينهن اسان جا نوجوان سوشل ميڊيا تي پنهنجي بزرگن استادن ۽ ٻين سان ايڊوانچر جي نالي تي ٿيندڙ تمام غيرمهذب ۽ غيراخلاق رويو اسان جي لاءِ الميو آهي. ڳالهه ايتري وڏي وئي آهي جو اڄ جو استاد اگر پنهنجي شاگرد کي ڪنهن ڳالهه تي ڳالهائي ته شاگرد استاد کي هٿ کڻڻ کان باز نٿو اچي. هڪ وقت هو استادن ۽ والدين جي عزت اهڙي هوندي هئي اگر هڏيون به پيجي ڇڏيندا هئا ته وات مان هڪ لفظ نه نڪرندو هو سپ هئا جو ادب ۾ بند ويندا هئا ۽ ان جو نتيجو اسڪول مان نڪتل هر ٻار اعليٰ اخلاق ۽ ڪردار جا مالڪ هوندا هئا زندگي ۾ ڪاميابي انهن جا قدم چمندي هئي

ڪجهه عرصو پهريان هڪ ٽرينگ جي حوالي سان مان لاهور ۾ موجود هئس ميزباني جي طرفان منهنجي رهائش جو انتظام لاهور جي هڪ مشهور هوٽل ۾ ڪيو ويو هو بنيرن وقت مان هوٽل تي پهچي پنهنجي ميزبان جو انتظار ڪري رهيو هئس ته هڪ بزرگ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو منهنجي والد صاحب جي عمر جو هڪ بزرگ هٿ ٻڌي مونکان ڪاڏي جو آرڊر وٺڻ لاءِ بيٺو هو.منهنجي ماءُ جو سيڪاريل ادب مونکي شرم ۾ ٻوڙي رهيو هو. مان ايئن ويٺس بس ڪجهه به نه مهرباني چئي اتان اٿي ويس. منهنجو تعلق هڪ عام پاڪستاني گهراڻي سان آهي جنهن ۾ بزرگن جي عزت هي شي کان رکي ويندي هئي بزرگ جيڪڏهن کٽ تي ويٺل هوندو ته ان جي مٿيئين پاسي کان ويهڻ بي ادبي تصور ڪئي ويندي هئي ان جي برعڪس اوهان اڄ جا نوجوان نسل ڏسندو ته زندگي ۾

لاپرواهي جو شڪار اسان جو نوجوان بزرگن جو احساس ڪرڻ ٿو الڳ ڳالهہ پر انهن کي نفرت جي نگاه سان ڏسندي انهن سان بدتميزي وڏي ۽ مغرور آواز ۾ ڪاڏي جو آرڊر ڏيڻ ۽ انهن کان پنهنجي خدمت ڪرائڻ پنهنجو حق سمجهن ٿا.

ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ پنهنجي ذميوارين جو احساس ڪندي پنهنجي اندر ۾ ادب اخلاق جو لڇڻ پيدا ڪيو اسان کي ان سوچ جي ترغيب ڏيڻ جي ضرورت آهي تہ هر ڪامياب ۽ عظيم انسان جي پويان ان جو بهترين ڪردار هوندو آهي جيڪو ان ۾ ٻين کان وڌيڪ ممتاز ۽ ڪامياب ڪندو آهي باادب بانصيب خاصيت آهي ان ماڻهن لاءِ جن کي ٻنهي جهانن ۾ ڪاميابي ملندي آهي ۽ ان جي برعڪس بي ادب بي نصيب آهن اهي جنهن دنيا کي پنهنجو ڪيو ۽ اڳئين جهان ۾ منهن ڏيکارڻ جي لائق ناهن.

مان سمجهان ٿو تہ بحيثيت قوم اسان کي سدب سکڻ ۽ ان کي پنهنجو ڪرڻ جي ضرورت آهي اهو ئي اسان جي ڪامياب زندگي جو راز آهي.

ادب جو ڪاميابي سان ڪهڙو تعلق آهي؟

باادب بانصيب" ۾ انسان ڪاميابي جو راز دفن ٿيل آهي ڪاميابي ڪامل سطح تي باادب ماڻهن کي ئي حاصل ٿيندي آهي جيڪڏهن اسان ڪاميابي ۽ ناڪامي جا اصل سببن تي فڪر ڪنداسين تہ اسان کي خبر پوندي ادب ئي اها شي آهي جيڪا ڪنهن بہ انسان کي بلندي عطا ڪندو آهي تہ ڪنهن کي ناڪامي جي سمنڊ حوالي ڪندو آهي.

ڪامياب ماڻهو پنهنجو گهڻو وقت ٻين سان گڏ بهترين اخلاق جو مظاهرو ڪندي انهن مان سکڻ ۾ گذاريندا آهن. زندگي جا اهي سبق جيڪي ڪتاب اوهان کي نٿا سيکاري سگهن. انسان پنهنجي وڏن جي چند لمحن جي ڳالهين مان سکي وٺندو آهي ۽ اهڙو ممڪن تڏهن ٿي سگهندو آهي جڏهن انسان ادب جي اعليٰ معيار کي پنهنجو ڪري هر ننڍي وڏي بهترين واسطا ناهي رکي. ميون وارن وڻن کي ئي جهڪڻ زيب لڳندو آهي اڪڙ ڪرڻ تہ بنجر هجڻ جي نشاني آهي ڪامياب ماڻهو جي ڪاميابي ان جي آس پاس ان جا لاڳاپيل آهن.ڪامياب ماڻهو خوشحالي پسند طبعيت رکندڙ عاجزي پسند هوندو آهي.

جيڪو نہ صرف پاڻ پر پاڻ گڏيل سيني کي عزت جي نگاهہ سان ڏسندو آهي.
جدوجهد ڪندي ان کي پنهنجن جو ساٿ ان جو سهارو هوندو آهي. جيڪو ان
کي ڏکين حالتن ۾ بہ اڳيان وڌڻ جو حوصلو ڏيندو آهي. اعليٰ اخلاق ۽ ٻين
جي لاءِ سٺي سوچ جا نتيجا ناقابل يقين ڪاميابي هوندو آهي.

مان دنيا جي ماڻهن جو سڪسس اسٽوريز Success Stories پڙهڻ جو
شوقين آهيان منهنجي ڪوشش هوندي آهي تہ مان ماڻهن ۽ انهن جي عادتن مان
سکان پر مطالعو ڪندي اڪثر غور ڪندو آهيان تہ دنيا تہ مختلف حصن ۾
جن ماڻهن کي ڪاميابي ملي آهي تہ اهي ماڻهن ۾ عزت احترام ۾ ڪا ڪسر نہ
ڇڏيندا آهن ڪامياب ماڻهو پنهنجي ڪاميابي جا ذميوار بہ پاڻ سان سلهاڙيل
ماڻهن خاص ڪري پنهنجي والدين ۽ استادن کي ئي قرار ڏيندا آهن اسان
جڏهن انهن جي ڪاميابي ٻڌندا ۽ پڙهندا آهن تہ ان وقت هي جملا رسمي طور
پڙهڻ / ٻڌڻ لاءِ ملندا آهن تہ منهنجي سڄي ڪاميابي جي پويان منهنجي
والدين ۽ استادن جو هٿ آهي. جڏهن تہ حقيقت ۾ اهو بہ ادب جو هڪ قسم آهي
۽ ان جو گهٽي قدر ڏيان "اسان" تي هوندو آهي .

ياد ڪيو ڏئي ڏيئي جو ڪم آهي سڙڻ اهو سڙي ڪري دنيا کي روشني ڏيندو
پاڻ کي عاجز رکي ٻين کي پنهنجي ذات مان عزت ۽ محبت ڏيڻ منهنجي نظر ۾
ڪاميابي آهي.

■

# رستو مقرر ڪرڻ

ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي لاءِ سٺي محنت ڪرڻ ڪافي ناهي پر پنهنجي منزل کي سامهون رکندي صحيح رستي ۾ محنت ڪرڻ لازمي آهي.

اسان انسان ڪاميابي جا خواب سينگاري رکندا آهن پوءِ انهن خواب کي حقيقت ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ ڏاڍي محنت ڪندا آهن اڪثر اهو ڏسڻ ۾ ايندو آهي ته ان سڀني کان پوءِ به ناڪامي جي منهن ڏيٺو پوندو آهي دنيا ۾ ڪامياب ماڻهن جو تعداد تمام ٿورو آهي جڏهن ته پاڻ تي يقين ڪندي محنت ڪندڙن جو انگ تمام گهڻو آهي. ته سوال هو ٿو پيدا ٿئي ته آخر ڪهڙي شي آهي يا اهڙو ڪهڙو خاص جز آهي جو ڪنهن کي ڪاميابيون عطا ڪندو آهي ته ڪنهن کي حصي ۾ ناڪامي ملندي آهي؟ مان توهان کي ٻڌائيندو هلان ته ڪامياب ماڻهو جي هڪ وڏي اهم خوبي صحيح رستي تي محنت ڪرڻ آهي انسان صحيح رستو مقرر ڪري ان تي هلڻ ڪامياب تي لاءِ اهم ضروري آهي.

پنهنجي منزل تائين پهچڻ لاءِ جامع منصوبابندي ڪرڻ لازمي آهي جيڪڏهن اوهان ڪامياب ٿيڻ چاهيو ٿا ته ته توهان وٽ اڄ سڀاڻي يا ايندڙ هر ڏينهن لاءِ پنهنجو منصوبو تيار هجي توهان کي اها ڄاڻ هجڻ گهرجي ته اڄ اوهان کي ڇا ڪرڻو آهي سڀاڻي لاءِ اوهان جون ڪهڙيون مصروفيتون هونديون ان کان پوءِ ايندڙ هر ڏينهن, هر ڪلاڪ, ۽ هر سيڪنڊ,ڪاٿي ڪاٿي گذارڻو آهي. توهان جو مقصد واضع هجڻ گهرجي توهان کي توهان جي منزل جي خبر هجڻ گهرجي توهان کي پنهنجي منزل تائين رستو واضع هجڻ گهرجي ڪاميابي اصل ۾ مقصد جي حصي جو ئي نالو آهي.

مونکي ملڪ جي مختلف يونيورسٽيز ۾ بحيثيت اسپيڪر گهرايو ويندو آهيان مان شاگردن کان اڪثر سوال ڪندو آهيان ته اوهان ڪامياب ٿيڻ چاهيو ٿا پر اوهان جي لاءِ ڪاميابي ڇا آهي ؟ توهان جي ڪاميابي جي تعريف ڪهڙي

آهي؟ توهان پاڻ کي ڪاٿي ڏسڻ چاهيو ٿا؟ ڏهه سال پوءِ پاڻ کي ڪاٿي ڏسو ٿا؟ ۽ توهان جي ايندڙ ڏينهن لاءِ منصوبابندي ڇا آهي؟ مونکي اهو ڏسي افسوس ٿيندو آهي تہ اسان جي نوجوان نسل وٽ اڄ لاءِ ۽ پنهنجي مستقبل جي پلاننگ جي نالي تي ڪجهہ خاص ناهي. ڪا بہ منصوبابندي ناهي مونکي انهن سوالن جي جوابن بدران اڪثر خاموشي ڏسڻي پوندي آهي جيڪا حقيقت ۾ ڏک جهڙي ڳالهہ آهي مان سمجهان ٿو تہ اسان جي نوجوانن کي لفظن جي گهٽتائي خوشناسي جي گهٽتائي سان آهي اهي سڄي عمر پاڻ کي ۽ پنهنجي صلاحيتن کي سڃاڻي ئي ناهن سگهندا اهي اهو ڳولڻ ئي ناهن چاهيندا تہ انهن جو دنيا ۾ اچڻ جو مقصد ڪهڙو آهي انهن جو دلچسپيون ڪهڙيون آهن انهن جي منزل ڪهڙي آهي. مان انهن نوجوانن جي غفلت جو زميوار سندن سان گڏ معاشري کي. بہ سمجهان ٿو اسان وٽ ٿيندو ايئن آهي جو ٻارن جي زندگي جا تمام اهم فيصلا ٻيا ڪندا آهن جتي خاندان جا ڪجهہ ياتي گڏ هجن اتي شادي ۽ سرڪاري نوڪري جا فائدا ٻڌائڻ کان علاوه ڪبيرا گناهہ تصور ڪيو ويندو آهي ننڍپڻ ۾ ٻار جي ذهن ۾ اها ڳالهہ ويهاري ويندي آهي تہ ان کي وڏو ٿي نوڪري ڪرڻي آهي ۽ گهر جو خرچ پورو ڪرڻو آهي ٻارن کي اها گنجائش ئي ناهي ڏني ويندي تہ اهو پاڻ سوچي سمجهي فيصلو ڪري سگهي. وڏي هٽ جرئت جو مظاهرو ڪندي اگر ڪو پنهنجي لاءِ ڪامياب زندگي جو فيصلو ڪري تہ ان کي ٽوڪن ۽ ڏکيائين سان منهن ڏيڻو پوندو آهي. ۽ پوءِ هڪ وقت ايندو آهي جڏهن انسان حالتن کان هار مڃي ٻين جي فيصلن کي قسمت جو لکيو سمجهي ڪاميابي جا خواب ڏسڻ ڇڏي ڏيندو آهي.

مان سمجهان ٿو تہ انسان کي رهنمائي ضرور وٺڻ گهرجي اهو ڪاميابي لاءِ ضروري بہ آهي پر ڪاميابي خدا کان سواءِ ڪنهن جي هٿ ۾ رکڻ سراسر بيوقوفي آهي توهان کي الله تعالي سوچڻ ۽ سمجهڻ جي صلاحيت ڏني آهي تہ هاڻي اها اوهان جي زميواري آهي تہ توهان پنهنجي دلچسپي کي ڏسي ڪري پنهنجي زندگي جو مقصد مقرر ڪيو پنهنجي لاءِ درست رستو مقرر ڪرڻ، پاڻ کي سڃاڻڻ، سڃاڻي پاڻ ۾ ڪاميابي جي تڙپ پيدا ڪرڻ، توهان جي ذاتي

زميواري آهي ڪاميابي جو رستو بلندي جو رستو آهي اهو ڏاڍو مشڪل ۽ درشهوار بہ. ان رستي تي ڪاميابي ان کي نصيب ٿيندي آهي جيڪو پاڻ ۾ تڙپ زنده رکندو آهي.

جيسيتائين اوهان کي خبر نہ هوندي تہ اوهان کي وڃڻو ڪاڏي آهي يا ذهن ۾ منزل يا رستو مقرر نہ ڪيو ويو آهي تہ انسان ڀٽڪندو رهندو آهي ۽ ان جي سڄي محنت ضايع ٿي ويندي آهي

زندگي ۾ رستو ضروري آهي رستو مقرر ڪرڻ ضروري آهي هڪ عام انسان جيڪو محنت ڪري سادي عام زندگي گذاريندو آهي ايتري ئي محنت ۽ درست انداز ۽ سهي رستي تي ڪري ڪامياب ماڻهو پنهنجا مقصد حاصل ڪري وٺندا آهن. بدقسمتي سان اسان جي معاشري جا ماڻهو پنهنجو وقت ٽيلويزن ڏسندي راندين ۾ مست ٻين جي ڪاميابي ڏسي انهن تي ساڙ ڪرڻ ۾ مصروف هوندا آهن اهڙا ماڻهو زندگي جي مقصد ۽ درست رستي جي گهٽتائي جي بدولت وقت سان گڏ غلط سوچ جو شڪار ٿي رهجي ويندا آهن ناڪامي اهڙن ماڻهن وٽ ئي ايندي آهي.

ڪامياب ماڻهو پنهنجي صلاحيت کي سامهون رکندي پنهنجو مقصد ۽ رستو مقرر ڪندا آهن اهي خواب سجاڻيندا آهن انهن جي زندگي انهن جو وقت هر هر لمحو ۽ ان جو خواب ۽ مقصد ڪيترو اهم آهي . ڪامياب ماڻهو جي زندگي جو هر عمل منصوبابندي تحت ٿيندو آهي. مان اڪثر چوندو آهيان تہ زندگي جو هر معاملو پاڻ سان لکو ۽ ان کي پنهنجي سامهون پنهنجي نظرن جي سامهون رکو اهو اوهان ۾ مسلسل بهتري پيدا ڪرڻ فائديمند ثابت ٿيندو زندگي جو مقيد چونديو منصوبابندي ڪيو رستو مقرر ڪيو پوءِ اج کان ان تي بہ عمل شروع ڪيو .

هتي هڪ ٻي ڳالهہ بہ اوهان جي سامهون رکڻ چاهيان ٿو تہ ڪاميابي جي سفر ۾ پنهنجو رستو ۽ وقت مقرر ڪرڻ سان گڏ معاشري جي پي بيڪ Pay backجي مقصد کي ضرور شامل ڪيو جيڪڏهن توهان جو مقصد ڊاڪٽر ٿيڻ آهي تہ اهو واعدو ڪيو ڊاڪٽر ٿيڻ کان پوءِ اوهان معاشري ۾ موجود غريب

ماڻھن جو علاج مفت ۾ ڪندو معاشري جي ترقي ۽ ھن ملڪ جي ترقي ۾ پنھنجو اھم ڪردار ادا ڪندو ٻين جي ڪم ايندو پنھنجي پاڻ مان انھن کي فائدو پھچائڻ ئي اصل ڪاميابي آھي توھان دنيا ۾ آيو پنھنجون خواھشون پوري ڪري ھن دنيا ۾ ھليا ويو ڪنھن لاءِ نہ ڪا سھولت ڪئي نہ ڪنھن کي ڪو فائدو پھچايو تہ يقينن اوھان جي ڪامياب زندگي ناھي گذري معاشري ۾ سٺي طريقي سان اثرانداز ٿيڻ ڪاميابي آھي. جيڪڏھن اڄ اوھان خدا جي مخلوق لاءِ رستا آسان ڪرڻ جو عزم ڪيو ٿا تہ يقين ڪيو خدا توھان لاءِ اوھان جي مقصد جي حاصلات لاءِ ڪوڙ ساريون آسانيون پيدا ڪندو.

ٻين کان رھنمائي وٺو پر پنھنجي ڪاميابي جو فيصلو پنھنجي لاءِ رستو مقرر ڪرڻ , پاڻ کي ڪاميابي جي تڙپ پيدا ڪرڻ توھان کي پاڻ ڪرڻي آھي پنھنجي لاءِ فيصلو پاڻ ڪرڻو آھي پوءِ اوھان دل ۽ دماغ ۾ سڪون سان گڏ ڪاميابي حاصل ڪري سگھو ٿا.

▪

# اسان جي زندگيءَ لاءِ BTS

مان زندگي ۾ پنهنجا دوست ڏاڍو سوچي سمجهي ٺاهيا آهن منهنجي دوست منهنجي زندگي جي لاءِ درسگاهه مثل آهن مان هميشا پنهنجي دوستن جون بهترين عادتون پنهنجون ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان زندگي جي هر ڏينهن ڪي عظيم سمجهندي گهٽي ڪان گهٽو سئي ڪان سئو سکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي مان زندگي ۾ ڏکيائين وقت پنهنجي دوست سميت انهن سڀني جي عادتن ڪي پرکيندو آهيان جيڪي ڪامياب ٿيا. مان مشاهدو ڪندو رهندو آهيان ته منهنجي دوستن مان منهنجي زندگي ۾ پنهنجي ڪيل اها ڪهڙي عادت ۽ اصول آهي جيڪا انهن ڪي ڪاميابي جي ڏاڪڻ تي چاڙهيندي وئي ۽ ڪهڙين عادتن ان ڪي نقصان پهچايو ته مان اهي ڪاميابي جا تمام اصول جا تمام اصول پنهنجا ڪرڻ جي ڪوشش ڪيان ۽ سڀ عادتون جيڪي منهنجي ۽ منهنجي زندگي لاءِ ڪاميابي ۾ رڪاوٽ آهن انهن ڪي ڊائري ۾ لکندو آهيان ڪجهه وقت اڳ ڪان مان پنهنجي ڪمري ۾ هڪ چارٽ پيپر ٺاهي لڳايو آهي جنهن ۾ سٺيون ۽ بريون عادتون ۽ اصول شامل آهن.

مان پاڪستان ۽ پاڪستان ڪان ٻاهر ڪيترن ئي ملڪن جو سفر ڪري چڪو آهيان مختلق قسمن جي ماڻهن سان مليو آهيان گهڻسارن ماڻهن کي پڙهيو انهن جي ڪاميابين ڪي پڙهيو مان انهن سڀني مان سکيس ته دنيا ۾ ڪٿي به ڪوبه انسان ڪامياب آهي اهو بهانا ڪندڙ ناهن اوهان ڪي ڪوبه انسان چاهي ڪهڙي اهو دنيا جي ڪهڙي به ڪنڊ ڪان تعلق رکڻ وارو هجي. پنهنجي ناڪامين جا بهانا ٺاهيندي نظر نه ايندو.

مان زندگي ۾ ڪامياب ماڻهن ڪي ڏسي سکيو آهي ته اهي جيڪي ڪامياب ماڻهو آهن نه اهي جيڪي وڏا ماڻهو آهن انهن جون دليون به وڏيون هونديون آهن هي وڏا ماڻهو پنهنجون غلطيون مڃي وٺندا آهن ان ڪي دل جي

گهراين سان تسليم ڪندا آهن اهي ناڪامين تي بهانا ناهن ٺاهيندا پر ناڪامي جو زميوار پاڻ کي سمجهندا آهن.

توهان ٿورو غور ڪيو توهان جي اسڪول ۾ ڪاليج ۾ يونيورسٽي ۾ آفيس ۾ مطلب تہ زندگي جي هر شعبي ۾ ڪنهن بہ ناڪام انسان کي ڏسندو تہ اهو اوهان کي قسمت حالتن ۽ وسيلن جي گهٽتائي تي روئندي نظر ايندو اهڙو شخص پنهنجي غلطي ڪڏهن تسليم نہ ڪندو پر ايئن چوندي نظر ايندي تہ اگر مونسان ڦلاڻو معاملو پيش نہ اچي ها منهنجا حالات سٺا هجن ها مونکي وسيلا هجن ها تہ مان بہ ڪامياب هجان ها. يقين ڪيو انهن ماڻهن کي اوهان سڀ ڪجهہ آئيڊيل بہ ڏيو تڏهن بہ ڪامياب نہ ٿي سگهندا ان کي پاڻ ڪامل سمجهڻ واري غلطي تسليم نہ ڪرڻ واري عادت زندگي ۾ اڳيان وڌڻ ۽ سکڻ کان روڪي ٿي. اهڙن ماڻهن کي پاڻ کي مطئمن ڪرڻ لاءِ بهانا تہ کوڙ هوندا آهن پر پنهنجو پاڻ کي زميوار ڪرڻ جو حوصلو ناهن رکندا.

منهنجو خيال آهي تہ دل وڏو ڪرڻ ۽ غلطين کي تسليم ڪرڻ کان پوءِ زندگي ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي لاءِ هر انسان کي مسلسل حوصلا افزائي جي ضرورت هوندي آهي. منهنجو خيال آهي تہ اسان انسانن کي زندگي ۾ اڳيان وڌڻ لاءِ مسلسل موٽيويشن (Motivation) جي ضرورت هوندي آهي هر انسان ڪامياب زندگي جي جدوجهد ۾ پنهنجا سورس آف موٽيويشن Source of motivation کان ڏاڍي همت ۽ حوصلو وٺندو آهي. اها موٽيويشن اسان جي رڪيل بي معنيٰ زندگي ۾ ڪنهن ٽريفڪ پوائنٽ وانگر اثرانداز ٿيندي آهي اوهان جي زندگي کي جڻ بدلائي ڇڏيندي آهي.

مان زندگي ۾ بيشمار ڪامياب ماڻهن کي پڙهيو ۽ ٻڌو آهي اوهان اهو ڄاڻيندي حيران ٿيندو تہ اڄ ڪاميابي جو جهنڊو ڦڙڪائڻ وارا ماڻهو زندگي جي ان مرحلي مان بہ گذريا آهن جتي اهي سڀ مايوسين ۽ ناڪامين جو شڪار هئا هي وڏا ماڻهو زندگي ۾ ڪڏهن نہ ڪڏهن ڪنهن نہ ڪنهن مقام

تي اسان جيان حالاتن سان مقابلو ڪرڻ جو سوچيندا هئا انهن جو زندگيو بہ ڪنهن نہ ڪنهن جاء تي بيٺل هئي پوءِ جيئن انهن کي روشني ملي وئي انهن سيني ۾ ڪامياب زندگي جي جستجو پيدا ٿي اهي ماڻهو خواب ڏسڻ ۽ انهن کي پورو ڪرڻ جي فڪر ۾ لڳا انهن سڀني ڪامياب ماڻهن زندگي کي ڪاميابي طرف ڪنهن ڏکو ڏنو ۽ ڏکو ڏيڻ وارو ڪو بيو نہ پر سڀني جي پنهنجي پنهنجي موٽيويشن Motivation هئي انهن موٽيويشن حاصل ڪرڻ جو اهو ذريعو هو جنهن جي بدولت انهن پاڻ کي اجاريو ۽ ڪامياب زندگي جا حقدار بڻيا.

مان سکيو تہ اسان کي زندگي جي ان مسلسل جدوجهد ۾ موٽيويشن جي گهٽي ضرورت پوندي آهي جڏهن اوهان مايوس ٿي وڃي تہ ڪو هجي جيڪو اوهان کي همت ڏئي، دلاسو ڏئي، اڳيان وڌڻ ۽ ڪاميابي کي حاصل ڪرڻ جا خواب ڏيکاري. اڪثر ماڻهن جي موٽويشن جو ذريعو انهن جا والدين هوندا آهن ۽ ڪافي ماڻهو موٽيويشن پنهنجي پسند جي ليکڪن کان وٺندا آهن جنهن ۾ اشفاق احمد صاحب , بانو قديسہ ۽ قاسم علي شاه جهڙا نالا شامل آهن جيڪي اڄ جي نوجوان نسل ۾ تمام گهڻو اپريل آهن ڪجهہ ماڻهو موٽويشن جي لاءِ ڪامياب ماڻهن جون سڪسس اسٽوريز Success stories تي ٺاهيل وڊيوز ڏسندا آهن مطلب تہ اڄ جي دور ۾ اوهان کي موٽويشن حاصل ڪرڻ جا ڪوڙا سارا وسيلا موجود آهن هر ڪامياب انسان جنهن طريقي سان موٽيويشن جا ذريعا اختيار ڪيا اسان بہ ان جي نقش قدم تي هلي ڪاميابي حاصل ڪري سگهون ٿا اسان جيڪڏهن ڪامياب ٿيڻ چاهيون ٿا تہ اسان کي زندگي مان موٽيويشن ڪڏهن ختم نہ ڪرڻ گهرجي.

مان ڪاليج ۾ بي ڪام B .com جو شاگرد هئس مان روز گهران اچڻ وڃڻ لاءِ پبلڪ ٽرانسپورٽ استعمال ڪندو هئس مونکي اڪثر بس انتظار ۾ بس اسٽاپ تي ڪافي وقت بيهڻو پوندو هو هڪ ڏينهن معمول موجب گهران نڪري بس اسٽاپ تي بيهي بس جو انتظار ڪري رهيو هئس تہ اسان

جو انتهائي قابل استاد محمد عامر صاحب جيڪو اسان کي بزنس ڪميونيڪيشن پڙهائيندو هو پنهنجي گاڏي ۾ وجي رهيو هو ان مونکي ڏسي ڪري گاڏي روڪي ۽ ويهڻ جو اشارو ڪيائين ان سان گڏ ڪاليج تائين اچڻ وقت اسان جي وچ ۾ سليلور ٽاور ڪان وٺي ڪچهري شروع ٿي ته ڪمپنيون جتي به پنهنجي ٽاور لڳائن ٿيون ته اتي ان زمين جي مالڪ کي لکين روپيا ڪرائي جي چڪر ۾ ڏين ٿيون مان سر کان ڪيو ته ڇا ان ٽاور جي ڪري اسان جي فون ۾ سگنل اچن ٿا؟ سر عامر چيو ته BTS اهڙو ٽاور اهڙو بوسٽر آهي جيڪو سگنلز کي بوسٽ ڪن ٿا ۽ اڳيان انهن کي مضبوط ڪري موڪلي ڪم ايندڙيون آهن جتي هي بئي بوسٽر سان ڳنڍجي Connectٿيندڙيون آهن ۽ ايئن سگنلز بنا ڪمزوري هزارين ميل سفر ڪن ٿا.

مونکي استاد جي ان ڳالهه گهري سوچ ۾ وجهي ڇڏيو مونکي سمجه اچي ويو ته BTS ۽ اسان جي زندگي ۾ موٽويشن ذريعي بئي هڪ جهڙا آهن اسان انسانن کي به هميشه اهڙن بوسٽرن جي ضرورت هوندي آهي جڏهن اسان پاڻ کي ڪمزور سمجهي رهيا هوندا آهيون ته اهي موٽويشن بوسٽر اسان کي بوسٽ ڪري اڳيان وڌڻ جو حوصلو ڏيندا آهن. جيڪڏهن اهي بوسٽر اسان جي زندگي ۾ نه هجن ته اسان جا خواب اسان جا مقصد سڀ جو سڀ ڪمزور ٿي پنهنجي موت پاڻ مري ويندا آهن ۽ اسان ڪامياب جي حاصلات ۾ ناڪام ٿي ويندا آهيون.

مان اوهان جو ڌيان هڪ اهڙي علائقي ڏانهن ڪرڻ چاهيان ٿو جنهن جو سفر ڪندو اوهان اهڙو محسوس ڪيو ته آهستي آهستي علائقي ۾ پهچندي اوهان جي موبائيل جا سنگل ٿي وجن ۽ هڪ وقت آيو جڏهن سگنل صفا ختم ٿي وجن سنگل ختم ٿيڻ جو سبب علائقي ۾ BTS ٽاور جي غير موجودگي آهي اسان جي زندگي ۾ موٽويشن کي به اها اهميت آهي موٽيويشن اسان جي زندگي ۾ اهي مضبوط سگنل وانگر آهن جيڪي

جيڪڏهن نہ ملن تہ اسان جي زندگي جا خواب ۽ مقصد آهستي آهستي ڪمزوي ٿي زندگي مان نڪري ويندا آهن ۽ پوءِ اسان ناڪامين سان مقابلو ڪرڻ ۾ لڳي ويندا آهيون.

اسان کي پنهنجي زندگي ۾ موٽويشن ۽ ان بوسٽر جي ڳولا ڪرڻ کپي جيڪا اسان کي مسلسل مضبوط بڻائڻ سان گڏ اسان جا حوصلا بلند ڪري اسان ڪرڻ لڳون تہ اسان کي اڳتي وڌڻ جي طاقت ڏئي والدين ڪو بہ خاص دوست ڪو مائٽ ڪو ويڊيو يا ڪو ڪتاب اوهان لاءِ موٽيويشن بڻجي سگهي ٿو بس اوهان کي ان جي تلاش ڪرڻي آهي ۽ اهو اوهان کي هر ايندڙ ڏينهن مضبوط ڪندي اوهان کي مقصد جي ويجهو ڪندو ويندو.

مونکي ياد آهي تہ مان گريجوئيشن ڪان پوءِ ڪاروبار ۽ ٻين ڪجهہ بيشمار سرگرمين ۾ مصروف ٿي ويس ۽ اهو فيصلو ڪري ويٺس تہ هن سال ماسٽرس جي لاءِ وڌيڪ داخلا نہ وٺندس ماسٽرس جو ٻاهي ايندڙ سال بہ ٿي ويندي مان اهو سوچڻ ۾ مصروف هئس تہ هڪ ڏينهن منهنجو ويجهو دوست ۽ قابل استاد ڈاڪٽر نويدالحسن مونسان ملڻ منهنجي گهر آيو رات جي ماني کائڻ وقت ڳالهين ئي ڳالهين ۾ ان مونکان سوال ڪيو تہ علي توهان جي ماسٽرس ڪاٿي پهتي؟ سوال منهنجي لاءِ بنا اميدون رکندڙ هو تہ مان هڪ لمحي جي لاءِ ٿڪي ويس خير ڏاڍي همت ڪري ان کي موجوده سال پڙهائي ڇڏي ڏيڻ جو ٻڌايو جنهن تي ان منهنجي بيوقفاٽي فيصلي تي ڪو موچارو سبب پڇيو مان ڳڻيندي 5 سبب ان جي سامهون رکيا ۽ دل ئي دل ۾ پاڻ کي داد ڏيڻ لڳس ان منهنجي سڀني سببن کي هڪ لمحي ۾ ئي رد ڪندي تمام شفقت ۽ دليلن سان ڪجهہ سمجهايو تہ مان ايندڙ ڏينهن ئي داخلا لاءِ يونيورسٽي پهتس مونکي ان ڏينهن استاد جي ڪيل اها BTS واور ڳالهہ ٻوله لفظ بہ لفظ ياد اچڻ آئي. نويدالحسن منهنجي لاءِ اهو بوسٽر بڻيو جنهن مون کي همت ڏني عزم پيدا ڪيو تہ مان اهو ڪري سگهان ٿو پڙهائي ڪم سان گڏ بہ ٿي سگهي ٿي جيئن مان پهريان ڪندو آيو آهيان .

مان الله تعالي جو بيحد شڪرگذار آهيان تہ ان مونکي زندگي ۾ هميشہ سٺن ۽ قابل ماڻهن سان ملايو جن نہ صرف منهنجي همت وڌائي موٽيويشن ڪيو پر منهنجي لاءِ مثال بڻيا ۽ جن کان هميشہ مان کوڙ سارو سکيس اهي ماڻهو آهن جيڪي مونکي ٽڪجڻ ناهن ڏيندا اهي هميشہ "علي تون ڪري ويندي تون ڪري سگهين ٿو "You Can do it چئي ڪري مونکي اڳيان وڌڻ جي طاقت ڏيندا آهن جيئن BTS ٿاور سگنلن کي سٽرينٽStrength ڏيندا آهن ايئن ئي هي ماڻهو مونکي همت ۽ طاقت ڏيندا آهن. الحمد الله.

■

## ڪامياب زندگي ۾ سٺي سوچ، ماحول ۽ صحبت جي اهميت

نيپولين چوي ٿو تہ:

”دنيا ۾ ايترو خزانو زمين مان ناهي نڪتو جيترو انسان پنهنجي ذهن خيالن تصورن ۽ سوچ سان سمنڊ مان حاصل ڪيو آهي.“

حقيقت آهي تہ هر انسان ڪجهہ ذهني ۽ تصوراتي حدون رکندو آهي هڪ عام انسان پاڻ کي انهن حدن جا پابند مجي وٺندو آهي جڏهن تہ هر ڪامياب انسان ان ڪوشش ۾ هوندو آهي تہ پنهنجي حد کان وڌي ڪري ڪجهہ نئون ۽ ڪجهہ وڌو سوچي پوءِ ان تي عمل ڪرڻ جي منصوبابندي ڪري سگهي اسان سڀ اهو مڃو تہ پاڻ کي چئلينج ڪرڻ انسان کي ڪاميابي جي طرف کڻندو آهي پر ڪامياب ماڻهو ان حقيقت کي نہ صرف مڃيندا آهن پر ان تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳل هوندا آهن پاڻ کي بلائڻ ۽ بهتر کان بهتر ڪرڻ وارو هي عمل ڏسڻ ۾ تہ ڏاڍو مشڪل آهي پر ان ڪوشش ۾ انسان پنهنجي عادتن ماحول ۽ سوچ کي پلائي گهڻو ڪجهہ سکي سگهندو آهي دل مطئمن ڪرڻ سان گڏ اڳيان وڌندو رهندو آهي.

ماحول ۽ عادتن کي بدلائڻ مان ڇا مراد آهي؟

ڪامياب انسان ڪاميابي جي طرف وڌندي پنهنجي ماحول عادت ۽ سوچ کي وسيع ڪندو آهي اهو ڪامياب حاصل ڪرڻ کان پهريان ڪامياب ماڻهن وانگر سوچڻ شروع ڪندو آهي پنهنجي ماحول ۾ ڪامياب ماڻهن جي طريقي سان بدلجڻ جي ڪوشش ڪندو آهي پنهنجي منفي روين کي مثبت روين ۾ بدلائيندي پنهنجي هر خراب عادت کي هڪ هڪ ڪري ڇڏي ڏيندو آهي ۽ ان جي جاءِ تي ڪامياب ماڻهن جي عادتن کي پنهنجو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

سقراط وٽ هڪ شخص آيو ۽ پڇڻ لڳو تہ ٻڌايو منهنجو مستقبل ڪيئن هوندو؟

سقراط ان کي هڪ ڪاغذ ڏيندي چيو تہ هن تي پنهنجا خيال لکو ان شخص پنهنجا خيال لکي سقراط حوالي ڪيا تہ سقراط چيو جهڙا تنهنجا خيال ۽ سوچ آهي ان جي مطابق تنهنجو مستقبل هوندو.

سٺي ۽ ڪشادي سوچ هڪ خزاني جيان آهن جيڪا انسان کي مٽي مان سون بڻائي ڇڏيندي آهي. جڏهن تہ منفي سوچ انسان جي سون کي بہ مٽي ۾ بدلائي ڇڏيندي آهي. سٺو ۽ خراب سوچڻ وارا انسان رستي ۾ ايندڙ ڏکيائين کان ناهن ڊڄندا ۽ پاڻ تي يقين رکندي پنهنجي منزل تائين پهچڻ لاءِ بهتري حڪمت عملي قائم ڪندا آهن. جيڪي ماڻهو وڏا خواب ۽ ڪشادي سوچ رکندا آهن انهن کي ڪڏهن بہ ننڍين ننڍين خواهشن جو غلام نٿو بڻائي سگهجي نہ ئي انهن کي زندگي ۾ مشڪلات کان ڊيڄاري منزل طرف وڌڻ کان روڪي سگهجي ٿو.

ڪامياب ماڻهن جيان ماحول ناهڻ مطلب مطالعو وڌائي ڪشادو ڪرڻ موٽيويشنل ليڪچر ۽ ڪامياب ماڻهن جو سڪسس اسٽوريز پڙهڻ / ٻڌڻ سٺي سوچ رکڻ واري وڏا خواب رکڻ وارو ڪامياب يا ڪاميابي ڏانهن وڌندڙسان رابطا قائم ڪرڻ پاڻ ۾ پنهنجي صلاحيتن جي بنياد تي اسڪل ڊولپميٽ (Skill Development) ڪرڻ شامل آهي.

ڪاميابي طرف وڌڻ لاءِ خراب عادتن کي ڇڏي سٺيون عادتن پاڻ ضم ڪرڻ ضروري آهي ڪامياب ماڻهن جي زندگي مثال طور پاڻ تي يقين ڪرڻ زندگي کي سادو ڪرڻ معاملن تي برابري ڪرڻ اڄ جو جيئڻ, ڳالهيون ڪرڻ بدران ڪري ڏيکارڻ تي يقين ڪرڻ سوچي سمجهي فيصلو ڪرڻ ۽ فيصلو ڪرڻ وقت پرعزم رهڻ نيون شيون سکڻ لاءِ هر وقت تيار رهڻ تڪڙ بدران صبر اختيار ڪرڻ شڪر جي عادت ۽ ڪنهن جي گلا ڪرڻ کان پري رهڻ ۽ همت نہ هارڻ وغيره شامل آهي.

اسان وٽ اڪثر ماڻهو پاڻ کي سياڻو سمجهندا آهن ۽ انهن جي اها غلط فهمي تڏهن نڪرندي آهي جڏهن اهو حد کان وڌي پاڻ کان وڌيڪ سياڻي

شخص سان ملندو آهي پنهنجي ذات مان ٻاهر نڪري جڏهن ماڻهن سان ملندا آهيون ته اسان کي اندازو ٿيندو آهي ته اسان ڪجهه به ناهيون.زندگي ۾ ڏاڍو پوپان رهجي ويل آهيون اسان خوش فهمي جي شڪار ٿي ڪري لاڳاتار پنهنجو وقت ۽ طاقت فضول ڪمن ۾ ضايع ڪري رهيا آهيون. دنيا ڏاڍي وڏي ۽ گهڻي طاقتور آهي. ان ۾ ڪاميابي سان رهڻ لاءِ مسلسل جدوجهد جي ضرورت آهي.

توهان سيني ڏيڏر جي اها ڪهاڻي ٻڌي هوندي جيڪو کوهه ۾ پيدا ٿيندي ۽ اتي رهندي پاڻ کي وڏو بهادر ۽ سنو حڪمران سمجهندو آهي. هڪ ڏينهن اچانڪ پاڻي پيرجڻ لاءِ آيل بالٽي ذريعي جڏهن ٻاهر نڪري ٿو ته ان کي پاڻ ڏاڍو ننڍو هوندي محسوس ٿئي ٿو ان تي زندگي جي حقيقت کلندي آهي پنهنجو پاڻ کي سڀ کان وڏيڪ انمول سمجهي ويهڻ وارو ڏاڍو پوپان رهجي ويندو آهي جڏهن ته دنيا تيزي سان اڳيان نڪري ويندي آهي اسان انسانن جو به اهوئي حال آهي اسان سان به ايئن ئي ٿيندو آهي اسان زندگي ۾ ننڍين ننڍين شين کي اختياري ڪرڻ محنت ڪرڻ ڇڏي ڏيندا آهيون اسان جو سوچ ۽ خيال ناڪام ماڻهن جيان ٿي ويندي آهي ڪا عام نوڪري ملندي آهي ته پاڻ کي گهڻو ڪجهه سمجهي ٻن ويلن جي ماني ڪمائڻ لاءِ پوري زندگي گذاري ڇڏيندا آهيون اسان خواب ڏسڻ ۽ وڏو سوچڻ ڇڏي ڏيندا آهيون ۽ اها ئي غلطي هوندي آهي جيڪا مايوسي کي پنهنجي ڳيچي جو هار ناهي ڇڏيندي آهي ۽ ايئن ناڪامي اسان جو مقدر بڻجي ويندي آهي.

ٻي وڏي غلطي اها ڪندا آهيون ته مايوسي ۽ منفي سوچ رکڻ وارن سان رابطا قائم ڪندي دوستي اجا وڌيڪ مضبوط ڪندا آهيون اهڙا ماڻهو پاڻ ته ڪامياب ناهن ٿيندا پر اسان کي به پورو پورو يقين ڏياريندا آهن ته دراصل ڪامياب ڪجهه ناهي هوندي. اها ته بس مقدر جي ڳالهه آهي محنت ڪرڻ سان آخر ڪنهن کي ڇا ٿو ملي سگهي انسان کي نوڪري ملي وڃي ٻن ويلن جي ماني جو بندوبست ٿي وڃي بس اهوئي ڪافي آهي پاڻ تي وڌيڪ بار وجهڻ جي ڪا ضرورت ناهي.

ان معاملي ۾ تئين وڏي غلطي اسان جو انهن سيني ڳالهين تي يقين ڪرڻ آهي ماڻهن جي ڳالهين ۾ اچي اسان پاڻ کي جڏهن اها آتت ڏيڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون تہ سچ ۾ ڪاميابي ڪجهہ ناهي هوندي اها بس مقدر جي راند هوندي آ ان ڏينهن اسان هارائي ويندا آهيون ۽ ناڪامي کي تسليم ڪري وٺندا آهيون اهي خيال ۽ سوچ اسان تي ايتري تہ ڪنٽرول ڪري وٺندي آهي جو اسان کي هر شي ڪوڙ نڱي ۽ دنيا جون ڳالهيون لڳنديون آهن.

مان جيڪڏهن پنهنجي ڳالهہ ڪيان تہ منهنجي زندگي ۾ بہ هڪ وقت اهڙو آيو هو جڏهن ڪاميابي مونکي ڪنهن ٻئي دنيا جي شي لڳندي هئي مون کي خواب ڏسڻ جي سٺي هڪ اها عادت هئي جنهن مونکي آهستي آهستي ڪاميابي تي يقين ڏيارڻ شروع ڪيو تہ ڪاميابي سچ ۾ جيڪڏهن ڏاڍي ڏکي شي آهي ۽ صرف مقدر جي ڳالهہ آهي تہ اهي ماڻهو جيڪي محنت ڪندا آهن ۽ ڪامياب ٿي ويندا آهن اهڙا ڪهڙا ماڻهو هوندا آهن؟ ڪٿان مونکي اهي ٻڌڻ لاءِ مليو تہ دنيا جي ڪامياب ماڻهو پنهنجو ننڍپڻ ۾ ڪافي مسئلن ۽ غربت جو شڪار هئا اڪثر تہ اهڙا هئا جن لاءِ اسڪول ۾ داخلا وٺڻ بہ ڏکيو هو بس اها ڳالهہ ٻڌي ڪري مونکان مايوسيون تڙجي ويون. ان هڪڙي لمحي ۾ مان پاڻ کي بلڪل مختلف سمجهو بس ان ڏينهن کان پوءِ مان ڪامياب ماڻهن جي زندگين جو سڪسس اسٽوريز پڙهڻ لڳس اسلامي تاريخ ۽ حڪمرانن جي دل موهي وجهڻ وارا واقعا تاريخ جي مشهور شخصيتن جا داستان موجوده دور جي مشهور شخصيتن جا ڪردار بل گيٽس سٽيوجابز سپيلبر گ البرٽ ائنسٽائن، مائيڪل جورڊان، ابراهيم لنڪن ۽ اسٽيفن ڪنگ سميت دنيا جي ڪيترن ئي ڪامياب ماڻهن کي پڙهيم هر ڪهاڻيءَ مونکي عجيب اميد ۽ طاقت عطا ڪئي. مان حيران ٿيندو هئس تہ اهي سڀ ماڻهو ايترن ڏکيائين کان پوءِ بہ ڪامياب ٿي سگهن ٿا تہ تاريخ ۾ پنهنجو نالو شامل ڪرائي سگهن ٿا تہ مان ڇو نہ؟ اهو جذبو مونکي ڳوٺ کان اسلام آباد وٺي آيو اتي مان نون ماڻهن سان مليس پنهنجو پاڻ کي انهن جي صحبت ۾ رکڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس جيڪي محنت اختيار ڪندي ڪاميابي تي يقين رکندا هئا هر ويندڙ ڏينهن منهنجي

يقين کي پختو ڪندو ويو تہ هر انسان ڪامياب ٿي سگهي ٿو ڪاميابي ۽ ناڪامي انسان جي پنهنجي هٿ ۾ هوندي آهي ۽ هي فيصلو ان کي پاڻ ڪرڻو پوندو آهي تہ ڇا ٿيڻ چاهي ٿو؟ ان سوچ سان گڏ جيڪڏهن هر انسان جو ماحول اٿڻ ويهڻ ۽ دوستي بہ جيڪڏهن باهمت ماڻهو سان ٿي وڃي تہ انسان ڏکيائين کان گهبرائڻ ڇڏي ڏيندو آهي. ان ۾ ڪاميابي ۽ حوصلو پيدا ٿي ويندو آهي تہ جيڪا ان کي ڪامياب ڪري ساهہ کڻندي آهي سٺي صحبت ان لاءِ تہ نعمت آهي. الله رب العزت فرمائي ٿو تہ:

ترجمو: مسلمانو! الله کان ڊڄندا رهو ۽ سچن ماڻهن سان گڏ رهو.

سورت التوبہ آيت 113

انهي طرح سٺي صحبت جي حوالي سان هن شعر آهي تہ

اہل را صحبت نااہل زیادہ بار دارد

آب در کوزہ ناپختہ گل الود شود

ترجمو: لائق ماڻهن لاءِ نالائقن جي صحبت ۾ ڪيترائي نقصان آهن ڪچي ۽ غيرپختي مٽي جي پيالي ۾ پاڻي مٽي ۾ آلودو ٿي ويندو آهي.

ڪاميابي اختيار ڪرڻ لاءِ مان پنهنجي صحبت تي گهڻو ڌيان ڏنو منهنجو مزاج ۾ مائٽن ۽ اٿڻ ويهڻ مايوس ڪندڙ ماڻهن کان وڌيڪ محنت ڪرڻ وارن پرعزم ماڻهن ۾ تبديل ٿيو منهنجي ان سفر ۾ منهنجي ڳوٺن جي ڪجهہ اهڙا ساٿي بہ شامل هئا جن هميشہ مونکي همت ۽ حوصلو ڏنو انسان جي صحبت ان کي بدلائي ڇڏڻ جهڙي طاقت رکندي آهي. سٺي ۽ نيڪ سنگت رکڻ انسان جي زندگي ۽ آخرت ٻئي سنواري ڇڏيندي آهي. اسلام آباد ۾ رهندي مونکي ان ڳالهہ جو ڀرپور اندازو ٿيو تہ منهنجون ڪوڙ خراب عادتون ختم ٿيڻ لڳيون هيون ڪجهہ ئي وقت ۾ سوچ بلڪل بدلجي وئي هئي مان پاڻ جهڙن ئي ماڻهن جي زندگي مان سکڻ جي ڪوشش ڪندو هئس. ۽ پاڻ هر ايندڙ ڏينهن پهريان کان بهتر ڪرڻ ۾ مصروف هوندو هئس. پاڻ کي بهتر کان بهتر بڻائڻ واري عادت اڄ بہ منهنجي زندگي جو اهم ترين حصو آهي.

مان سمجهان ٿو تہ دنيا ۾ موجود هر انسان  ڪامياب ٿيڻ لاءِ پنهنجي سوچ پنهنجي عادت پنهنجو ماحول ۽ پنهنجي صحبت تي ڪم ڪرڻ ۽ ان کي بهتر بڻائڻ جي ضرورت آهي. جيسيتائين منفي سوچ وارن ماڻهن سان گڏ هونداسين تيسيتائين اسان پنهنجي سوچ بهتر نٿا ڪري سگهون اسان ان قابل نٿا ٿي سگهون تہ خراب عادتون ڇڏ ڪري سنيون عادتون حاصل ڪيون . منهنجو ذاتي تجربو آهي تہ ڪاميابي جي هن سفر ۾ ڏکيائي چاهي ڪيتري بہ هجي. پاڻ کي مضبوط رکي اسان ڪامياب ٿي سگهون ٿا پنهنجي لاءِ همت اسان کي اسان جي آس پاس جي ماڻهن جي ڪمپني مان ملندي آهي.

مان هميشہ اها صلاح ڏيندو آهيان تہ پاڻ انهن ماڻهن سان ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪيو جيڪي اوهان جي همت سجاڻي سگهن جيڪي پاڻ قابل هجن ۽ اوهان جي قابليت تي بہ يقين رکن وارا هجن انهن ماڻهن جي موجودگي ۾ انسان وڏيون وڏيون مصيبتون بہ مسڪرائيندي پيار ڪندو آهي  ۽ ڪاميابي پنهنجو مقدر بڻائيندو آهي اسان کي مسلمان جي حيثيت سان اسان کي دين بہ چڱي سنگت جي هدايت ڪري ٿو.

اسان جو نبي ڪريم ﷺ فرمائي ٿو تہ:

ماڻهو پنهنجي دوست جي رويي تي هوندو آهي پر توهان مان هر هڪ کي ڏسڻ گهرجي تہ اهو ڪنهن سان دوستي ڪري ٿو. (ابوداوءد)

اهڙي طرح هڪ ٻي جاء تي سٺي ۽ بري صحبت کي سمجهائيدي فرمائن ٿا تہ.

سٺي ۽ بري دوست جو مثال ڪستوري کڻڻ واري ۽ ڀٽي کڻڻ واري وانگر آهي .ڪستوري کڻڻ وارو يا تہ اوهان کي سوکڙي  خوشبو ڏيندو يا ان کي اوهان خريد ڪري وٺندو يا گهٽ ۾ گهٽ سٺي خوشبو حاصل ڪري وٺندو جڏهن تہ ڀٽي کڻڻ وارو اوهان جا ڪپڙا ساڙي ڇڏيندو يا اوهان گهٽ ۾ گهٽ ان مان بدبو محسوس ڪندو. (متفق عليہ)

انهن ٻنهي ارشادن مان اسان اساني سان سٺي ۽ بري صحبت کي سمجهي سگهون ٿا ڪامياب ماڻهو ٻين کي بہ ڪامياب ڏسڻ چاهيندا آهي ان لاءِ انهن

جي صحبت هر حال ۾ اسان لاءِ فائديمند هوندي آهي جڏهن تہ زندگي مان مايوس ناڪام انسان نہ پاڻ ڪجهہ ڪري سگهندا آهن نہ ئي ڪنهن ٻئي کي ڪامياب ڏسڻ چاهيندا آهن اهڙن ماڻهن جي صحبت ۾ رهندي اسان پنهنجي صلاحيتن کان بيخبر هوندا آهيون ۽ پنهنجو پورو وقت اهڙن ماڻهن جي هروڀرو تنقيد ڪندي ضايع ڪندا آهيون.

ڪامياب زندگي جي رستي جهڙن اصولن مان هڪ اصول پاڻ کي مثبت ۽ محبت وارن ماڻهن جي وچ ۾ رکندو آهي.

■

# ڪامياب ماڻهو اعصاب جا مالڪ هوندا آهن

هڪ چيني چوڻي آهي تہ : ”جيڪڏهن توهان جو ذهن مضبوط آهي تہ سڀ شيون آسان ٿي وينديون، پر جيڪڏهن ذهن ڪمزور آهي تہ سڀ آسان شيون بہ مشڪل ٿي وينديون.“

هيءُ زندگيءَ جو اصول آهي. هتي ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ انسان کي پنهنجي دل وڏي ڪرڻي پوندي آهي ۽ پنهنجي جذبات کي قابو ڪرڻ سکڻو پوندو آهي جيڪڏهن انسان جي دل ڪمزور اعصاب جي مالڪ هجي تہ ان جي لاءِ ڪاميابي جي سفر کي مستقل مزاجي سان طئي ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو معاملو آهي حساس ماڻهو جيڪي ماڻهن جي ڳالهين تي اتڪي ويهندا آهن انهن جي لاءِ وڏن خوابن تي يقين ڪرڻ ۽ پوءِ ان جي لاءِ جدوجهد ڪرڻ ناممڪن ٿي ويندو آهي پنهنجي جذبات تي ڪنترول نہ ڪرڻ سبب اسان ماڻهن جي ڳالهين تي ضرورت کان وڌيڪ متاثر ٿي ويندا آهيون. جيڪا اسان جي ناڪامي جو سبب بڻجي ويندي آهي اڪثر ماڻهن ۾ ڪجهہ ڪرڻ جي جستجو تہ هوندي آهي پر ماڻهن جا تبصرا ۽ ڳالهيون انهن کي ڪمزور ڪري ڇڏينديون آهن جنهن جي ڪري سولو ڪم بہ ڏکئي ۾ ڏکيو ڪم لڳندو آهي.

جيڪي ماڻهو ذهني ۽ اعصابي حوالي سان مضبوط هوندا آهن اهي زندگي جي وڏين وڏين مصيبتن سان مقابلو آساني سان ڪري ويندا آهن اهي پنهنجا سڀ ذاتي ۽ ڪاروباري معاملا سهڻي طريقي سان هلائيندا آهن ۽ جيڪڏهن ڪڏهن انهن ئي مصيبتن کي منهن ڏيڻو بہ پيو تہ انهن جي همت ۽ حوصلو انهن کي مصيبت مان ڪيڻ مان ڪيڻ لاءِ ڪافي هوندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو مضبوط اعصاب وارا ماڻهو زندگي جي وڏين وڏين مصيبتن کي همت ۽ جذبي سان روڪي وٺندا آهن.جڏهن تہ ان جي برخلاف ڪمزور اعصاب جا مالڪ هڪ ئي صدمي کي وساري ناهن سگهندا ۽ ان کي دل سان لڳائي سڄي زندگي روئندي گذاري ڇڏيندا آهن. چيو ويندو آهي تہ :

“ويسر جي بيماري بہ هڪ نعمت آهي“

بيشڪ جيڪي ماڻهو مشڪل يا ڪنهن پريشاني کي همت سان قابو ڪري، حادثن کان سکي ڪري، ان سان مقابلو ڪري اڳيان وڌي ويندا آهن ۽ ان کي وقت سان گڏ وساري ڇڏيندا آهن تہ اهي زندگي ۾ وڌيڪ باهمت ۽ پر اعتماد شخصيت طور سجاتا ويندا آهن. انسانن جا مزاج ۽ رويا انهن جي ذهني عڪاسي ڪندا آهن جيڪي ماڻهو اعصابي ڪمزوري کي ڪري ڏک ۾ ونجي ويندا آهن. ۽ وقت بہ وقت انهن کي ياد ڪندا آهن انهن جي زندگي اتي ختم ٿي ويندي آهي. هي پنهنجي خيالي دنيا ۾ هڪ ننڍڙ پريشاني کي بہ پهاڙ جيڏو سمجهي پنهنجو سڪون تباهہ ڪري ويهندا آهن..

لفظ ”ڪاميابي“ سان هڪ خوبصورت قول ياد اچي ٿو تہ:

” هڪ ڪا مياب انسان پاڻ تي اڇلائي ويندڙ سِرَ ۽ پٿر سان هڪ مضبوط قلعو تعمير ڪري وٺندو آهي ۽ پنهنجي ڪاميابي جو جشن ملهائيندو آهي جڏهن تہ گهٽ همت ۽ بزدل انسان پاڻ تي اڇلائي ويندڙ سِرَ ۽ پٿر (سنگ وخشت) سان بوڪلائجي ويندا آهن.

مان سمجهان ٿو تہ هي ننڍي ڳالہ تہ جنهن بہ انسان هي ڳالہ سمجهي ڇڏي تہ ان جي لاءِ سڀ ڏکيائيون سولايون ٿي وينديون آهن. ۽ ان جو حوصلو وڌيڪ ٿي ويندو آهن جو ان کي ذهني طور تي مضبوط ڪري بلندين تائين پهچائي ڇڏيندا آهن ۽ جيڪو انسان ان حقيقت کان منهن موڙيا ڏجي وڃي تہ اهو زندگي ۽ مصيبتن کان هارائي ڪري بس ناڪامي ۽ مايوسين جي ڪشمڪش ۾ ڦاسي پوندو آهي.

شيلڊن جي پيدائش هڪ غريب ٽيڪسي ڊرائيور جي گهر ۾ ٿي ۽ ان جو ننڍپڻ ان جي والدين لاءِ حيران ڪندڙ هو خدا انهن کي هڪ اهڙو بار عطا ڪيو جنهن ۾ ڪوڙ ساريون خاصتيون همت، حوصلو بهادري، خطرن ۾ ڪيڏندڙ شخصيت جو مالڪ هو. شِلڊن جي خوبي اها هئي تہ اهو ناڪامي مان گهبرائڻ بدران ان مان سکندو اڳيان وڌندو ويندو هو.

12 سالن جي عمر ۾ شيلڊن پنهن ڪاروبار جو آغاز ڪيو ڪاروباري لحاظ کان پيسا تمام ٿورڙا هئا ان ڏکي حالت مان نڪرڻ لاءِ شيلڊن پنهنجي چاچي کان 200 ڊالر اڌارا ورتا ۽ انهن پئسن مان اخبار فروشي جو لائيسنس خريد ڪيو شِلڊن روز صبح جو اٿي سائيڪل تي اخبارون کڻي انهن کي ماڻهن جي گهر پهچائي پوءِ اسڪول ويندو هو. 4 سالن تائين باقدگي سان اهو سڀ هلندو رهيو پر شيلڊن کي پنهنجي ڪم ۾ ڪنهن خاص ترقي جا آثار نظر نہ آيا. ان ڪري شيلڊن وقت ضايع ڪرڻ بدران ٽافيون ٺاهڻ واري ميشين جي خريدوفروخت شروع ڪئي. وقت سان گڏ هن اهو احساس ٿيڻ لڳو تہ بزنس لاءِ تعليم حاصل ڪرڻ ڏاڍو ضروري آهي بزنس شيلڊن جي رڳن ۾ رت جيان ڊوڙندو هو ايتري ۾ هن تعيلم سان گڏ پرس ۽ بيگ جي خريد وفروخت شروع ڪئي توهان ان کي شيلڊن خوبي يا عيب چئو تہ هي جنهن شي ۾ فائدو ڏسندو هو پهرئين ڪم کي ڇڏي ان جي طرف وڌڻ لڳندو هو.

1960ع ۾ هن هن هڪ چارٽڙ ٽورز بزنس شروع ڪيو. کوڙ ماڻهن کيس ان بزنس ۾ ڪيڏڻ کان منع ڪيو پر هي رسڪ کڻڻ جو عادي منع ڪرڻ باوجود نہ رڪيو. ٽورزام جي بزنس کان پهرريان کيس هڪ ڪم ۾ ناڪامي جو منهن ڏسڻو پيو پر شيلڊن جي نظر ۾ اها ناڪامي نہ هئي پر اها هڪ رڪاوٽ هئي جيڪا رستي ۾ ايندي ۽ موٽي ويندي هئي. ٽورزم جو بزنس شيلڊن کي راس اچي ويوءِ ان جي ڪاروبار کيس ڪجهہ سالن ۾ لکين روپين جو مالڪ بڻائي ڇڏيو.

شيلڊن جي 30 سالن جي زندگي جو جائزو ورتو وڃي تہ ان ۾ بيشمار جدوجهد نظر اچي ٿي. هر ايندڙ ڏينهن لاهي چاڙهن سان قدم قدم تي ناڪامي کي منهن ڏيڻ باوجود هن همت نہ هاري. شليبڊن پنهنجي ڪاروباري زندگي ۾ لڳ ڀڳ 50 ڪاروبار ڪيا. هر ڏينهن رسڪ کنيو.ٽڪيو نہ.رڪيو نہ. بس وڌندڳ ويوءِ ڪامياب ٿي ويو. ڪهاڻي جو حاصل مقصد اهو آهي تہ جيڪڏهن توهان بہ ڪامياب ڪاروبار جو خواب ڏسو ٿا تہ رسڪ کڻُو محنت ڪيو ۽ پنهنجي دل کي وڏو ڪندي اڳيان وڌي وڃو ڪاميابي اوهان جي انتظار ۾ آهي.

# منصوبابندي (Planing) جي اهميت

ہے عمل لازمی تکمیل تمنا کے لیے
ورنہ رنگین خیالات سے کیا ہوتا ہے؟

انسان جو پنهنجي ڪمن ۽ پنهنجي مقصد جي سرگرمين کي نظم وضبط سان سرانجام ڏيڻ کي منصوبابندي چئبو آهي منصوبابندي ڪنهن بہ فرد يا قوم جي ترقي ۽ ڪاميابي لاءِ ڪرنگهي جي هڏي جيتري اهميت رکندي آهي انسان جي زندگي ۾ جيڪڏهن معاملن کي چڱي طرح منصوبابندي نہ ڪئي وڃي تہ ان کي نہ رڳو گهڻين مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پوندو آهي پر اڪثر ان جو انجام ناڪامي جي صورت ۾ ظاهر ٿيندو آهي. جيڪو ماڻهو مستقبل لاءِ بهترين منصوبابندي ڪري رکندا آهن تہ اهي ڪوڙ سارين ڏکيائين کان بچڻ سان گڏ پنهنجي قيمتي وقت بہ ضايع ٿيڻ کان بچائي وٺندا آهن مستقبل لاءِ بهترين تياري هڪ اهڙي عادت آهي جيڪا انسانن کي ڪاميابي ۽ ناڪامي تائين وٺي وڃڻ ۾ اهن ڪردار ادا ڪندي آهي.ڪير آهي جيڪو ڪامياب نٿو ٿيڻ چاهي؟ ڪاميابي پنهنجي مقصدن کي حاصل ڪرڻ جو نالو آهي مقصدن جي حاصلات لاءِ منصوبابندي تمام گهڻي ضروري آهي. منصوبابندي سان انسان پنهنجي مقصدن کي سهڻي طريقي سان فرصت حاصل ڪري وٺندو آهي ۽ انسان جي زندگي ۾ ان جا بهترين اثر مرتب ٿيندا آهن زندگي ۾ مسلسل اڳيان وڌي رهڻ لاءِ انسان جي پنهنجي مقصد ۽ ارادن ۾ واضع ٿيڻ ڏاڍو ضروري آهي. ڇو تہ ان کان بغير زندگي بي معنيٰ ٿي ويندي آهي مان سمجهان ٿو تہ پنهنجي مقصد کي مقرر ڪرڻ ۽ پنهنجي ارادن جي تڪميل کان وڌيڪ اهم منصوبابندي جو عمل آهي توهان کي هڪ ڪامياب زندگي گذارڻ جي لاءِ هر قدم کان پهريان

منصوبابندي ڪرڻي پوندي توهان جي نوڪري ڪاروبار حالتون ۽ خانداني معاملن سڀ جو سڀ توهان جي پلاننگ جو حصو ٿيڻ چاهي.

حضرت علي ڪرم الله وجه جو قول آهي ته: مقصدن تائين پهچڻ جي لاءِ وسيلا ۽ ذريعا هجڻ کان پهريان منصوبابندي ۾ وقت ۽ نفسايت کي اهميت آهي.

منصوبابندي تحت ئي ڪامياب انسان سڀئي موجود وسيلن سان وقت سر ۽ بهترين فائدو حاصل ڪري سگهي ٿو پلاننگ جو سڀ کان وڏو فائدو ته هي آهي وقت سان گڏوگڏ انسان ۾ بهترين عادتون پيدا ٿي وينديون آهن جيڪي زندگي جي مختلف معاملن ۾ انسان کي فائدو ڏيندا آهن. انسان منصوبابندي جي ڪري پنهنجو وقت بچائي بين ماڻهن جي بنسبت وڏيڪ سٺو ۽ معياري ڪم ڪري سگهندو آهي .

اها هڪ حقيقت آهي ته زندگي ۾ هر انسان کي ڪنهن نه ڪنهن مقام تي ناڪامي جي سامهون ٿيڻو پوندو آهي. دنيا ۾ موجود تمام ڪامياب ماڻهو ناڪامين سان مقابلو ڪندا رهيا بهترين منصوبابندي جي باوجود ڪن وقتن ۾ انسان کي ناڪامي کي منهن ڏيڻو پوندو آهي.ان ۾ ڪامياب ماڻهو جي لاءِ ناڪامي به ڪاميابي جو اهم حصو هوندي آهي جنهن مان سکي ڪري اهو اوهان کي بهتر بڻائيندي زندگي جي ڊوڙ ۾ اڳيان وڌي ويندو آهي.

ڪنفيوشس ۾ مشهور قول آهي ته

Our Greatest Glory is not, in Never Falling but in Raising every time we Fall"

اسان جي عظمت انهن ۾ ناهي جو اسان ڪڏهن به نه ڪرون پر ڪري ڪري هر دفعي کان وڌيڪ مضبوط ٿيڻ ۾ آهي.

جيڪڏهن انسان محنت ۽ بهترين منصوبابندي جي باوجود به وقتي طور تي ناڪامي جو شڪار ٿي وڃي ته ان کي پاڻ کي ڪمزور سمجهڻ جي بدران ناڪامي جي سببن تي غور ڪيو گهرجي. معاملا چاهي ڪهڙا به هجن

ناڪامي اڪثر وقت ذهني دٻاءَ غلط فيصلا ۽ جذبن جي گهٽتائي جي ڪري سامهون ايندي آهي. اهڙي ناڪامي همت ۽ محنت ڇڏي ڏيڻ جو انجام مستقل ناڪامي ۽ رسوائي هوندو آهي.

ڪاميابي جي لاءِ پنهنجو هدف Goal مقرر ڪرڻ لازمي آهي هدف جو مقرر ڪرڻ انسان کي ڪاميابي جي عمل لاءِ منصوبابنديءَ ۾ مدد ڪندو آهي منصوبابندي کان علاوه اهڙو ڪو ٻيو طريقو ناهي جيڪو اوهان کي اوهان جي صلاحيت کي نروار ڪرائيندي ڪاميابي تائين وٺي وڃي. جيڪڏهن مان چوان ته انسان جي زندگي جا سڀ ڪم ۽ هدف هڪ خاص طريقي سان ترتيبوار هلندا آهن ته اهو ٻه ڄاڻڻو پوندو ته زندگي ۾ گهر جي صفائي سترائي کان وٺي ڪاروبار جي ترقي تائين انسان جو هر عمل هڪ خاص ترتيب تي هوندو آهي وڏن وڏن هدفن تائين پهچڻ جي لاءِ انسان کي ننڍين ننڍين مرحلن مان گذرڻو پوندو آهي جيڪڏهن انسان ان مرحلي بغير منصوبابندي جي اڳيان سوچي ته ان کي وقت جي ضايع ٿيڻ جو شڪار ٿي ويندو آهي ۽ اهڙو وقت حالتون ۽ وقتي ناڪامي ان جي رستي ۾ رڪاوٽ بڻجي بيهي رهندي آهي توهان جڏهن پنهنجي منزل مقرر ڪرڻ کان پوءِ جڏهن عملي منصوبابندي ۽ ان جي سڀني مرحلن جي شروعات ۽ خاتمي جي باري ۾ سوچي سمجهي پنهنجي سفر جو آغاز ڪندا آهيو ته توهان پاڻ جهڙي ٿي ڪنهن ٻئي ماڻهو جي ڀيٽ ۾ بهترين طريقي سان جلد ئي پنهنجي منزل کي حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا آهيو.

عملي منصوبابندي جي پيروسي تي منهنجو مشاهدو آهي ته اسان کي پنهنجي هدف (Goal) پنهنجي زندگي جو مقصد ناهڻ گهرجي ۽ ان باري ۾ واضع طريقي سان هڪ هڪ ڏينهن جي منصوبابندد ڪري خاتمي جو وقت مقرر ڪرڻ گهرجي هي هڪ اهڙو خاص آهي جيڪو انسان کي پنهنجي پنهنجي مقصد تائين پهچائڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندو آهي ۽ انسان کي پنهنجي منزل جي حاصلتن ۾ ايندڙ ڏکيائين کي طاقت ۽ همت ڏيندو آهي.

مان ڪامياب ماڻهن جي هڪ لسٽ ٺاهي جڏهن مان ان تي غور ڪيو تہ خبر پئي دنيا جي هر شعبي ۾ سان تعلق رکندڙ ڪامياب ماڻهو ۾ تحريري منصوبابندي جي عادت آهي ڪامياب ماڻهو پوءِ ڪنهن بہ علائقي سان شعبي سان تعلق رکندو هجي ان کي پنهنجي معاملن جي باري ۾ بهترين ۽ تفصيلي انداز ۾ ڪيل تحريري منصوبابنديءَ زندگي جي هر قدم کان احتياط ڪندي ڪامياب جي ڪناري پهچايو آهي. اسان جي پلاننگ تي خرچ ڪيل هڪ هڪ منٽ عمل ڪندي ڏهہ ڏهہ منٽ بچائڻ ۾ ڪم ايندا آهن ڪم جي آغاز کان پهريان ڪئي ويندڙ منصوبابندي تي خرچ ڪيل وقت انسان کي ڪاميابي جي حوالي سان پنهنجو قيمتي وقت, پيسا ۽ طاقت محفوظ ڪرڻ ۾ مدد ڪندو آهي ان لاءِ چيو ويندو آهي تہ:

منصوبابندي تياري ڪرڻ ۾ ناڪامي منصوبي جي ناڪامي آهي.

ان ڳالهہ ۾ ڪو بہ شڪ ناهي تہ منصوبابندي جي گهٽتائي پنهنجو پاڻ ۾ ئي وڏي ناڪامي آهي جيڪي ماڻهو عمل جي دوران منصوبو ڪندا آهن انهن کي بار بار غلطيون پئسن ۽ وقت جو پڻ ضايع ٿيڻ کان سواءِ ڪجهہ ناهي ملندو وقت کان پهريان ڪيل جامع منصوبابندي ۾ ئي انسان جي ڪاميابي لڪيل آهي.

منصوبابندي حوالي سان هيٺ ڏنل ڪجهہ نقطا فائدي مند آهن.

1. سٺي منصوبابندي انسان کي فڪر کان آزاد ڪري ڇڏيندي آهي انسان ايندڙ وقت ۾ غلطين کان آگاهہ ٿي ان کي بهتر ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.
2. منصوبابندي انسان جي سوچ ۽ خيالن ۾ منظم رکڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندي آهي.
3. بهترين پلاننگ جي لاءِ اوهان ٽائيم هوندي پنهنجي منصوبي مان غلطيون ڪيڻ ۾ ڪامياب ويندو ۽ وري ان کي سهڻي نموني منصوبابندي جي قابل ٿيو ٿا.

4. ڪشادو منصوبو توهان جو گهربل هدف سوچ ويچار ۽ معاملي جي گهراين کي پرکڻ جي عادت وجهندو انسان جي اها ئي عادت پوءِ کوڙ سارو وقت ۽ محنت ذيان ٿيڻ کان بچائيندي آهي.
5. مناسب منصوبابندي سان انسان پنهنجو سالن جو ڪم مهينن ۾ مهينن جو ڪم هفتن ۾ هفتن جو ڪم ڏينهن ۾ ۽ ڏينهن ڪم ڪلاڪن ۾ ڪرڻ جي قابل ٿيندو آهي ۽ انهي دوران غلطيون نہ ٿيڻ جو بہ امڪان هوندو آهي
6. .بهترين پلاننگ اوهان کي وقت کان پهريان انهن سڀني موقعن کان باخبر ڪندو آهي جنهن مان اوهان فائدو حاصل ڪري سگهو ۽ اهڙي طرح انسان جي ڪاميابي جا امڪان ڪافي حد تائين وڌي ويندا آهن.
7. سهٺي ۽ ڪشادي منصوبابندي اوهان کي قابل بڻائيندي آهي تہ اوهان پنهنجو وقت پيسا ۽ سگه کي بهترين انداز سان صحيح جاء تي خرچ ڪري ڪاميابي حاصل ڪري سگهو ۽ اوهان جي سوچ پٽڪڻ کان بچي ويندي آهي.
8. وقت کان پهريان ڪيون ويندڙ منصوبابندي سان اوهان حد تائين قابل ٿيو ٿا تہ پنهنجي غلطين کان باخبر ٿي سگهندو ۽ اڄ جي جديد دور ۾ پنهنجي وسلين کي استعمال ڪندي پنهنجي منصوبي ۾ وڏيڪ تبديليون آڻي سگهندو.

الله انسان کي بهترين طاقت سان نوازيو آهي جي جو سڃاڻ سان انسان ۾ ڪاميابي جي جستجو ۽ تڙپ پيدا ٿيندي آهي اسان جي طاقت اسان جي شخصيت جي گهراين ۾ لڪيل آهي جنهن جي ڳولا اسان کي پاڻ ڪرڻي پوندي آهي. توهان پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي ان سفر ۾ انسان جيڪڏهن منصوبابندي تحت جيڪڏهن اڳيان وڌي تہ ان لاءِ رستا آسان ۽ مصيبتون ننديون ٿي ونديون آهن انسان وقتي ناڪامين کان

بچي ڪري همت ۽ حوصلو هارڻ بدران مسلسل اڳيان وڌندو ويندو ايتري ۾ ڪاميابي ان جو مقدر بڻجي ويندي آهي. بلاگر فاروق طاهر ان حوالي سان چوي ٿو ته

”ڪم جي پڄاڻي/خاتمو ڏيڻ ڪان پهريان منصوبابندي انسان کي شرمندگي کان محفوظ رکندي آهي.“

■

# ڪاميابي جي لاءِ پيشي جي چونڊ

هڪ مشهور چوڻي آهي ته

Take your passion and make it Happen.

پيشي جي چونڊ انساني زندگي جو سڀ کان اهم ۽ وڏي ۾ وڏو فيصلو هوندو آهي دنيا ۾ موجود هر انسان ۾ مختلف خوبيون ۽ خاميون ڏنيون ويون آهن. پيشي جي چونڊ هڪ اهڙو مرحلو آهي جنهن ۾ ٿوري به لاپرواهي انسان کي ناڪامين ۾ وٺي وڃي سگهي ٿو . مشرقي معاشري ٻارن جي لاءِ پيشي جي چونڊ اڪثر والدين ڪندا آهن ۽ ان چونڊ ۾ ٻارن جي صلاحيت ۽ دلچسپي ڏسڻ کان وڌيڪ ۾ مارڪيٽ ۾ ويليو کي اهميت ڏني ويندي آهي اهو ئي سبب هوندو آهي جو اسان وٽ اڪثر ماڻهو ٽيه ٽيه سال نوڪري ڪرڻ کان پوءِ به زندگي مان مطئمن ناهن هوندا آهن. اوهان اڪثر ڏٺو هوندو ته ٻار جي دلچسپي آرٽ ۾ هوندي آهي پر سندس والدين اصل پيسي ۽ پيشي جي مارڪيٽ ۾ ويليو ڏسي ان کي سائنس ۾ داخلا وٺي ڏيندا آهن ان جو نتيجو ٻار جي مسلسل ناڪامي جي صورت ۾ ٻار سان گڏ والدين کي به ڀوڳڻو پوندو آهي ان صورتحال ۾ اڪثر اهو به ڏٺو ويو آهي ته ٻار جو جڏهن پڙهائي تي وس نه هلي ته اهو پنهنجي عملي زندگي ۾ اهڙو پيشو اختيار ڪري وٺندو آهي جنهن جي ڪيس بنيادي ڄاڻ به ناهي هوندي. آخر ڪو ته سبب آهي جو اڄ جي دور ۾ پڙهيل لکيل ماڻهو هجڻ باوجود ڪامياب ماڻهن جي گهٽتائي آهي؟ منهنجي خيال ۾ ان سڄي معاملي جو سبب هڪ غلط فيصلو آهي جيڪو والدين تعليم جي ميدان ۾ ٻار جي دلچسپي بدران پنهنجي مرضي مطابق ڪندا آهن.

پنهنجي صلاحيتن کي سڃاڻيندي تعيلم ۽ پوءِ پيشي کي اختيار ڪرڻ توهان ۾ هڪ وڏي ڪاميابي آهي. تعليم ۽ پيشي جو چولو دامن سان گڏ آهي انسان پنهنجي تعليم مطابق پيشي جي چونڊ ڪري ئي سولن لفظن ۾ ڪاميابي حاصل ڪندو آهي. انهن ٻنهي ۾ اختلاف بيچيني جو سبب بڻجندو آهي مان

سمجهان ٿو جيڪڏهن ڪو شخص انجينئرنگ پڙهي ڪپڙن جو ڪاروبار ۽ ڪو ميڊيڪل پڙهي ڪري پنهنجو بزنس شروع ڪري ته حقيقت ۾ اها ناڪامي آهي. ڪنهن ڊاڪٽر کي بزنس مين بڻجندي يا ڪنهن سافٽويئر، انجينئر کي سيل ميز مين بڻجڻ ۾ باري نه سوچڻ گهرجي زندگي ۾ اهڙن آپشنن جو اچڻ ئي ناڪامي کي هوا ڏيندا آهن.

ذهانت ۽ پيشي جو به پاڻ ۾ گهرو تعلق آهي ذهانت مان مراد انسان جي پنهنجي تعليمۓ تجربي کي بروقت استعمال ڪرڻ آهي ذهانت ئي اها خوبي آهي جيڪا انسان کي گهٽ وسيلن ۾ وڏيڪ ترقي ڪرڻ جي قابل بڻائيندو آهي انسان اگر پنهنجي لاءِ تعليم ۽ پيشي جي چونڊ پنهنجي ذهن مطابق ڪري ته اهو هرپرو جي پريشانين کان بچي ويندو آهي.

تعيلم ۽ ذهن کان سواءِ انسان جون صلاحيتون پيشي جي چونڊ ۾ مددگار ثابت ٿينديون آهن انسان جو رحجان ۽ صلاحيتون ان کي پنهنجي ڪم کان پري ٿيڻ ناهن ڏينديون ان جي ڪري انسان ٿوري وقت ۾ گهڻو ڪم ڪرڻ جي قابل ٿي ويندو آهي ۽ ايئن ان کي ٻين کان اعتبار جي معاملي هن ۾ برتري حاصل هوندي آهي.

پيشي جي چونڊ ۾ شوق ۽ دلچسپي کي به ڏاڍي اهميت حاصل آهي انسان کي جيڪڏهن ڪم ۾ دلچسپي هجي ته ان جي لاءِ پنهنجو ڪم ڪم گهٽ ۽ مصروفيت گهڻي ٿي ويندي آهي. ڪم ۾ دلچسپي انسان کي ٿڪجڻ محسوس ناهي ڏيندي ۽ نه وري ڪم ڪندي گهڻو وقت ضايع ٿيندو آهي.اسان وٽ اڪثريت ان ماڻهن جي آهي جيڪي هن موجوده دور ۾ به پنهنجي صلاحيتن ۽ شوق کان لاعلمي جي بنياد تي پنهنجي تعليم ۽ پيشي ۾ تڪليفن جو شڪار آهن. دنيا ۾ هزارين پيشا آهن پر انسان کي پنهنجي پيشي جي چونڊ پنهنجي پسند ۽ صلاحيت سان واسطو رکڻ وارو هجڻ گهرجي. انسان جو ڪم ۽ پنهنجي ڪم سان ان جي محبت ان کي دنيا ۾ نئين سڃاڻپ نالو ۽ شهرت ڏيندي آهي ڪم ڪرڻ جو حقيقي معني ۾ فائدو ۽ مزو به تڏهن ايندو آهي جڏهن انسان کي پنهنجي ڪم سان محبت هجي.

دنيا جي ڪامياب ماڻهن ڏانهن نظر ڦيرايو،انهن جا انٽرويز پڙهو اهي سڀ ماڻهو ان ڳالهہ جو اعتراف ڪندا تہ پنهنجي دلچسپي سان پنهنجو ڪم پنهنجو پيشو ٺاهيو هو ان جي برخلاف جڏهن اسان اسان عام ماڻهن ڏانهن غور ڪيون تہ اسان وٽ اڪثريت انهن ماڻهن جي آهي جيڪي تعليم صرف نوڪري حاصل ڪرڻ جي لاءِ حاصل ڪندا آهن ان ڪان پوءِ نيٺ ڪجهہ پئسن جي ڪري زندگي جا قيمتي سال وڃائيندا آهن. مان اهو نٿو چوان تہ نوڪري حاصل ڪرڻ ڪاميابي ناهي پر نوڪري ڪان پوءِ بہ سڪون نہ اچڻ ناڪامي ضروري آهي. اها ان ڳالهہ جي شاهد آهي تہ اوهان نهيو ڪنهن بئي مقصد لاءِ آهيو پر توهان پنهنجي پاڻ ۾ صلاحيتن جي بي خبريءِ اوهان ڪي نوڪريءِ سان ٻڌي ڇڏيو آهي. ۾ توهان چند پئسن تي پنهنجو پاڻ پنهنجون خوشيون ۾ پنهنجو اطمينان وڃائي ويٺا آهيو.

علمي ليول تي ڪيل هڪ تازي سروي جي مطابق پيشي جي چونڊ حوالي سان ڪجهہ ڏکيون حقيقتون سامهون آيون جن ڪان اوهان ڪي آگاهہ ڪجي.

1. دنيا ۾ 60 سيڪڙو ماڻهو پنهنجي پيشي مان خوش ناهن. ان 60 سيڪڙو ماڻهن جو چوڻ آهي تہ انهن ڪي اگر زندگي ۾ پيشي جي چونڊ لاءِ ٻيهر موقعو مليو تہ اهي موجود پيشي ڪي اختيار نہ ڪندا.
2. دنيا جا 20سيڪڙو اهو سوچين ٿا تہ انهن ڪي زندگي ۾ ان ڪم جو موقعو ئي نہ ملي سگهيو جنهن لاءِ اهي آيا هي.
3. دنيا جي جاتل سڃاتل 30سيڪڙو پروفيشنل ماڻهن جو مڃڻ آهي تہ انهن جو صلاحيتون ڪنهن بئي پيشي ۾ اجا وڌيڪ فائديمند ثابت ٿي سگهن پيون.
4. دنيا ۾ تقريبن 50سيڪڙو پنهنجي پيشي ۾ سدائين شرمندگي محسوس ڪن ٿا.
5. دنيا ۾ صرف 20 سيڪڙو اهڙا ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي ڪم ۾ پيشي مان خوش ۾ مطئمن آهن. جڏهن تہ 1987ع ۾ هنن جو انگ

60سيڪڙو ماڻهن تي مشتمل هو ان نتيجن تي غور ڪيو تہ اندازو ٿيندو تہ اسان وقت سان گڏوگڏ ناڪامي جي طرف وڃي رهيا آهيون.

اهي انگ اکر مغربي ملڪن جتي باقاعدگي سان ڪريئر ڪائونسلنگ ڏنو ويندو آهي ان کي سامهون رکندي هڪ سروي جي حيثيت سان سامهو آيا. اسان سڀ چڱي ريت ڄاڻو ٿا تہ اسان جنهن معاشري ۾ جتي خواندگي جو 50سيڪڙو آهي پر ڪيريئر ڪائونسلنگ جي نالي ڪو بہ ادارو موجود ناهي. هتي حالتون يقينن ڳڻڀير آهن اسان پنهنجي معاشري جي ڳالهہ ڪيون تہ ڪوڙ سارا اهڙق جز مثال اباڻو ڪاروبار ماحول دولت جي ڪمائي جو جنون معلومات جي گهٽتائي ۽ رستو مقرر ڪيل نہ هئڻ اسان کي پيشي جي چونڊ کي نہ صرف ڏکيو ڪري پر اسان جي شخصيت ۽ ترجيحن تي بہ اثر انداز ٿئي ٿو. انهن سڀني عنصرن کي قابو ڪري ئي انسان ڪاميابي سان پنهنجي درست پيشو چونڊ ڪري سگهي ٿو ان سڄي ويچار کان پوءِ سوال اٿي ٿو تہ آخر درست پيشي جي چونڊ ڪيئن ڪئي وڃي.

1. پنهنجي زندگي جو مقصد مقرر ڪري پنهنجي صلاحيتن کي شوق کي نظر ۾ رکي ڪيو.
2. پنهنجي ڪم سان محبت هجڻ اوهان لاءِ ڀرين گهرج آهي.
3. صحت تي ڌيان ڏيو ڇاڪاڻ تہ جسماني ۽ ذهني چستي ڪاميابي لاءِ تمام اهم آهي پاڻ تي ۽ پنهنجي خوابن تي يقين ڪيو.
4. ثابت قدمي محنت ۽ ڪوشش کي پنهنجو منشور بڻايو
5. تيزي سان تبديل ٿيندڙ حالتن سان گڏ پاڻ اپڊيٽ ڪيو.
6. پيشي جي چونڊ کان پهريان پاڻ کي چڱي طرح تلاشيو تہ سچ ۾ هي پيشو اوهان جي صلاحيتن تي پورو لهي ٿو. ۽ ان پيشي جي وابسطگي اوهان کي ڪاميابي تائين وني ويندي.
7. مان سمجهان ٿو تہ جتي انسان کي پنهنجي پيشي جي چونڊ ۾ هي بنيادي ڳالهيون نظر ۾ رکڻ گهرجن اتي انهن پيش قدمين کي بہ هميشہ

اهميت ڏيڻ جي ضرورت آهي. جنهن کي نظر ۾ رکندي بهترين پيشي تائين پهچي سگهجي ٿو.

اهم پيش قدميون

1. پيشي جي چونڊ جي پروسي ۾ والدين جو ڪردار تمام اهم آهي والدين ٻارن جا سڀ کان ويجها دوست ۽ ساٿي هوندا آهن. ۽ پنهنجي ٻارن جون صلاحيتون انهن کان وڌيڪ ڪير بهتر نٿو ڄاڻي سگهي والدين کي گهرجي تہ پنهنجي ٻارن جي صلاحيتن خوبين خامين ۽ دلچسپين کي نظر ۾ رکندي انهن جي لاءِ تعليمي ميدان ۾ بهترين فيصلو ڪيو تہ جيئن اڳيان وڌندي ٻارن لاءِ تڪليفون گهٽ کان گهٽ ٿين.
2. ذهني سطح جو تجزيو ڪرڻ پيشي جي چونڊ کان پهريان تمام ضروري آهي ان معاملي ۾ ڪريئر ڪوئونسلر جي مدد وٺي سگهجي ٿو.
3. تعليمي ادارن ۾ استاد ٻارن جي صلاحيتن کان چڱي ريت واقف هوندا آهن هو سٺو ادارو ۽ سٺو استاد پيشي جي چونڊ ۾ بهترين رايو ڏئي سگهن ٿا.
4. والدين ۽ استاد ٻارن کي صرف ڊاڪٽر ۽ انجينئر جي ڊوڙ مان ڪڍي ڪري جيڪڏهن ان جي شوق ۽ صلاحيتن جي بنياد تي سبجيڪٽ جو چونڊ ڪن تہ عملي زندگي ۾ ٻار سهڻي طريقي سان پنهنجي لاءِ بهترين ۽ شانداز پيشو چونڊي سگهي ٿو.
5. مان سمجهان ٿو تہ انسان کي پنهنجي وسيلن پنهنجي معاشي حيثيت ۽ حقن جو ادارڪ لازمي آهي جنهن کان بچي اڳيان نٿو وڌي سگهي پنهنجي معاشي حالتن کان وڌيڪ تعليمي ادارن جو چونڊ هڪ احمقاڻي سوچ آهي جيڪا وقت سان گڏ انسان کي احساس ڪمتري جو شڪار ڪري ڇڏي ٿي جنهن ڪري انسان نہ صرف ڪاميابي جي راهہ ۾ ڀٽڪندو آهي پر شديد ذهني دٻاء جو پڻ شڪار ٿئي ٿو.
6. پيشي جو چونڊ کان پهريان انسان کي عقلمندي سان سوچ ويچار ڪري پوءِ فيصلو ڪرڻ کپي اڪثر ماڻهو ٻين ماڻهن ۽ انهن جي ڳالهين تي

ڀروسو ڪري سهارن جي ڳولا ۾ اڳيان وڌندڻ جو خواب انسان کي ڪاٽي نه ڇڏيندو پر وقت سان گڏ تجربو ڪرڻ لازمي آهي.

7. پيشي جي چونڊ وض انسان کي سولو ۽ سادو رستو اختيار ڪندي عملي حڪمت عملي جي ضرورت آهي پاڻ کي خواهشن جو ضرورت کان وڌيڪ انسان کي پنهنجي ڪم کان باغي ڪندو آهي.

مان سمجهان ٿو شامل اصولن ۽ قدمن کي نظر ۾ رکندي هڪ عام انسان بهترين حڪمت عملي جي ذريعي ڪامياب ماڻهو وانگر پنهنجي سفر جو آغاز ڪري سگهي ٿو ۽ ثابت قدمي سان يقينن پنهنجو شمار ڪامياب ۾ ڪري سگهي ٿو.

■

# فيصلو ڪرڻ

الله تعالي انسان کي بيشمار نعمتن ۽ صلاحيتن سان نوازيو آهي هڪ بهترين صلاحيت بهتر فيصلو ڪرڻ آهي مناسب ۽ وقت تي فيصلو ڪرڻ جي اهميت ۽ اندازو انسان کي وقت گذرڻ کان پوءِ پوندو آهي ڪامياب ماڻهو جي سيني عادتن مان هڪ عادت صحيح ۽ وقت تي فيصلو ڪرڻ آهي ۽ ان جو اعتراف هر ڪامياب شخص ڪندو آهي.

هلندڙ دور ۾ جڏهن انسان ڪاميابي جو تلاش ۾ ڊوڙي رهيو آهي اهو ان خبر کان بلڪل بي خبر آهي ته ڪاميابي ۽ ناڪامي جو هڪ وڏو سبب وقت تي فيصلو ڪرڻ جي عادت آهي هر شخص جي وقت تي فيصلو ڪري وٺندو آهي ته اهو ڪاميابي ڏانهن وڌي ويندو آهي جڏهن ته فيصلي کان نا آشڪاري رهڻ تي انسان پٺتي ڪندو رهندو آهي.

نيپولين چوندو هو ته ”ڪامياب ماڻهن جا فيصلا معياري هوندا آهن جڏهن ته ناڪام ماڻهن جا فيصلا ڪمزور هوندا آهن.“

انساني تاريخ کي پڙهندي کوڙ سارن ماڻهن ڪاميابي جو راز ان فيصلي ڪرڻ جي عادي کي قرار ڏيندي ٻڌائن ٿا ته ڪهڙي طرح انهن کي انهن جي معياري فيصلي ڪاميابي سان نوازيو. ان جي خلاف دنيا ۾ موجود ناڪام انسان اڪثر پنهنجي ناڪامي جو زميوار غلطن فيصلن کي قرار ڏيندا آهن جيڪو شخص وقت تي فيصلو ڪرڻ بجاءِ نٽائيندي سستي ۽ ڪاهلي جو مظاهرو ڪندو آهي ان کي آخر ناڪامي کي برداشت ڪرڻو پوندو آهي.

زندگي جي اڪثر معاملن ۾ حالتن جي مدنظر رکندي وقت تي فيصلو ڪرڻ جي لاءِ انسان ۾ فيصلي سازي جي خوبي هجڻ ڏاڍي اهم آهي ڪامياب فيصلن لاءِ ضروري هوندو آهي ته توهان ۾ بهترين فيصلي ڪرڻ جي سگه هجي ۽ ان سگه کي بهترين ڪرڻ جي لاءِ انسان کي پريشاني ۽ جذبات اچڻ بنا فيصلا

ڪرڻا پوندا. فيصلا ڪرڻ وقت پنهنجي انا ۽ اختلافن کي وساري جڏهن حقن تي ڌيان ڏنو ويجي ته هڪ معياري فيصلو سامهون ايندو آهي.

اهڙي طرح فيصلي لاءِ منطقي سوچ استعمال ڪندي تمام ماڻهن جي معلومات گڏ ڪري فيصلو ڪرڻ سٺا نتيجا سامهون ايندا آهن. اڪثر ماڻهو فيصلن جي اثرن جو اندازو ڪنهن بغير ننڍي مسئلي وقت تي وڏو فيصلو ٻڌائيندا آهن. جيڪو انسان جي ناڪامي ۽ نااهلي بنيان ڪندو آهي فيصلو ڪندي مسئلن جي وڏي وقت جي صورتحال جو جائزو وٺڻ فيصلي کي معياري بڻائيندو آهي.

شيوڪيرا پنهنجي ڪتاب "You Can win" ۾ لکي ٿو ته

جيڪو شخص خطرو ناهي موڙي سگهندو اهو زندگي ۾ ڪجهه به نٿو ڪري سگهي. زندگي جي هر ڪم ۾ خطرو آهي. اسان جو ڪو به فيصلو يا عمل هر وقت صحيح نٿو ٿي سگهي.انسان جو هر فيصلو انديشن تي هوندو آهي.

ضروري ناهي ته انسان جو هر فيصلو درست هجي ڪاميابي جي تڙپ رکڻ وارو انسان پنهنجي غلط فيصلن تي عدم اعتمادي جو شڪار ٿيڻ بجاءِ انهن مان سکندي درست فيصلو ڪرڻ جي قابل ٿيندو آهي جيڪي ماڻهو پنهنجي صلاحيتن تي اعتماد ناهن ڪري سگهندا انهن جي لاءِ ڪامياب ٿيڻ ناممڪن هوندو آهي انسان جو پاڻ تي اعتماد ۽ مستقبل جي لاءِ نيڪ تمنائون ئي ان جي لاءِ صحيح فيصلو ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندو آهي فيصلي ڪرڻ وقت هرپرو شڪن جو شڪارٿيڻ به فيصلي کي متاثر ڪري سگهي ٿو. هوئن ته چيو ويندو آهي : تڪڙ ڪم شيطان جو هوندو آهي.

پر زندگي ۾ اڪثر معاملن کي عقلمندي ۾ ترت ڪرڻا پوندا آهن. اهڙا فيصلا ڪندي انسان کي عقلندي جو مظاهرو ڪرڻ کپي. فيصلي ۾ ڍر بهتر ناهي هوندي معاملن تي فڪر ڪندي انهن جو دقت سان جائزو وٺي ۽ فيصلو ڪيو چاڪاڻ ته جيتري دير ٿيندي اوتري وهم وڌندا ويندا ۽ فيصلو ڪمزور ٿيندو ويندو نفيسات جي ماهرن جوان ڳالهه تي اتفاق آهي ته انسان جيسيتائين ڪنهن معاملي جو فيصلو ناهي ڪندو تيسيتائين ان جي ذهن تي خدشن ۽

وسوسن جو هدف هوندو آهي ان سبب جي ڪري انسان کي جنهن اذيت جو شڪار ٿيڻو پوندو آهي اهو ڪنهن غلط فيصلي کان بہ وڌيڪ تڪليف وارو هوندو آهي.

فرينڪ لن ڊي روز ويلٽ جو مشهور قول آهي تہ: اسان جو اڄ جو شڪ سڀاڻي جي ڪاميابي کي شڪ ۾ بدلائي سگهي ٿو.

ڪاميابي جو سچو وهنوار انسان جي فيصلي تي هوندو آهي فيصلن ۾ دير ناڪامي جو سبب بڻجندا آهن ان لاءِ اڪثر ٽائيم گهڻو سوچڻ بہ اسان جي فيصلي لاءِ نقصانڪار ثابت ٿي سگهي ٿو فيصلي جي سگهہ جي گهٽتائي تمام وڏي ڪمزوري آهي جيڪا انسان کي ڪاميابي کان روڪي رکندي آهي فيصلي جي سگهہ ! وڌندڙ عمر سان گڏوگڏ ڪمزور ٿي ويندي آهي. فيصلي ڪرڻ جو ڪمزوري سستي ڪاهليءِ ناڪامي جو خوف هوندو آهي جيڪڏهن توهان ڪامياب زندگي گذارڻ جا خواهشمند آهيو تہ توهان کي پنهنجي فيصلن تي ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آهي عقلمندي جو مظاهرو ڪندي پنهنجي لاءِ پنهنجي مستقبل جي لاءِ فيصلا ڪيو پوءِ انهن جي لاءِ محنت ڪيو ڪامياب توهان کي توهان جي ئي منتظر نظر ايندي.

■

# عقلمندي

توهان اهو ڄاڻيندي حيران ٿي ويندو تہ اڄ دنيا ۾ لکين ڪروڙين ماڻهن جي ڪمائي جي ذريعي فاسٽ فوڊ جي ابتدا هڪ ريڙهي ڪان شروع ٿي هئي اڄ کان 83 سال اڳ 1937ع ۾ آمريڪا جي هڪ غريب شخص "پيٽرڪ ميڪڊولنڊ" پنهنجي ڪمائي جي لاءِ ڪيليفورينا جي علائقي منرويا ۾ "منرويا ايئرپورٽ" ويجهو برگر کپائڻ لاءِ هڪ ريڙهو لڳايو. اهو غريب ماڻهو روزانو صبوح جو ريڙهو گهران ڪاهي نڪرندو هو ۽ سڄو ڏينهن ايئرپورٽ تي برگر ۽ شفاف جوس کپائي شام جو ريڙهو گهليندو گهر ايندو هو. اهو 3 سال ايئن سڄو ڏينهن محنت ڪندو رهيو پوءِ ٽن سالن بعد 1940ع ۾ پيٽرڪ جي ٻن پٽن رسچرڊ ۽ موريس پنهنجي پيءُ کي هٿ نہ ونڊائڻ جو فيصلو ڪيو.

انهن جو خيال هو تہ اسان کي ڪم ريڙهي ڪان اڳيان وڌائڻ کپي. ايتري ۾ انهن ڪيليفورينا ۾ "باربي ڪيو" جي نالي سان هڪ ننڍڙي هوٽل جو بنياد رکيو جتي اهي پنهنجي پيءُ جيان ڀرپور محنت سان ڪم ڪندا رهيا . محنت مسلسل جدوجهد وڏي همت جهڙي اصولن کي مڪمل طور تي پنهنجو منشور بڻايو ۽ فيصلو ڪيو تہ هڪ ڏينهن انهن جي هي ڪاروبار پوري دنيا ۾ پنهنجي سڃاڻپ ٺاهيندو انهن ڏينهن ۾ محنت ۽ ثابت قدميء جي رهنما اصولن ڪرڻ ڪان ڪجهہ ئي وقت ۾ هوٽل علائقي ۾ پنهنجي نالو ڪمايو ۽ ڏسندي ئي ڏسندي هو ترقي جون منزلون طئي ڪرڻ لڳو ٻنهي ڀائرن پنهنجي ڪاروبار کي وسيع ڪرڻ لاءِ وڏيڪ محنت ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. انهن ايتري قدر محنت ۽ ترقي ڪرڻ شروع ڪئي جو صرف 13 سالن ڪان پوءِ 1953ع ۾ هوٽل جون ڪيٽريون برانچون ڪيليفورينا جي آس پاس ٻين شهرن ۾ بہ کوليائين..

اهي پنهنجي ڪم ۾ محنت سان جڙيا رهيا ۽ ترقي جا وڏيڪ ڏاڪا چڙهندا ويا صرف 6سالن ڪان پوءِ 1959ع ۾ آمريڪا ۾ انهن جي هوٽلن جو تعداد 102 تي ويو هڪ سال ڪان پوءِ انهن جو ڪم ايترو تہ ڪشادو ٿي ويو جو انهن کي

پنهنجي ريسٽورنٽ لاءِ تربيت ڏنل ملازم فراهم ڪرڻ لاءِ هڪ الڳ يونيورسٽي ٺاهڻي پئي . 1961ع ۾ ڪمپنيءَ پنهنجي سيني فرنچائيز کي تربيت يافته ملازم فراهم ڪرڻ لاءِ "ميڪڊولنڊ برگر" نالي سان هڪ وڏي يونيورسٽي قائم ڪئي جنهن مان صرف 30 سالن ۾ 40هزار ماڻهن بيلچر آف هيم برگر جي ڊگري حاصل ڪئي.

ريسٽورنٽ ڪمپنيءَ ملازمن جي فراهمي لاءِ انهي ڪارپوريشن لنڊن ٽوڪيو ۽ جرمني سميت دنيا جي مختلف ملڪن ۾ 7 يونيورسٽيز قائم ڪيون . 1969ع ۾ هي ڪمپني 50 رياستن ۾ پکڙجي وئي ڪمپنيءَ يونائٽيڊ اسٽيٽ کان ٻاهر پنهنجي پهرين برانچ 1967ع ۾ برطانيا ۾ قائم ڪئي. جڏهن ته 1990ع تائين ميڪڊولنڊ فاسٽ فوڊ 58ٻاهرين ملڪن ۾ پنهنجا 3600 ريسٽورنٽ کولي انهن مالڪن ۾ پنهنجي ڪاروبار جو ڄار وڇائي ڇڏيو. 1939ع ۾ ڪيليفورينا رياست جي علائقي ميرونياجي هڪ غريب جي ريڙهي سان شروع ڪيل ڪم اڄ 121 ملڪن ۾ ڦهلجي ويو آهي.

ماهرن جو خيال آهي ته ميڪڊولنڊ کي پوري دنيا ۾ مشهور ڪرڻ ۾ ان جي رهنما اصولن محنت ثابت قدمي وڏي همت جو وڏو ثمر آهي جنهن جي ڪري ميڪڊولنڊ فاسٽ فوڊ ڪمپني هڪ گلوبل براند بڻجڻ ۾ ڪامياب وئي. ڪو به ڪنهن به شعبي سان وابسته هجي ان کي هڪ ئي فڪر هوندو آهي ته ڪيئن ترقي ڪري عربي جو مشهور پهاڪو آهي ته

من جدوجد (جنهن ڪوشش ڪئي ان حاصل ڪيو)

مسلمانن جو اهو عقيدو آهي ته دنيا ۾ ڪا به شي ناهي جيڪا ناممڪن هجي. محنت ۽ ثابت قدمي سان هر ناممڪن کي ممڪن ڪري سگهجي ٿو غيرمعمولي چمڪ سرانجام ڏيڻ لاءِ ضروري آهي انسان محنت ۽ جدوجهد ۽ سچي نصيب جو مالڪ هجي. ان تي ڪم جو شوق سوار هجي دماغ ۾ جڏهن ڪنهن ڪم جي ڳٽني ويهي وڃي ته اهو ضرور انجام تائين پهچندو آهي. ان جي رستي ۾ ساڙ رڪاوٽ بڻجندو آهي. نه ڏوکو رڪاوٽ بڻجندو آهي سازش خلل وجهندي آ نه ڪا ٻي شي منع ڪندي آهي .پنهنجي ڪم سان محبت ۽

عشق ڪاميابي جي چابي آهي محبت هجي تہ سبب ۽ وسيلا بہ پيدا ٿي ويندا آهن. پنهنجي مقصد سان محبت ڪرڻ وارو ڪڏهن پنهنجو هٽ هٽ تي رکي ناهي ويهندو بند رستا تڪليفون ڏيندڙ بيٺل رڪاوٽون ان جي رستي ۾ لغزس پيدا نٿو ڪري سگهي.

ڪاميابي جي لاءِ لازمي آهي تہ انسان کي ڪنهن بہ ڪم جي آغاز ڪرڻ کان پهريان ان جي انجام ڏيڻ بابت چڱي طرح غور فڪر ڪري ڇڏي ۽ ان جي فائدن ۽ نقصانن بابت بہ جائزو وٺي جيڪڏهن ڪم ۾ گهٽ فائدو هجي تہ ڪم ڪري نہ ان کي ڇڏي ڏئي. ڪنهن بہ ڪم جي شروعات کان پهريان جڏهن اسان عقلمندي کي پرواهہ نہ ڪندي پنهنجون سيئي صلاحيتون وقف ڪندا آهيون تہ تقريبن اسان کي نقصان حاصل ڪرڻو پوندو آهي. ان لاءِ چيو ويندو آهي تہ انسان جڏهن بہ بغير سوچڻ ۽ سمجهڻ جي انجام جي پرواهہ ڪرڻ بغير ڪنهن ڪم ۾ داخل ٿيندو آهي تہ حقيقيت ۾ اهو پاڻ کي مصيبت ۾ گرفتار ڪندو آهي.

عقلمندي ۽ انجام هڪ اهڙو عمل آهي جنهن جي تربيت هر ڪامياب شخص ڪري ٿو انهي طرح دنيا جو ڪو بہ عقلمند ۽ ڪامياب شخص ڪنهن کي بغير انجام جي پراهہ ڪرڻ جي ڪوئي ڪم ڪرڻ جي هدايت ناهي ڪندو. هميشہ ڪم جي شروعات کان پهريان ان جي نتيجن جي پرواهہ جو غور ڪرڻ ڪامياب ماڻهن جي عادتن ۾ شامل عادت آهي. دنيا ۽ آخرت ۾ پنهنجو مقام ناهڻ وارن اهڙن ڪيترن ئي ماڻهن جا واقعا اسان جي سامهون آهن جن انجام کي فڪر کي پاڻ تي لازمي ڪندي عقلندي سان پنهنجي معاملن کي پرکيو ۽ پوءِ انهن تي عمل ڪرڻ يا انهن کي ترڪ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

هميشہ عقلمندن واري سوچ رکو وقتي فائدا ڪجهہ ڏينهن يا ڪجهہ لمحن ۾ ختم ٿي ويندا آهن. حالتن ۽ واقعن جو مطالعو ڪري ان جي سيني سنگين نتيجن کان واقف ۽ انجام تي نظر جي بدولت عقلمند کي پهريان ئي جاڻ پئجي ويندي آهي. تہ ڦلاڻو قدم کڻڻ تي کهڙا اثر پوندا.

# ڪامياب زندگي جي لاءِ مطالعو ڪريو

والينٽئر چيو آهي تہ: ”توهان کي ان حقيقت جو شعور هجڻ گهرجي تہ جڏهن کان دنيا تهي آهي وحشي نسلن کي ڇڏي ڪري دنيا تي ڪتابن حڪمراني ڪئي آهي.“

مطالعي جي عادت انسان جي ڪاميابي ۾ اينڌن جو ڪم ڪندي آهي ڪتابن جو مطالعو انسان ۾ نئون روح ڦوڪيندو آهي انسان جي زندگي گذارڻ جو انداز مطالعي سان برابر بدلجي ويندو آهي بهترين ۽ معياري ڪتاب انسان جي تعمير ۽ تشڪيل ۽ تربيت ۾ اهم ڪردار ادا ڪندا آهن انسان پنهنجو پاڻ کي ۽ پنهنجي صلاحيتن کي سڃاڻڻ بغير ڪاميابي جو تصور بہ نٿو ڪري سگهي مطالعي جي عادت انسان کي انهن صلاحيتن کان واقف ڪري ٿي ۽ زندگي جي مقصد فراهم ڪري ٿي ڪتابن ۾ دلچسپي ۽ مطالعي جي اها عادت پنهنجو پاڻ ڪنهن بہ انسان کي ڪاميابي سان پنهنجو ڪرڻ جي طاقت رکندي آهي انسان جي شخصيت نکار ۽ ڪشش ان مطالعي جي ئي احسانمندي هوندي آهي توهان دنيا جي تاريخ ڪٽي ڏسو اوهان کي ڪامياب انسانن جي ڊگهي لسٽ ملندي ۽ ان لسٽ ۾ شامل سيني ڪامياب ماڻهن ۾ شامل خوبين ۾ مطالعد جي خوبي بہ واضع نظر ايندي دنيا جو هر امير بااثر ۽ ڪامياب انسان هميشہ ڪتاب پڙهڻ جو شوقين رهيو آهي. بل گيٽس، مارڪ زڪر برگ،ايلن مسڪ ۽ اسٽفن هاڪنگ سميت تمام ماڻهن ڪتابن جي مطالعي کي پنهنجي روزاني زندگي ۾ سنو مقام ڏئي رکيو آهي. بل گيٽس جيڪو سالن کان دنيا جو امير نجي لسٽ ۾ پهريون نمبر آهي ان جو چوڻ آهي تہ:

زندگي ۾ ڪاميابي جو هڪ وڏو سبب مطالعي جي عادت آهي.

ان کان علاوه بل گيٽس چوي ٿو تہ هو سال ۾ آساني سان 50بهترين ڪتابن جو مطالعو ڪرڻ جو عادي آهي. هر هفتي هڪ ڪتاب پوري ڌيان

سان پڙهڻ ان جي عادت آهي ڪتابن جي مطالعي لاءِ ان جي لائيبرري ان جي پسنديده ڪتابن سان ڀريل آهن ۽ اهو مطالعي جو شوقين آهي.

سيد اظفر رضوي چوي ٿو ته

گهٽي ڪان گهٽا ڪتاب پڙهڻ سان ئي انسان عالم سڏيو وڃي ٿو.

اڄ جي هن افراتفري واري دور ۾ ڪتاب پڙهڻ جو رواج ختم ٿي رهيو آهي شايد اهو ئي سبب آهي جو اڄ اسان وٽ ڪاميابي جو ڳالهيون ڪرڻ وارا ته هزارين ماڻهو موجود آهن پر حقيقت ۾ ڪاميابي چند ماڻهن کي نصيب ٿيندي آهي توهان شايد اهو ٻڌي حيران ٿي ويندو ته مطالعي جي عادت انسان کي جسماني ۽ ذهني طور تي به تندرست رکڻ ۾ فائديمند ثابت ٿيندو آهي ماهر ان عادت کي ڊگهي عمر جو راز ڪري مڃن ٿا.

وارن بفت دنيا جي سڀ کان وڏد ملٽي نيشنل ڪمپني جو بنياد رکڻ وارو ويهين صدي ۾ ڪامياب ترين سرمائيدار انسان دوست شخصيت جو حامل بااثر ماڻهو ۽ دنيا ۾ امير ترين ماڻهن ۾ هڪ آهي پر پاڻ اصل کان اهڙو نه هو هن ننڍڙي ڳوٺ ۾ اک کولڻ وارو اسڪول رسيس ۾ ٻارن جون ٽافيون خريد و فروخت ڪرڻ وارو ٻار وڏو ٿي ڪري دنيا جو وڏو سرمائيدار ۽ امير ترين ماڻهو بڻجي ويو.

وارن بفت پنهنجي ڪاميابي جو ذڪر ڪندي ٻن اهم ڳالهين کو اڪثر ذڪر ڪندو آهي هڪ اهو چوندو آهي ته " ماڻهو ڇا سوچيندا اهو به اوهان سوچيندو ته ماڻهو ڇا سوچيندا"ته اوهان ڪاميابي جا ڪيترا ئي اصول نظرانداز ڪري ڇڏيندو منهنجو هميشه سرمائيداري اصول تي ڌيان مرڪز رهيو انسان جيڪڏهن ٻين ۾ سوچ ۽ فڪر ۾ گهلبو رهندو ته آزادي سان پنهنجي اصولن تي عمل ڪري نه سگهندو ۽ سوچ جي اها پابندي هميشه ان تي حاوي رهندي آهي ٻي شي جيڪا وارن بفت اڪثر ڳالهين ۾ مزيدار هوندي هئي اها ان جو مطالعي لاءِ شوق هو اهو پنهنجي ڏينهن جا 4کان 5ڪلاڪ مطالعي تي وقف ڪندو آهي ان کان علاوه 5 اخبارن جو پوريٽ ۽

رپورٽن جا 500 پيج پڙهندو آهي بفٽ جو پسنديده ڪتاب "بنجامن گراهم" جو ڪتاب the Inelegant inventor آهي ان جو چوڻ آهي تہ هو ڪنهن بہ وقت سرمائيداري دوران مطالعو ڪندو آهي مطالعو تحقيق جي دامن کي ڪشادو ڪندو آهي ۽ اهو تہ هر ڪامياب انسان مطالعي جو شوقين هوندو آهي جيڪڏهن توهان بہ ڪاميابي جي حاصلات جا شوقين آهيو تہ توهان کي بہ مطالعي جي عادت اختيار ڪرڻي پوندي وارن بفٽ جو چوڻ آهي تہ درياء کي درياء ڄاڻي ان جي ڊيگه ماپڻ لاءِ ان ۾ بل ڏيڻ بجاءِ ٻاهر لڳل بورڊ پڙهو زندگي ۾ پنهنجي غلطين مان نہ پر ٻين جي غلطين مان سکڻ جي ڪوشش ڪيو اهڙي مطالعي جي مدد سان ئي ممڪن آهي هر ڪم کان پهريان تحقيق ڪاميابي جي ضمانت ڪٽي ٿي.

■

# ڪاميابي ۽ صحت

واصف علي واصف چوي ٿو تہ "ڏک ڪمزور انسان تي سوار هوندو آهي ۽ طاقتور انسان جي سوار“

زندگي جو هڪ اصول آهي تہ جيڪو شخص جيترو مضبوط ۽ طاقتور هوندو اوترو ئي بهترين طريقي سان زندگي جي ڏکيائين کي منهن ڏئي سگھندو. ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ انسان کي هر لحاظ کان مضبوطي ضروري آهي تہ اهو نہ صرف ڪاميابي اختيار ڪري سگهي پر پنهنجي ڪاميابي مان ڀرپور لطف انداز بہ ٿي سگهي.

پاڻ کي مضبوط ڪرڻ مان ڇا مراد آهي؟

انسان روح ۽ جسم جو مجموعو آهي اهي ٻئي شيون هڪٻئي کان متاثر بہ ٿينديون آهن. روح جي ڪمزوري جسم تي بہ اثرانداز ٿيندي آهي. ۽ اهي طرح جسم جي طاقت روح کي بہ تقوا بخشيندي آهي روح ۽ جسم ٻنهي لاءِ صحت انساني ڪاميابي لاءِ ضروري آهي.

هر انسان جيڪو ڪامياب ٿيڻ چاهيندو آهي اهو پنهنجي صحت جو خاص خيال رکندو آهي ڪاميابي جو اصل مزو بہ صحت ۽ تندرستي سان گڏ آهي صحت جي قيمت ۾ حاصل ڪرڻ واري ڪاميابي اصل ۾ ناڪامي آهي توهان ٿورو غور ڪيو انسان جيڪڏهن سڄي عمر محنت ۽ جدوجهد ۾ گذاري ڇڏي جڏهن محنت جو ثمر ڪائڻ جو وقت اچي تہ ان جي صحت ان قابل نہ رهي ڊاڪٽر جي پرهيز جا هٿيار ساڻ رکي دوائن تي زنده هجي تہ اهڙي ڪاميابي جو ڪهڙو فائدو؟

"هڪ صحتمند جسم ۾ صحت مند دماغ هوندو آهي.“

جيڪو انسان روحاني ۽ جسماني اعتبار کان صحتياب نہ هجي ان جو ذهن بہ زرخير يا Productive ناهي رهندو. ڪامياب انسان جي لاءِ ان جي جسماني صحت پهرين گهرج هوندي آهي. ان ماڻهن جي روزاني معمول ۾

گهربل غذا ۽ مناسب ننڊ لازمي عنصرن ۾ شامل هوندي آهي انسان جي جسماني صحت ان جي عقل ۽ شعور تي اثرانداز هوندي آهي. ان لاءِ بهترين جسم سوچ کي اڏڻ ۾ مدد ڪندو آهي اها مثبت سوچ انسان ۾ همت ۽ طاقت پيدا ڪري انهن ڏکين حالتن سان مقابلو ڪرڻ سيکاري ٿي. ڪامياب ماڻهو پنهنجي سوچ کي مثبت ڪندي پنهنجي ارادن کي پختو پنهنجي همت کي مضبوط ڪرڻ لاءِ روزاني بنياد تي ورزش ۽ ڪرڻ ۽ ڪرڻ ۽ ڪامياب ماڻهن جي صحبت ۾ ويهندا آهي جيئن انهن مان ڪجهه سکي پنهنجي زندگي ۾ شامل ڪري سگهن.

انسان جي ڪميابي ۾ روح اهم ڪردار ادا ڪندو آهي ۽ روح جي غذا الله پاڪ جي ذڪر ۾ آهي ڪامياب ماڻهو ڪٿي چو نه ڪنهن به مذهب ۽ فرقي کي ميجندڙ هجي ان جو پنهنجي خدا سان تعلق ڏاڍو گهرو ۽ ڏاڍو مضبوط هوندو آهي ۽ جيڪڏهن ڳالهه ڪجي مسلمانن جي ته اسان جي عبادت ۽ خدا سان تعلق اسان جي روح کي طاقت ڏيندو آهي. جيڪو اسان لاءِ ڪاميابي جو ضامن آهي خدا کي به پنهنجي بهادر ٻانهن سان گهڻي محبت هوندي آهي چو ته اهي جسماني سوچ سان گڏوگڏ الله جي راهه ۾ به بهترين طريقي وڙهي سگهن ٿا.

الله جي ويجهو بهادر مومن ڪمزور مومن کان وڌيڪ عزيز آهي. (صحيح مسلم)

روح ڏسڻ ۾ ناهي ايندو پر انسان جون سڀ بلنديون ان روح مان نڪرنديون آهن ۽ ان تندرستي سان ئي وڏين وڏين مشڪلاتن سان بهادرن جيان وڙهي ويندو آهي روح جي بيچيني سان جسم به ڪمزور ٿي ويندو آهي. ۽ انسان جي جسم جو نظام درهم برهم ٿي ويندو آهي ضرورت اها ته ڪامياب ٿيڻ لاءِ انسان جو جسماني ۽ روحاني ڏسڻ ۾ صحت مند هجڻ لازمي آهي ۽ هي اها عادت آهي جنهن کي اج تائين هر ڪامياب شخص اختيار ڪيو آهي.

زندگي ۾ انسان ڪاميابي جي لاءِ ايتري تہ پيچ ڊوڙ ڪندو آهي اتي ان تي لازمي آهي تہ جسم ۽ روح بابت بہ خيال رکي تہ جيئن اهو پنهنجي ڪاميابي مان ڀرپور مزو ۽ فائدو وٺي سگهي. ڪامياب انسان جون پنهنجي صحت حوالي سان اختيار ڪيل خصوصي عادتن کي اختيار ڪري ڪو بہ انسان نہ صرف پنهنجي صحت کي بهتري ڪري سگهي ٿو پر ان سان گڏ ڪاميابي تي پهريون قدم رکڻ بہ ثابت ٿي سگهي ٿو.

1. مناسب ننڊ ڪيو.
2. گهربل غذا حاصل ڪيو.
3. صفائي جو خاص خيال رکو.
4. قوت مدافعيت وڌائڻ لاءِ ورزش ڪيو.
5. پاڻ کي جسماني طور تي تازو توانو ڪيو.
6. پاڻ سان وقت گذاريو.

غور ڪرڻ جي اها ڳالهہ آهي تہ اهڙي ڪاميابي جيڪا صحت عيوض ملي اها اصل ۾ ناڪامي آهي. مان اهڙا ڪيترائي ماڻهو ڏٺا جيڪي پنهنجي سجو وقت ڏينهن رات محنت ڪندي گذاريندا آهن انهن کي نہ کائڻ پيئڻ جو هوش هوندو آهي. نہ پنهنجي جي مرڻي پرڻي ۾ شرڪت ڪرڻ جو وقت ملندو آهي نتيجن اهي ماڻهو چاليہ پنجيتاليہ سال وڃي بستر تي پوندي پنهنجي موت مري ويندا آهن. انهن کي نہ ڪو ياد ڪرڻ وارو هوندو آهي ۽ نہ ئي هو زندگي جو مزو وٺي سگهندا آهن. اهڙن ماڻهن کي ڪامياب ماڻهو نٿو چئي سگهجي ڇو تہ ڪامياب ماڻهو جي زندگي جو هڪ هڪ لمحو سجاڳي مطابق پنهنجي زندگي جي مقصد سان گڏ گهرن وارن ۽ پنهنجي صحت تي بہ خرچ ڪندو آهي. انهن جي زندگي بي رنگ ناهي هوندي پر انهن جو ڪم لاءِ اهڙو تہ انتظام ايترو مضبوط هوندو هو جو سندن گهڻو وقت پنهجن سان گڏ ۽ پنهنجي صحت جو خيال رکندي گذري ويندو هو ڪامياب ماڻهو صحت

جي عيوض ڪاميابي ناهن وٺندا جيڪڏهن انسان ڪاميابي جي سفر مان پنهنجي لاءِ ئي وقت نہ ڪڍي تہ اها سندس ناڪامي آهي.

حضرت محمد صلي الله عليہ والہ وسلم فرمائي ٿو تہ

"الله کان معافي ۽ صحت جو سوال ڪندا رهو ڇو تہ ايمان جي نعمت کان پوءِ تندرستي جهڙي ڪا بہ نعمت ناهي."

انسان جي زندگي ۾ صحت ۽ تندرستي جي حيثيت گاڏي جيان آهي ٿورو سوچيو جيڪڏهن گاڏي خراب ٿي وڃي تہ توهان پنهنجي منزل تي ڪيئن پهچي سگهندو؟ پر پنهنجي صحت کي خدا جي نعمت سمجهندي ان کي اهميت ڏيو ۽ خدا جو شڪر ادا ڪيو.

■

## خدا سان تعلق ڪاميابي جي ضمانت

حضرت علي ڪرم الله وجهه جو قول آهي تہ ”جنهن پنهنجي ۽ الله جي وچ ۾ معاملن کي درست رکيو تہ الله ان جا ۽ ٻين ماڻهن جي وچ جا معاملا درست ڪري ڇڏيندو.“

اڄ جي هن دور ۾ هر انسان پيشي شهرت مقام ۽ مرتبي کي ڪاميابي سمجهي ٿو ان جو خواهشند نظر ايندو آهي انسان پنهنجي صحت جي عيوض ۾ پنهنجي ڏينهن رات انهن سڀني دنيائي شين جي حاصلاتن لاءِ خرچ ڪري ڇڏيندو آهي. ان سڀ هوندي بہ اسان ڏسندا آهيون تہ دنيا ۾ اهڙا بيشمار ماڻهو آهن جيڪي ظاهر ۾ تہ ڪامياب ڏسڻ ۾ ايندا آهن ۽ انهن کي دنيا جون سڀ سهولتون بہ موجود هونديون آهن پر انهن اطمينان ناهي ايندو خوشي ناهي ملندي سڪون ناهي هوندو انهن کي سمهڻ کان پهريان ننڊ جون ٽيبليٽ کائڻيون پونديون آهن يا ان جي زندگي جو خاتمو ڏاڍو پوائتو يا خودڪشي جي صورت ۾ ٿيندو آهي ڪاميابي ملڻ کان پوءِ بہ آخر ايئن ڇو ٿو ٿئي؟

اسان انسانن ڪاميابي جي لاءِ جيڪي معيار ٺاهي رکيا آهن سي سڀ غلط آهن ڪاميابي نہ پئسن ۾ آهي نہ مقام مرتبي نہ وري شهرت ۾ آهي. ڪاميابي جو تعلق هن فاني دنيا سان ناهي پر ڪاميابي دل جو سڪون آهي جنهن وٽ ۾ دل جو سڪون ناهي ان وٽ ڀلي دولت جا انبار هجن اهو شخص حقيقي ڪاميابي کان محروم آهي.

■

# اهو دل جو سڪون ڪيئن حاصل ٿيندو؟

ان جو جواب الله تعاليٰ قران مجيد ۾ هن طريقي فرمايو آهي تہ:

ترجمو : ڇاڪاڻ ته الله جي ذڪر ڪرڻ سان ئي دلين کي سڪون نصيب ٿيندو آهي. (الرعد)

خدا کي ياد ڪري ان جي ياد ۾ چند گهڙيا وهائي پنهنجو حال دل ان کي ٻڌڻ سان جيڪو سڪون ۽ اطمينان انساند دل کي حاصل ٿيندو آهي اهو دنيا جي ڪنهن ٻئي شي ۾ ناهي. انسان جو الله تعاليٰ سان ساٿ جو تعلق ڪاميابي جو اهو راز آهي جنهن ان کي حاصل ڪري ورتو تہ ان کي باقي ٻين شين جي ضرورت ناهي پوندي. جڏهن انسان سان گڏ خدا هجي ۽ پوري دنيا پلي ان جي خلاف ٿي وڃي تڏهن بہ انسان کي ڪمزور نٿي ڪري سگهي جڏهن تہ ان جي برخلاف انسان وٽ دنيا جي هر سهولت ڪاميابي موجود هجي پر ان جو خدا تي ايمان نہ هجي تہ اهڙو شخص ڪامياب ٿي ڪري بہ ناڪام ٿي ويندو آهي ناڪامي جو خوف ان کي ڪاميابي جو بہ مزو وٺڻ ناهي ڏيندو. توهان پنهنجي آس پاس ماڻهن کي ڏسو توهان کي ڪيترائي اهڙا ماڻهو ملي ويندا جيڪي بنگلن ۽ محلن ۾ رهندا آهن پر ان جي زندگي ۾ مايوسي جو مثال پاڻ خد آهن ۽ ٻئي طرف اوهان گهر ٻاهران چوڪيدا يا ڪو اهڙو شخص جنهن ۾ وٽ زندگي جو ضرورتون بہ شايد زندگي بہ مڪمل ناهي هوندي پر ان جي دل مطئمن ننڌ مٺي ۽ کلڻ جو سرور پرسڪون آهي. ايئن ڇو آهي؟ ڇو تہ انسان جي اصل دولت تہ ان جي خدا تي ايمان ۽ ان سان مضبوط تعلق آهي جنهن وٽ هي اصلي دولت گهٽي آهي اهو پاڻ ايترو خوش ۽ مطئمن آهي ۽ اهو سڀ انسان کي ايئن ناهي ملندو ان لاءِ انسان کي خالق سان حقيقي تعلق جوڙڻو پوندو آهي ۽ تعلق قائم ڪرڻ لاءِ محنت جي ضرورت هوندي آهي ۽ ياد ڪيو الله ڪنهن جي محنت ضايع ناهي ڪندو.

الله تعاليٰ هن پوري ڪائنات جو مالڪ آهي ان قران مجيد ۾ حقيقي ڪاميابي جو ذڪر ڪندي انسانن جي ٺاهيل انهن ٽئل معيارن کي رد ميو آهي آءِ دل جي سڪون ۽ آخرت جي ڪاميابي کي اصل ڪاميابي قرار ڏنو آهي انسان دنيا جي يقين ۾ ڪيترو به ڪامياب ڇو نه هجي. ان کي تيستائين حقيقي ڪاميابي جو سڪون نه ملندو جيسيتائين ان جي سچي محنت ۽ منزل جو رخ آخرت ڏانهن نه هجي. آخرت جي ڪاميابي جو بنياد ئي انسان هن دنيا ۾ رکندو پوندو آهي هن دنيا ۾ رهندي انسان کي الله تعاليٰ جي ٻڌايل رستي تي هلندي ئي انسان آخرت جي ڪاميابي حاصل ڪري سگهي ٿو. سورت المومنون جي شروعات ۾ الله تعالي فرمائي ٿو جنهن جو مفهوم آهي ته يقينن ايمان وارن نجات حاصل ڪئي ۽ پوءِ الله تعالي انهن جو نشانيون بيان ڪري ٿو ته مومن اهو آهي جيڪو پنهنجي نماز ۾ عاجزي اختيار ڪري, جيڪي بيحيائي کان منهن موڙي ويندا آهن جيڪي زڪوات ادا ڪرڻ وارا آهن جيڪي پنهنجي شرمگاهن جي حفاظت ڪرڻ وارا آهن جيڪي امانت ۾ خيانت ناهن ڪندا جيڪي واعدي خلافي ناهن ڪندا اهو سڀ جو سڀ ڪامياب ماڻهو آهن الله جي نظر ۾ هڪ مومن جي ڪاميابي ڪهڙي آهي ؟ ان جو جواب به قرآن مجيد ۾ ئي موجود آهي ته اصل ڪاميابي ته جنت الفردوس آهي. جيڪو شخص هن دنيا ۾ الله جي رضا جي لاءِ زندگي گذاري ويندو ان جي لاءِ هن دنيا ۾ به خوبصور زندگي "پاڪ زندگي" آهي ۽ آخرت ۾ به سڀ ڪاميابيون ان لاءِ آهن .

هڪ پل لاءِ ٿورو سوچيو اسان انسان سچي زندگي محنت ۽ ڪشالا ڪندا آهيون ڪنهن جي لاءِ؟ سٺي ۽ آسائشن واري زندگي جي لاءِ نه ؟ ۽ الله ڇا چئي رهيو آهي ته جيڪو شخص الله جي حڪم کي مڃيندي ان سان پنهنجو تعلق جوڙيندو الله ان کي صرف دنيا ۾ ڪامياب زندگي نه پر آخرت ۾ به خوبصورت زندگي عطا ڪندو. جنهن ۾ سڪون هوندو نعمتون هونديون ۽ سڀ کان اڳيان ان جو ٺڪاڻو ان جو گهر ان جو مقام جنت هوندو.

هتي اها ڳالهه به غورطلب آهي ته انسان جي لاءِ خدا تي يقين رکڻ سان گڏوگڏ دنيا جي معاملن ۾ پنهنجي محنت ڪرڻ لازمي آهي پر پنهنجو پاڻ کي

دنيا جي زندگي تائين محدود ڪري پنهنجي سيني ڪاوشن جو مرڪز دنيا کي بڻائڻ غلط آهي. مومن تہ اهو آهي جيڪو الله سان مضبوط تعلق رکندي پنهنجي ۽ پنهنجي گهر وارن جو بہ خيال رکي.

الله تعالي قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو تہ

ترجمو : پوءِ جڏهن نماز پوري ڪري ڇڏيو تہ زمين تي چڪر لڳايو ۽ پوءِ خدا جو رزق ڳوليو (پر ان سان بہ ) ۽ الله جو ذڪر ڪثرت سان ڪندا رهو توهان ڪاميابي تائين پهچندو.(الجمعت)

الله تعالي هن آيت ذريعي انسان کي بهترين انداز سان ڪامياب جو راز سمجهائي ڇڏيو آهي الله جو سيڪاريل هي طريقو ايترو بهتر ۽ ڪامل آهي جو ان سان نہ ڪو انسان جو خدا سان تعلق ڪمزور ٿيڻ جو خدشو رهندو آهي نہ وري انسان کي دنيا جي معاملن ۾ رڪاوٽ ايندي آهي انسان جڏهن دل ۾ الله کي ياد ڪندي ڪائيندي ڪمائيندي حقوق العباد پورا ڪرڻ ۾ مصروف هوندو آهي تہ الله بہ ان کي اجر مسلسل ڏيندو آهي.

انسان جڏهن الله جي ياد ۾ گم ٿي ڪري ڪم ڪندو آهي تہ ان جي ڪم ۾ الله جي خاص محبت شامل ٿي ويندي آهي انسان جو ڪم پاڻ ئي پاڻ بهترين رزلٽ ڏيندو آهي ٿورو سوچيو اهو ڪيئن ممڪن آهي الله جي ياد ۾ گم ٿي ڪري ڪم ڪري ۽ اهو جيڪو مخلوق جي بي ايمانن کي سنوارڻ وارو آهي اهو پنهنجي ڪنهن محبت ڪرڻ جو ڪم بگڙڻ ڏيندو؟ يقين ڪيو الله جي ياد ۾ پچايل ڪاڌي جو ذائقو ڪجهہ وڌيڪ ذائقيدار هوندو آهي جيڪو ڪاڌو ان کي ياد ڪندي پچايو/ڪاڌو وڃي پلا اهو بيمار ڪيئن ٿو ٿي سگهي. الله جو ذڪر ڪندي جنهن اولاد جي تربيت ڪئي وئي هجي اهو ڪيئن نافرمان ٿي سگهي ٿو؟ جڏهن توهان ان بابرڪت جي ياد ۾ گم ٿي ويندا آهيو تہ اهو اسان جي لڳي ڪري اسان جا ڪم سنواريندو ويندو آهي تہ جيئن اسان کي دنيا ۽ آخرت ۾ ڪامياب ملي وڃي.

■

# شڪرگذاري جي اهميت

موٽيوشنل اسپيڪر بڪ وجيسڪ چوي ٿو تہ ”مان اڄ تائين ڪنهن شڪرگزارانسان کي پريشان ناهي ڏٺو ۽ مان اڄ تائين ڪنهن پريشان کي شڪرگذار ناهي ڏٺو.“

الله تعاليٰ انسان کي بيشمار نعمتن سان نوازيو آهي جنهن ۾ انسان جي جسم عقل ۽ شعور کي خاص مقام حاصل آهي هن دنيا ۾ اچڻ کان موت تائين محشر جي ڏينهن کان جنت تائين انسان کي هر شي الله پاڪ جي ڏنل نعمت آهي. نہ تہ اسان انسان ان جي قابل ناهيو جو پنهنجي لاءِ ساهہ بہ پيدا ڪري سگهون. اصل ۾ انسان ڪامياب اهو ئي آهي جڏهن جنهن کي ڪا نعمت يا خوشي عطا ڪئي وڃي ۽ هو الله پاڪ جو شڪريو ادا ڪندو آهي ۽ ڪجهہ ماڻهو تہ اهڙا آهن جو پاڻ تي ايندڙ مصيبت ۽ مشڪلات ۾ بہ خدا جو شڪرگذار رهندا آهن الله کي ڏکئي وقت ۾ شڪر سان جي عادت ڏاڍي محبوب آهي ان لاءِ حضرت علي ڪرم الله وجہ فرمائي ٿو تہ

پريشان خاموش رهڻ سان گهٽ صبر ڪرڻ کان ختم ۽ شڪريو ڪرڻ سان خوشي ۾ بدلجي ويندو آهي.

الله تعاليٰ انسان تي جيڪي رحمتون نازل ڪري رکيون آهن انهن جي شڪرگذاري ڪرڻ اسان تي لازم آهي پر اسان انسان لاپرواهي جي انتها تي هلندڙ ڏکن تي تہ روئندا آهيون پر شڪريہ هڪ لفظ زبان مان ناهيون ڪيندا اسان کي ٿوري تڪليف پهچندي آهص تہ مايوسي وارو ڳالهيون ڪرڻ لڳندا آهيون جڏهن تہ انسان ڪيترن ئي مصيبن ۾ ڦاٿل چونہ هجي ان کي شڪرگذاري ڪرڻ لاءِ ڪيترايون ئي بيشمار نعمتون هر وقت موجود هونديون آهن جن کي نظر انداز ڪري پنهنجي ڏکن تي روئندو رهندو آهي اسان جي ناشڪري اسان کان اسان جون ڪاميابيون ۽ نعتو کسي وٺندي آهي مان سمجهان ٿو تہ جڏهن بہ انسان کي مايوسي پريشاني جو احساس ٿيڻ

لڳي ته اهو پنهنجي آس پاس الله جي نعمتن ڏانهن نظر ڊوڙائڻ گهرجي جيڪي ان کي خدا عطا ڪيون آهن ان سان انسان کي نه رڳو تڪليفون نندڙيون لڳنديون آهن پر پر سڪون ملندو آهي ۽ ان ۾ شڪرگذاري جي عادت پيدا ٿيندي آهي جيڪي ماڻهو شڪرگذاري جي عادت اختيار ڪندا آهن زندگي انهن کي سڻي منزل تي ڪٺي ويندي آهي.

نبي ڪريم صلي الله عليه واله وسلم شڪرگذاري جي اهميت بابت فرمايائي ٿو ته:

الله تعاليٰ جڏهن ڪنهن قوم کي نوازڻ جو ارادو فرمائيندو آهي ته سڀ کان پهرين ان کي ڏکهي ۾ شڪرگذاري سيکاريندو آهي.(ڪنزالعمال)

ان حديث نبوي مان پاڻ چڱي طرح اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته انسان جي ڪاميابي ۽ ڪامياب زندگي جي لاءِ شڪرگذاري جي عادت جي ڪيتري اهميت آهي. انسان کي دنيا آخرت ۾ ڪاميابي تيسيتائين نه ٿي ملي سگهي جيسيتائين الله ان ڪرم نه فرمائي حقيقي ڪاميابي ته اها ئي آهي ته انسان کي گڏ ڪير هجي نه هجي پر خدا گڏ هجڻ گهرجي. ٿورو سوچيو جنهن کي شڪرگذاري جي عادت اختيار ڪرڻ سان خدا ملي وڃي اهو ڪيئن ناڪام ٿيندو؟ ان شڪرگذاري جي ڪري ان جو شمار نه رڳو دنيا پر محشر جي ڏينهن به الله جي محبوب ٻانهن ۾ ٿيندو جيڪا پنهنجو پاڻ ۾ ئي وڏي ڪاميابي آهي .

شيخ سعدي رح هڪ دفعو ڪنهن جاء تي وڃي رهيو هو رستي ۾ پنهنجي پيرن کي ڏسي دل ۾ خيال ڪيائين ته پيرن ۾ جوتا پاتل ناهن.اهو ڏسي جلدي ۾ خدا جي سجدي ۾ ڪري پيو ۽ چوڻ لڳو چا ٿي پيو جيڪڏهن جوتا ناهن ته پير ته سلامت آهن ۽ مان به صحيح سلامت آهيان.. انسان جي اها عاجزي ۽ شڪرگذاري جي عادت ئي ڪاميابي ۽ خوشي جو ڏاڪو هوندي آهي صبر ۽ شڪرگذاري جي ان مقام تي جيڪي ماڻهو ڏوراپن کي ترجيح ڏيندي

ناشڪري ڪندا آهن انهن لاءِ وري هميشہ لاءِ ناڪامي لکي ويندي آهي تہ جيئن اهد خدا طرف موٽي اچن.

مولانا رومي فرمائي ٿو تہ

هر وقت الله جو شڪر ڪندا رهو صرف پيسا ۽ دولت رزق ناهي علم چهرو اولاد ادب اخلاق بہ رزق ۾ شامل آهي.

اڄ جي دور ۾ اسان پنهنجي جاچ طلب ڪيون تہ اسان مان اڪثر ماڻهو ناشڪره آهن اها هڪ تلخ حقيقت آهي تہ اسان اڪثر ماڻهو چاهي ڪيتري  بہ مقام ۽ مرتبي تي فائز هجي پنهنجي نوڪري پنهنجي مقام ۽ مرتبي پنهنجي زال ٻارن پنهنجي ذاتي ڪاروباري معاملن مان خوش نظر ناهن ايندا  الله جي عطا ڪيل نعمتن مان مايوس هر ماڻهو روئڻ مقدر بڻائي ويٺو آهي خدا جي شڪرگذاري تہ پري جي ڳالهہ اسان پاڻ ۾ ان معاملي ۾ ڪنجوسي ڪرڻ جو مظاهرو ڪندا آهيون اهو اسان ۾ سڀ کان گهٽڻ ماڻهن جي سڀ کان وڏو سبب آهي ڪامياب ماڻهو ۽ ڪامياب قومون هر ننڍي ۾ ننڍي ڳاله ۽ معاملي ۾ بہ هر ننڍي وڏي کي شڪريو ادا ڇوڙ مصروف هونديون آهن. ۽ منهنجي خيال ۾ ان جي هيء عادت ان جي لاءِ ڪاميابي کي آسان بڻائيندي آهي ان حوالي سان الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ بہ فرمايو آهي تہ

جيڪي ماڻهن جو شڪريو ادا ناهن ڪندا اهي الله جو بہ شڪريو ادا ناهن ڪندا.

ڪامياب حاصل ڪرڻ جي لاءِ انسان کي هر حال ۾ پنهنجي آس پاس موجود ماڻهن ۽ خدا جي شڪرگذاري  واري عادت اختيار ڪرڻ گهرجي. انسان جيڪڏهن شڪريو ادا ڪندو رهندو تہ الله تعالي جو ان سان واعدو ٿيل آهي تہ ان کي عمل وڏيڪ نعمتن سان نوازيو ويندو جيڪڏهن ناشڪري کي اسان پنهنجي عبادت بڻائبي تہ پوءِ ياد رکو خدا جو پڪڙ ڏاڍي سخت آهي. شڪرگذاري  جو تعلق صرف زبان سان ناهي عمل سان بہ آهي. ماڻهن جي مدد ڪرڻ پنهنجو مال الله جي راه ۾ خرچ ڪرڻ الله جي لاءِ پنهنجي مائٽن

سان محبت ڪرڻ ۽ ڏکوئيندڙ کي تسلي ڏيڻ به شڪر جو عملي مثال آهي توهان شڪري عادت اختيار ڪيو ۽ پوءِ ڏسو زندگي ڪيئن تبديل ٿئي ٿي. هر طرف سڪون Positivity آساني ٿيندي توهان جا معاملا سنوارجندا ويندا ۽ توهان ڪاميابي سان گڏ بهترين زندگي گذارڻ جي قابل ٿي ويندو اس جي شڪرگذاري کي اختيار ڪري ان جي توهان ڪو به طريقو اختيار ڪرڻ چاهيو ٿا ته گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي دل ۾ انهن ڳالهين جو شڪريو ادا ڪرڻ جي ڪوشش جيڪو الله اوهان کي عطا ڪيو آهي اعليٰ اخلاق جو اظهار انهن عادتن سان ٿيندو آهي مهذب معاشرا ايئن ئي قيام ۾ ايندا آهن.

▪

# سهڻي نيت جا کوڙ فائدا

ترجمو : الله جو ئي آهي ؟ جيڪو ڪجهه آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪو ڪجهه زمين ۾ آهي ۽ جيڪڏهن توهان ظاهر ڪيو جيڪو اوهان جي دلين ۾ آهي يا لڪايو الله توهان کان ان جو حساب وٺندو (البقره)

نيت دل جي ارادي جو نالو آهي انسان جو هر عمل ان نيت جي مطابق ٿيندو آهي هن دنيا ۾ انسان جيڪو به ڪم ڪندو آهي الله ان جي نيت  کي پرکيندو آهي ته انسان اهو ڪم دل سان ڪيو يا سستي سان ڪيو آهي الله جي سامهون انسان جي درجن ۽ سزا جزا جو معاملو سڄو ان نيت جي بنياد تي ڪيو ويندو آهي.

امام بخاري رح اها عظيم شخصيت آهي جنهن حديثن کي جمع ڪرڻ لاءِ تمام گهڻي محنت ۽ پاڪيزگي  سان گڏوگڏ الله تعالي کان دعا گهرندي پنهنجي عملن کي بهتر بڻايو. سندن نيڪ نيتي جي سبب الله تعالي سوين سال گذرڻ باوجود حديثن جي ان مجموعي "صحيح بخاري" کي تمام مسلمانن لاءِ سند جو درجو عطا ڪري رکيو آهي. امام بخاري رح جي ڪتاب جو آغاز ان نيڪ نيتي جي اهميت واضع ڪندي حديث سان شروع ڪري ٿو.

بيشڪ عملن جو دارومدار نيتن تي آهي ۽ بيشڪ انسان لاءِ اهوئي ڪجهه آهي جيڪو اهو نيت ڪندو آهي. (صحيح بخاري باب الايمان)

مان سمجهان ٿو مٿي پيش ڪيل هڪ حديث ئي اسان انسان جي لاءِ نيت جي درستگي جي اعتبار لاءِ ڪافي آهي. ان حديث ۾ الله جي رسول اڪرم صلي الله عليہ والہ وسلم اسان کي ڪاميابي جو رستو ڏيکاريو آهي ته جهڙي اسان جي نيت هوندي اهڙا ئي اسان جي معاملن جا نتيجا هوندا. اسان دين جو مطالعو ڪندي ٻاهران ئي اهو محسوس ڪندا آهيون ته الله تعاليٰ عملن بدران نيت کي اهميت عطا ڪئي آهي. ان جو سڀ کان وڏو سبب اهو آهي ته انسان جو عمل

ڏيکاءُ وارو ٿي سگهي ٿو پر ان جي نيت کان صرف الله پاڪ ئي واقف هوندو آهي ان لاءِ الله تعاليٰ انسان جي نيت کي عمل جي ان مقام تي رکيو آهي.

مشهور جرمن فلاسفر ڪامن چوي ٿو تہ:

اهو ڪم اخلاقي آهي جيڪو نيڪ نيتي سان انجام تي پهتو هجي.

هر ڪم هر معاملي انسان جي نيت کي ڏاڍي اهميت ڪٽندڙ آهي. ۽ ان جو عملي ڏيکاءُ انسان کي پنهنجي ڪم جي پڄاڻي تي نتيجي ۾ صورت ۾ ڏسڻ لاءِ ملندو آهي. نيڪ نيتي خدا جي رضا ۽ ماڻهن جي ڀلائي کي نظر ۾ رکندي ڪرڻ وارو اهو ڪم جلدي يا دير سوير انسان جي حق ۾ بهترين ثابت ٿيندو آهي. انسان کي ڪاميابي کي ڪاميابين جي بلندين تي وٺي ويندو آهي. جڏهن تہ خود غرضي جي بنياد ۾ بدنيتي سان گڏ ڪيو ويندڙ ڪم ۾ انسان کي هر مرحلي ۾ تڪليفون ڏسڻيون پونديون آهن ۽ آخرت جا نتيجا بہ مايوس ڪندڙ هوندا آهن

انسان جيڪي سهڻي نيت سان گڏ پنهنجي پاڻ کي زندگي جي مقصد ۾ طرف سفر جارص رکي تہ ان کي نہ صرف الله جو راضپو ۽ والدين جو دعائون بہ ملنديون آهن جيڪي ان جي ڪاميابي جي سفر کي سولو ڪنديون آهن توهان ڪنهن بہ ڪم جي شروع ڪرڻ لڳو تہ اهو تعليمي سفي هجي يا ڪاروباري معاملو گهريلو زندگي هجي تا مائٽن سان ڳنڍاپو انهن سڀني ۾ جيسيتائين انسان جي نيڪ نيت نہ هوندي تيسيتائين ان ڪاميابي صرف خواب ئي هوندي. نيڪ نيت اسان جي اها ڪنجي آهي جنهن جي حاصلاتن لاءِ انسان کي پوري دنيا ۾ مثال بڻايو ويندو آهي . اهي سڀ ماڻهو جيڪي ڪامياب هوندا آهن انهن جو تعلق ڪنهن بہ مذهب يا فرقي سان هجي انهن ۾ هڪ گڏيل خوبي سهڻي نيت هوندي آهي. اها ئي خوبي آهي جيڪا ڪامياب ماڻهن کي پنهنجي لاءِ مسئلا ڪندڙن لاءِ بہ سٺو سوچڻ تي مجبور ڪندي آهي ۽ پوءِ هڪ ڏينهن ايندو آهي انسان ڪامياب ٿي ڪري اهڙن ڪيترن ئي ماڻهن جي لاءِ آسانيون پيدا ڪندو آهي ۽ ماڻهو بہ ان جي تعريف ڪندا آهن ۽ الله بہ ان کان راضي ٿي ويندو آهي.

سيد قاسم علي شاھ جي شخصيت ڪنھن تعارف جي محتاج ناهي پاڻ پاڪستان جا مشهور موٽيويشنل اسپيڪر دانشور مصنف ماهر تعليم ۽ ٽرينر آهن بيشڪ پاڻ هن بهتري ۽ ڪامياب انسان آهي ان جي هي ڪاميابي ان جو نيڪ نيت جو ثمر آهي شاھ صاحب هڪ انٽرويو ۾ ذڪر ڪري ٿو تہ ان ڪاليج جي دور ۾ ئي پنهنجي وطن ۽ ان جي ماڻهن جي ترقي ۽ اڳيان وڌڻ لاءِ ڪجھ پلو ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو ان جو سبب محنتون پنهنجي ملڪ جي قوم جي ڦهلجندي نظر ايندين آهن. هڪ انٽرويو ۾ شاھ صاحب چيو تہ مان پري انجينئرنگ جو شاگرد هئس ۽ تڏهن آڪٽوبر مهيني ۾ پيپرن کان 6 مهينا پهريان هڪڙو شاگرد مون وٽ آيو جنهن جو نالو خرم شهزاد هو ان مونکي چيو تہ قاسم صاحب ماب اوهان ڪام پهرئين سال جي رياضي پرهڻ چاهيان ٿو.ڇا توهان مونکي پڙهائيندو؟ مان انهن ڏينهن ۾ واندو هئس سو مان ان کي پڙهائڻ جي حامي ڀري. مان خرم کي چيو تہ مان پاڻ بہ اڪيڊمي ويندو آهيان تون منهنجي اڪيڊمي وڃڻ کان اڳ مون وٽ ايندو ڪر ميٽ ٽيوشن جي ٽئين مهيني خرم مونکي چوڻ لڳو تہ سر مونکي توهان جي هر ڳالھ چڱي طرح سمجھ ۾ ايندي آهي ۽ اوهان جي سمجهائڻ جو انداز ڏاڍو پلو آهي. ٽيوشن جو سلسلو هلندو رهيو ايئن منهنجي ٻئين سال جا بہ پيپر ٿي ويا رزلٽ کان پوءِ مان انجينئرنگ جي تياري شروع ڪئي جڏهن تہ خرم شهزاد ٻئين سال ۾ آيو هڪ ڏينهن خرم شهزاد پاڻ سان گڏ ڪجھ ٻيا شاگرد مون وٽ وٺي آيو ۽ چوڻ لڳا اسان کي پڙهايو مونسان اهو مسئلو هو تہ منهنجي گهر ۾ جڳھ نہ هئي مان گهر ٻاهران ڪجھ ڪرسيون رکي انهن کي پڙهائڻ شروع ڪيو شروع ۾ ٻہ ٽي سال مان رياضي پڙهائيندو هئس اسان چار شيٽون ان ۾ ڪاربن پيپر رکي ڇڏيندا هئا ان انهن کي پڙهائيندو ۽ لکندو ويندو هئس وقت سان گڏوگڏ تقريبن پنجاھ کن شاگرد مون وٽ پڙهڻ پڙهڻ لڳا ان مرحلي ۾ سڀ کان وڏو مسئلو اهو هو تہ ڪاربن وارو طريقو هلائڻ ڏکيو ٿي ويو مسئلي جي حل لاءِ ڪجھ شاگردن ۾ گروپ ٺاهيو ويندو هو. مان هڪ گروپ کي پڙهائيندو هئس تہ ٻيو گروپ انتظار ڪندو هو هڪ ئي سوال مان ڪافي دفعا لکندو هئس ان ۾ منهنجو وقت ضايع ٿي ويندو هو

پوءِ ان جو بہ حل ڪڍيو مان هڪ اڇو بورڊ خريد ڪيو جيڪو اڄ بہ مون وٽ موجود آهي ان کي مان پيت ۾ لڙڪائي ٻارن کي سمجهائڻ شروع ڪيو گروپ جي صورت ۾ رياضي جا شاگرن ايندا ۽ پڙهندا ويندا هئا ايئن سلسلو ٽن چئن سالن تائين هلڻ لڳو ۽ شاگردن جو تعدا 200کان وڌي ويو پوءِ مونکي چئلينج کي منهن ڏيڻو پيو اها جڳهہ هئي مان گهر وارن کي درخواست ڪئي تہ ڊرائنگ روم منهنجي حوالي ڪيو ڇاڪاڻ تہ مان ٽوشن مان ڪجهہ ڪمائڻ لڳو آهيان ۽ مان سمجهان ٿو تہ پنهنجي تعليم سان گڏ انهن ٻارن کي پڙهائيندو رهان منهنجي ماءُ طبعيت ۾ تيز آهي سو ان پهريان ڊرائنگ روم ڏيڻ کان پهريان سختي سان منع ڪيو منهنجي وڌين ڪوشش کان پوءِ اهو فيصلو ٿيو تہ شام جو صفائي ڪري هنن کي پنهنجو ڊرائنگ روم واپس ڪندس جيئن اهو پهريان هوندو هو مان ڪيترو ئي عرصو پنهنجي ان شوق ۽ صلاحيتن کي هڪ ڊرائنگ روم ۾ چار پتين ۽ هڪ ڇت اندر ڦهلجڻ جو موقعو ڏنو ان دوران ڪجهہ فزڪس ۽ نفسيات جي شاگردن کي بہ پڙهائڻ جو موقعو مليو.

قاسم علي شاهہ چوي ٿو تہ هو ٻارن کي تعليم سان گڏ اخلاقيات بہ سيکاريندو هو ٻارن کي زندگي جي معني ۽ مفهوم سمجهائڻ سان گڏ انهن جي زندگي جي ٻين معاملن ۾ بہ رهنمائي ڪندو هو ان جي اها دل سان محنت انهن ماڻهن کي سلڇڻو ۽ بااخلاق بڻائڻ لاءِ هئي جنهن جي نتيجي ۾ الله ان کي تمام گهڻو وڏيڪ اجر ڏنو آهي اڄ شاهہ صاحب جا چاهيندڙ پوري پاڪستان ۾ آهن ملڪ جي مشهور شخصيتن جي ڪتابن جي حوالن ۾ سندس ذڪر ڪاميابي جو ثبوت اوهان کي نظر ايندو.

■

# ايمانداري جو درجو

حضور اڪرم صلي الله عليه واله وسلم جن فرمايو آهي ته: ”بيشڪ الله هر نگران کان ان جي نگراني بابت سوال ڪندو ته جي ان حفاظت ڪئي آهي يا ذيان.“

مشهور محقق ڊاڪٽر ٿامسلي انسان جي ڪاميابي جي سببن ۾ عادتن کي بيان ڪندي ايمانداري کي سرفهرست رکيو. هڪ محقق جي مطابق ۾ دنيا ۾ لڳ ڀڳ 98 سيڪڙو ڪاروبار ڪرڻ وارا ماڻهو ايماندار هوندا آهن ان ڳالهه مان معلوم ٿئي ٿو ته انسان چاهي ڪنهن به مذهب يا قبيلي سان تعلق رکڻ وارو هجي . ايمانداري ان جو حصو آهي ايمانداري مان مراد آهي ته اوهان اهڙي ڪنهن به شي کي تسليم نه ڪيو جنهن ۾ اوهان جي محنت نه هجي ۽ توهان پنهنجي حصي کان وڏيڪ وٺڻ جو نه سوچيو ڪامياب ماڻهو زندگي جي هر معاملي ۾ ايمانداري جو مظاهرو ڪندا آهن .

سچائي ۽ ايمانداري کي دنيا ۾ بنيادي اهميت حاصل هوندي آهي جيڪڏهن معاشري ۾ ايمانداري نه هجي ڪوڙ ۽ بي ايماني عروج تي اچي وڃي ته ان معاشري کي زوال ۾ اچڻ کان ڪير نه ٿو روڪي سگهي . گوٽليب ڊٺ ويلر انسٽيٽيوٽ جا ماهر هڪ تحقيق جا نتيجا بيان ڪندي ٻڌائن ٿا ته هڪ انسان معاشري ۾ ايمانداري جي موجودگي لازمي آهي ۽ جنهن معاشري ۾ جڏهن اها لازمي تڏهن ئي اهو معاشرو ترقي جي قابل ٿي سگهي ٿو. ۽ معاشري جا پيا پرز به سني طريقي سان ڪم ڪندا آهن. مختصر ته معاشري ۾ ملڪ جي ترقي ۾ ايمانداري اهم ڪردار ادا ڪندي آهي.

ايمانداري ان اهميت کي ڄاڻڻ جي باوجود به اسان جي معاشري ۾ اهڙو خاص ڌيان نه ٿو ڏنو وڃي. اڄڪلهه ته سنا پڙهيل لکيل ايتري ۾ ديندار ماڻهو به ماڻهن جا حق کائيندي نظر ايندا آهن مان سمجهان ٿو ته اها اسان جي معاشري جي ناڪامي جو سڀ کان وڏو سبب آهي .اسان وٽ هڪ وڏي غلط فهمي اها آهي ته

ايماندار کي پئسن جي حد تائين محدود رکندا آهن جڏهن ته ايمانداري ۾ ماڻهن ئي پلائي ڏانهن سڏڻ عهدي جي حفاظت ڪرڻ سٺي صلاح ڏيڻ ڪنهن جي راز جي حفاظت ڪرڻ ماڻهن جي حقن جي حفاظت ڪرڻ ۽ ماڻهن ۾ انصاف ڪرڻ به شامل آهي.

پاڻ ڪريم جن فرمايو ته:

توهان ماب هر شخص هڪ نگران آهي ۽ ان ۾ هر هڪ کان ان جي هيٺين جي باري ۾ سوال ڪيو ويندو ماڻهن جو حڪمران ان جو نگران آهي.۽ ان کان ماڻهن جي باري ۾ سوال ڪيا ويندا. ماڻهو پنهنجي گهر جو مالڪ آهي ان کان ان جا سوال ڪيا ويندا عورت پنهنجي مڙس ۽ ٻارن نگران آهي ان کان ان جي باري ۾ سوال ڪيا ويندا. ماڻهو (آقا يا غلام)جي مال جو نگران آهي ان کان ان بابت سوال ڪيا ويندا مطلب ته اوهان ۾ هر هڪ نگران آهي ۽ انهن کان انهن جي ماتحت بابت سوال ڪيو ويندو.

ان حديث ۾ اها ڳالهه واضع ڪري سمجهائي وئي آهي ته هر انسان جو ايماندار هجڻ ڇوضروري آهي محشر جي ڏينهن الله تعالي هر انسان مرد ۽ عورت کان ان جي زميوارد بابت سوال پڇندو ته هو پنهنجي معاملي ۾ ڪيترو سچو ۽ ايماندار رهيو آهي. اهڙي طرح ايمانداري جو تعلق هر ننڍي وڏي سياسي انتظامي معاشي ۽ معاشرتي ۽ گهريلو زندگي سان جڙيل هوندو آهي. ماڻهن جا حق هڪ ٻئي سان جڙيل آهن. ان لاءِ هر شخص کي فرض جي ادائگي ۾ خيال رکڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. ايمانداري هڪ اهڙي خوبي آهي جنهن کي معاشري جي هر فرد ۾ پيدا ڪرڻ بغير معاشري کي ڌوکو ڏئي ظلم ۽ ذيادتي دم ۽ اعتماد جهڙن مسئلن کان نٿو ڪڍي سگهجي ۽ سپ ديني وسيلن ۽ مال جي ڪثرت جي باوجود معاشري ۾ امن ۽ سڪون جي زندگي گذارڻ کي ممڪن نٿو بڻائي سگهجي. منهنجي خيال ۾ هي اهي سبب آهن جن هر دور ۾ ماڻهن جي چاهي انهن جو تعلق ڪنهن به مذهب سان هجي سيني جي لاءِ ايمانداري کي پسند ڪيو آهي .

الله تعاليٰ اسلام کي فطرت جو دين قرار ڏنو آهي ۽ الله تعالي انسان کي اهو حڪم بہ ڏنو آهي اهو ٻين جي لاءِ سولايون پيدا ڪرڻ وارو بڻجي هن دنيا کي ماڻهن جي رهڻ لاءِ بهترين جاءِ ناهڻ جي ڪوشش ڪري. ان ضرورت کي نظر ۾ رکندي جيسيتائين معاشري ۾ ايمانداري جي فضا کي گهلڻ نٿو ڏنو وڃي تيستائين هن دنيا کي بهترين بڻائڻ ناممڪن آهي .انسان جيڪڏهن گڏيل تعاون تي ڌيان ڏيندي ايمانداري جو مظاهرو ڪرڻ لڳن تہ دنيا مان غربت جو نالو نشان ئي ختم ٿي ويندو.

مان ڪامياب ماڻهن جو مطالعو ڪندي هي ڳالهہ ڄاڻي ڪافي خوشگوار ۾ حيرت ۾ ورتل آهيان تہ دنيا ۾ موجود تقريبن هر ڪامياب شخص پنهنجي آس پاس ماڻهن جو, خاص ڪري يتيم ۽ غريبن جو وڏو خيال رکندو آهي. اهو سڀ پنهنجو فرض سمجهي ادا ڪندو آهي. اها هل اجتمائي سوچ آهي جيڪا ڪامياب ماڻهن ۾ هوندي آهي. عبدالستار ايڌي جو مثال اوهان جي سامهون آهن جنهن پنهنجو پاڻ کي ماڻهن تي قربان ڪري ڇڏيو. پنهنجي سڄي زندگي ايمانداري ۽ نيڪ نيتي جو مثال پاڻ آهن.

دين اسلام ۾ ايمانداري جي اهمت اجاگر ڪرڻ جي لاءِ الله تعالي قرآن مجيد ۽ حديث ۾ بار بار ايمانداري جو حڪم ڏيندي فرمائي ٿو تہ:

ترجمو : بيشڪ! الله توکي حڪم ڏئي ٿو تہ امانتن وارن کي انهن جون امانتون پهچايو ۽ جڏهن ماڻهن جا فيصلا ڪيو تہ عدل ۽ انصاف سان فيصلو ڪيو يقينن اها بهتر شي آهي جنهن جي نصيحت اوهان کي الله ڪري رهيو آهي بيشڪ الله ٻڌندو آهي ۽ ڏسندو آهي. (النساء)

حديث نبوي

ان جو ڪو بہ ايمان ناهي جيڪو امانتدار ناهي ۽ ان جو ڪو بہ دين ناهي جيڪو واعدو پورو نہ ٿو ڪري (مشڪوه)

جهڙي طرح قرآن ۽ حديث سان گڏ سائنسي تحقيق بہ ايمانداري تي زور ڏنو آهي ۽ ان کي معاشري جي ترقي جي لاءِ لازمي جز قرار ڏنو آهي. اتي ماڻهن جا حق کائڻ کان بہ بار بار روڪيو ويو آهي ڇاڪاڻ تہ اها خراب عادت آهص

ڪنهن بہ معاشري جي تباهي ۽ بربادي جو سبب بڻجي سگهي ٿي. خيانت مان مراد پنهنجي زميوارين کان لاپرواهي ڪرڻ مثال طور ماڻهو هڪ ٻئي جو خيال رکڻ بجاءِ ان سان زيادتي ڪندا رهن تہ اها خيانت ٿيندي آهي. الله تعاليٰ ان حوالي سان قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو تہ:

ترجمو : بيشڪ الله تعالي خيانت ڪرڻ وارن کي پسند ناهي ڪندو. (الانفال)

جيڪو بہ ماڻهو پنهنجي معاملن ۾ خيانت داري ڪندو ان کي دنيا ۽ آخرت ۾ ذلت واري شڪست نصيت ٿيندي آهي هي اهو قانون آهي جنهن کي الله انسانن جي ڀلائي واري ترتيب ڏنو هاڻي جيڪڏهن غفلت ڪرڻ سان نہ انسان دنيا ۾ ڪاميابي سان زندگي گذاري سگهي ٿو نہ ئي آخرت ۾ ان جو ڪو حصو ٿئي ٿو.

ڪامياب ماڻهو پنهنجي هر عمل ۾ ايمانداري سان گڏوگڏ زميواري ڪندي سهٽي طريقي سان مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. ۽ ان جي اها ئي خوبي کيس ڪاميابي طرف آڻيندي آهي. جڏهن تہ ناڪام ماڻهو ماڻهن جا حق ڦباڻڻ ۾ تہ ڪامياب ٿي ويندا آهن پر جلد ئي انهن ڏوکي جي پيٽ ڪري پوندي آهي ۽ ناڪامين جي گهرائي ۾ وڃي ڪرندا آهن ڏسندا ڪيو تہ ڪاميابي جو ساٿ هٿ مان وڃڻ گهرجي. ان عادت کي پڪڙي ويهو اهو اوهان کي ڪاميابي تائين وٺي ويندو.

■

# علمي قابليت کان ملڪي ترقي تائين

سڀني صفتن جو مجموعو علم سڪڻ ، ان تي عمل ڪرڻ ۽ پوءِ ٻين کي سيکارڻ آهي (امام جعفر صادق)

دنيا جي تاريخ تي نظر ڊوڙائي وڃي تہ سڀني قومن جي ترقي ازل کان انهن جي نوجوانن جي سوچ فڪر ۽ ڪردار شڪر گذار رهي آهي. ان سوچ ۽ فڪر کي چڱي طرح عملي جامو پارائڻ لاءِ تعليم جي نظام کي خاص مقام حاصل آهي. تعليم انسان کي عقلي ۽ ذهني شعور ڏيڻ سان گڏ صبر ۽ همت سان گڏ محنت ڪرڻ جو بهترين هنر سيکاريو آهي پوءِ انسان ان جي قابل ٿي ويندو آهي تہ پنهنجي هدف کي حاصل ڪرڻ لاءِ محنت ڪندي سائنسي دنيا ۾ ٽيڪنالوجي ۽ ايجادن موجب بڻجندو آهي. هڪ انسان تعليم ۽ تربيت جي ذريعن سان ئي سٺين ۽ ڪامياب عادتن کي اختيار ڪري دنيا ۾ ڪاميابي حاصل ڪندو آهي . ۽ معاشري کي نئين سڃاڻپ ڏيندو آهي هي ڪاميابي جي رستي تي هلڻ وارو انسان تعليم جي بدولت ماضي جي ناڪام غلطين مان سکي ڪري پاڻ کي غلطيون ورجاء ڪرڻ کان روڪي رکندو آهي. ۽ ڪاميابي جي لاءِ بهترين منصوبابندي ڪندو آهي.

دنيا جي هر قوم جيڪا ڪاميابي ۽ ترقي جو خواب ڏسندي آهي اها پنهنجي نوجوانن لاءِ بهترين تعليم جي ضرورت ۽ اهميت کي ڄاڻيندي ان جي فراهمي کي يقيني بڻائيندي منهن ڏيندا آهن . اهو ئي سبب آهي تہ ترقي يافتہ قومن ۾ ڪامياب ماڻهن جو انگ ترقي ڪندڙ ملڪن جي ڀيٽ ۾ گهڻو وڌيڪ هوندو آهي هيء هڪ اهڙي حقيقت آهي جنهن کان منهن نٿو موڙي سگهجي تہ قومن جي عروج ۽ زوال جا فيصلا انهن جي تعليمي بنياد تي ڪيا ويندا آهن.

ڪامياب ملڪ ۽ قوم جي لاءِ تعليمي اهميت ڄاڻڻ کان پوءِ اهو ڄاڻڻ ضروري آهي تہ تعليم آخر ڇا آهي ؟ منهنجي خيال ۾ تعليم جو پهريون

مقصد انسانيت جي تعمير آهي نوجوانن جو زندگي جي ڪشمڪش ۾ انهن جي لاهين چاڙهين کان باخبر ٿيڻ ۾ انسان لاءِ دنيا ۾ آخرت جي معاملن کان باخبر ڪرڻ تعليم جو اهم عنصر آهي. هڪ انسان جي اندر ۾ علم جي منزل ۾ قدر پيدا ڪندو آهي ۾ ان جي ڪوشش هوندي آهي ته هو پنهنجي شاگرد ۾ جلد اهي سڀ عادتون ۾ خاصيتون شامل پيدا ڪرص سگهي جيڪي ان جي ڪاميابي سان گڏ ملڪ ۾ ترقي لاءِ به ضروري هجن. بنيادي طور تي تعليم انسان کي زندگي گذارڻ لاءِ بهترين هدايت فراهم ڪندي آهي ان لاءِ حضور اڪرم صلي الله واله وسلم فرمايو ته:

”بي علمن کي علم سيکارڻ صدقو آهي علم حلال حرام جي نشاني آهي دنيا ۾ آخرت ۾ روشني جو ٿنڀ، اڪيلائي جي ڪيفيت ۾ وهم دور، پرديس ۾ ساٿي اڪيلائي ۾ دوست ۾ همراز مصيبت کي هٽائڻ وارو دشمن جي مقابلي ۾ هٿيار ۾ دوستن ۾ ماهين زينت آهي.“

ان مان ثابت ٿيو ته علم انسان جي زندگي ۾ احاطو ڪيئن بڻيل آهي علم ئي انسان کي عقل ۾ شعور ڏيندو آهي علم ئي انسان کي حلال ۾ حرام جي تميز ڪرڻ جي لائق بڻائيندو آهي علم ئي انسان لاءِ دنيا ۾ آخرت ۾ ڪاميابي جو جهنڊو کوڙائيندو آهي انسان جڏهن ڪٿي اڪيلو هجي پريشاني ۾ ورتل هجي تڏهن هي علم ئي ان جو بهترين دوست ۾ ساٿي هوندو آهي جيڪو ان کي مايوسين جي اونده مان ڪڍي اميد جا ڪرڻا ڏيکاريندو آهي علم جي ذريعي ئي انسان دوستن ۾ عزت ۾ دشمنن سان مقابلي ڪرڻ جي همت ڪندو آهي مقصد ته انسان جي زندگي علم کان بغير عمل کان خالي آهي جيڪڏهن عمل ٿيندو هجي تڏهن به ڪارگر ناهي هوندو ان لاءِ حضرت مجدد الف ثاني فرمائي ٿو ته:

”علم زندگي آهي عمل جسم آهي علم اصل آهي عمل شاخ آهي علم پيءُ آهي عمل ان جو پٽ آهي.

مطلب تہ عمل جي لاءِ علم هجڻ لازم آهي ان علم جي بنياد تي ئي هڪ گهر جي, هڪ ئي والدين ٻارن مان ڪنهن پڙهيل لکيل تعليم يافتہ ٻار کي خاص اهميت حاصل ٿيندي آهي دنيا ۾ موجود هر امير غريب مرد عورت جي تعليم حاصل ڪرڻ برابري جي بنياد تي اهم آهي ڇو تہ علم ئي انسان کي انسان بڻائيندو آهي. تعليم جي مراد ڪن مختلف ادارن ما۔ ڊگريون وٺي گڏ ڪرڻ ناهي انسان جي تهذيب ۽ اخلاقيات بہ شامل آهي تعليم مان مراد خدا جو خوف عبادت ۽ محبت خلق جي خدمت وفاداري خلوص ۽ ايثار وغيره آهي انهن سڀني جي بدولت هڪ ڪامياب فرد ۽ ڪامياب معاشرو جنم وٺندو آهي.

جيڪڏهن دنيا جي ڪامياب معاشرن ڏانهن نظر ڊوڙايون تہ اسان کي خبر پوندي تہ انهن سڀني جي ترقي جو راز تعليم آهي ان جي برخلاف اسان جنهن معاشري جو حصو آهيون هتي بدقسمتي سان تعليم کي اهو اصل مقام ناهي ڏنو ويو اسان اڄ بہ تعليم ۾ پنهنجو وقت ذيان سمجهندا آهيون ۽ جيڪڏهن ڪو گهراڻو ٻارن کي تعليم ڏيڻ چاهي تہ تہ تعليم ۾ اسان ان کي روايتون اخلاق ۽ نظريا سيکارڻ بدران سچو سال پراڻو فرسوده نصاب پڙهائيندا آهيون ان جو سبب اهو آهي تہ اڄ جيڪي شاگرد يونيورسٽي مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ تخليقي ڪم ڪرڻ بجاءِ نوڪري جو فڪر ورائيندو آهي ۽ اهو ان نوڪري تي ئي پنهنجي سڄي زندگي پنهنجن صلاحيتن جو غلام قبول ڪري خرچ ڪندو آهي.

■

# انساني ويساھ

انسان خطا جو گھر آهي ۽ اهو غلطين مان سکندو آهي جتي انسان کي زندگي ۾ اڳيان وڌڻ جي پٽيرائي ٿيل هوندي آهي اتي انسان جون هر هر غلطين کي وري ڪرڻ ان کي ناڪامي جي ڪنهڙي ۾ اڇي بيهاريندو آهي وارن بفت چوي ٿو ته:

"غلطي ڪرڻ هڪ عام ڳالهه آهي پر غلطي مان سکڻ انتهائي ضروري آهي ثابت قدم رهو پر ضد نه ڪيو.

وارن بفت جي ان ڳالهه مان به ڳالهيون سکڻ لاءِ ملن ٿيو انسان جي ثابت قدمي هجڻ سٺي ڳالهه آهي پر هر هڪ ثابت قدمي سان گڏ ورجاء ڪندي سان انسان تان ويساھ ختم ٿئي ٿو .

انساني زندگي اڪثر به واٽي جو شڪار ٿي ويندي آهي ۽ پوءِ انسان ذهن ۾ سوچن ۽ سوالن جو هڪ انبار لڳي ويندو آهي جيڪي ان کي هڪ مقام تي روڪي رکندا آهن ان وقت جڏهن انسان همت جو مظاهرو ڪندي پنهنجي ظاهر ۽ باطن کي هڪ ڪري ڇڏيندو آهي ڪمذات ٿين بدران سنائي ۽ سچائي اختيار ڪندو آهي ان لاءِ زندگي جي ان ڏکئي مرحلي فيصلو ڪرڻ ۽ صحيح رستو مقرر ڪرڻ آسان ٿي ويندو آهي اب جي برخلاف اهي ماڻهو جيڪي دل ۾ هڪڙا ۽ ظاهر ۾ ٻيا هوندا آهن انهن کي رستي ۾ ٽوڙي ڇڏيندي آهي جنهن سان انهن ۾ صحيح فيصلو ڪرڻ جي صلاحيت متاثر ٿيندي آهي. ۽ انهن جو ويساھ ۽ سچاٽپ ٿي ويندي آهي انسان جو ويساھ ان جو ظاهر باطني هڪ هجڻ ۽ سٺو اخلاق هجڻ ۾ آهي.

انسان جي لاءِ پنهنجو ويساھ ناهڻ ۽ ان کي برقرار رکڻ لاءِ دل ۽ دماغ جي برابري هجڻ ضروري آهي جيئن دماغ دليلن کي قبول ڪندو آهي ايئن ئي انسان جي دل خواهشن ۽ جذباتن جي پناهه گاھ هوندي آهي ڪامياب زندگي جي پڄ ڏڪ ڪندي جيڪڏهن انسان جي دل ۽ دماغ هڪ ئي پيچ تي هجن ته ڪاميابي

حاصل ڪرڻ آسان ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن انسان پنهنجي ئي دل ۽ دماغ ۾ وچ ۾ هڪ پل تعمير نہ ڪري سگهيو تہ اهو پنهنجي ۽ ماڻهن جي وچ ۾ وڏي خليج کي ڪيئن پار ڪري سگهندو؟ دل ۽ دماغ جو هڪ ئي مقصد تي واضع هجڻ ۽ ان مقصد تي سوچ ويچار ڪرڻ ڪوشش ڪرڻ انسان کي پنهنجي نظر ۾ ڏاڍي همت ڏيندو آهي ۽ ٻين جي نظر ۾ بہ باوقار ٻڻائي پيش ڪندو آهي.

ماڻهن ساناختلاف بہ اسان جي ويساهہ کي متاثر ڪندا آهن اختلاف هجڻ هڪ انساني عام رويو آهي پر ان اختلافن جي آڙ ۾ ماڻهن جي مذاق اڏائڻ ۽ غير اخلاقي ورتاءِ ڪرڻ سان گڏوگڏ اسان جو ويساهہ بہ متاثر ٿئي ٿو جيڪي ماڻهو پنهنجو پاڻ کي درست ثابت ڪرڻ لاءِ ننڍي ننڍي ڳالهہ تي دليل ڏيندي ٻئي جي ويساهہ کي متاثر ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن اهي پهريان اهي ڄاڻي وڃن تہ ڪنهن ٻئي جي تذليل ڪرڻ سان اوهان ڪڏهن بہ پنهنجي لاءِ سڪون ۽ ڪاميابي ڳولي نٿا سگهو. ٻي اهم ڳالهہ تہ ڪنهن بہ انسان کي نقصان پهچائيندي اسان جيڪڏهن اهو سمجهي ويهون تہ ان ۾ اسان جي عزت ۽ شان وڌندو تہ اها سراسر احمقاڻي سوچ آهي ڪنهن جو ويساهہ خراب سان سڀ کان گهڻو نقصان اسان کي پاڻ کي ٿيندو آهي.

ڪامياب زندگي جي چونڊ لاءِ سڀ کان پهريان هر انسان پاڻ کي اهو سمجهائي تہ ان جي ڪاميابي ٻين سان ڳنڍيل آهي جيسيتائين انسان ٻين جي سڪون ۽ ڪاميابي لاءِ خواهشمند رهندو تيستائين ڪاميابي بہ ان سان گڏ رهندي آهي. ماڻهو بہ ان کي عزت ۽ احترام سان ڏسندا آهن ان سان ان جي سچاڻپ ۽ ويساهہ برقرار رهندو آهي ان جي برخلاف جيئن ئي تڪبر جي آڙ ماڻهن کي پاڻ کي گهٽ سمجهندو آهي انهن کي طنز ۽ مزاح جو نشانو بڻائيندو آهي تہ ڪاميابي ان کان رسي ڪري ناڪامي جي ور چاڙهي پري هلي ويندي آهي.

■

# شادي ۽ ڪاميابي

اسلام مڪمل سوچ ۽ سمجهه ڏيندڙ زندگي آهي ۽ اهو انسان کي ڪامياب زندگي گذارڻ جا سڀ گڻ سيکاريندو آهي نڪاح يا شادي جي تفصيلن کي بيان ڪندي اسلام ان کي ڪامياب زندگي جي ضمانت قرار ڏئي ٿو. شادي جي لفظي معني ته خوشي آهي پر منهنجي نظر ۾ شادي خوشي کان اڳيان آهي. منهنجو مڃڻ آهي ته زندگي کي تازو ۽ پرسڪون ۽ دل کي اطمينان حاصل ڪرڻ لاءِ شادي پر جلدي شادي ڪرڻ ضروري آهي شادي نه صرف انسان کي خواهشن جي پوري ٿيڻ تائين حلال رزق فراهم ڪري ٿي پر انسان کي ڪيترن ئي غيراخلاقي عملن کان پري ڪري پنهنجو وقت ۽ سگهه بچائي وٺندي آهي. نڪاح هڪ اهڙو بابرڪت رشتو آهي جيڪو انسان کي معاشري ۾ عزت ۽ هڪ خاص مقام عطا ڪندو آهي زميواريون وڌڻ سان انسان قابل ۽ مضبوط ٿيندو آهي انسان جو ذهن شعوري ۽ لاشعوري طور تي ڪوڙ سارين غلط شين هٽندي پنهنجي مقصد طرف ٿي ويندو آهي .

انسان ٻارن کي جلدي شادي جو حڪم ڏئي ٿو جنهن جو هڪ سبب انهن کي معاشرتي ۽ اخلاقي غلط رستن کان بچائي زندگي جي حقيقي مقصد طرف متوجهه ڪرڻ آهي. اڄ جي نفسانفسي دور ۾ ڪوڙ ساريون سماجي برايون وقت تي شادي نه ٿيڻ جي سبب سان پيدا ٿيون آهن. شادي ۾ دير انسان کي ڪوڙ سارين براين ڏانهن متوجهه ڪري ان جو ڌيان اصل مقصد تان هٽائي ڇڏيندي آهي. انسان پنهنجو ڪوڙ سارو وقت شادي جي لاءِ خيالي دنيا ۾ مصروف رهندي گذاريندو آهي اڄ جي نوجوان جي بي مقصد زندگي ڊپريشن ۽ ٻين اهڙين نفسياتي بيمارين جو سبب وقت تي شادي جو نه ٿيڻ آهي.

اڪثر ماڻهو اهو سوال ڪندا آهن ته شادي سان ڪاميابي حاصل ٿئي اهو ضروري ته ناهي.ڇو ته معاشري ۾ اهڙا سوين مثال آهي جتي شادي شده ماڻهن جي زندگي بدترين ڏکيائين جو شڪار آهي مان ان ڳالهه تي اتفاق ڪندو آهيان

پر گڏوگڏ اهو سوال به ڪيان ٿو ته شادي ۾ مسئلن جي پاڙ تي غور ڪرڻ ڏاڍو ضروري آهي اسان شادي لاءِ ڪهڙن بنيادن تي رشتو ڳوليندا آهيون؟ پيسا گهر گاڏي حسن وغيره جڏهن رشتن جو معيار انهن اڻپورن معيارن تي رکيو ويجي ته پوءِ اخلاق ۽ ڪردار تي روئڻ سان زندگي خوشگوار نٿي بڻجي سگهي. اسلام جتي اسان کي جلد نڪاح جو درس ڏئي ٿو اسان کي نڪاح جي معاملي ۾ همسفر جي چونڊ لاءِ بنيادي معيار به ٻڌائي ٿو پيسا ۽ حسن بدران انسان جڏهن اخلاق ڪردار ۽ دين تي بنياد تي رشتو جوڙيندو آهي ته ان گهر ۾ خوشي ۽ سڪون جون ڏمالون هونديون آهن.

اسان وٽ هڪ عام طبعيت بڻجي وئي آهي ته رشتي جي معاملي ۾ پاڻ کي ماڻهن سامهون اهڙ پيش ڪندا آهيون جيڪو حقيقت ۾ هوندا ناهيون اهو ئي سبب آهي جو اسان وقتي طور هڪ ٻئي لاءِ ڪامل ۽ بهترين هوندا آهيون پر جيئن ئي شادي جي ٻنڌڻ ۾ ٻڌجي ويندا آهيون ته ڪجهه ڏينهن اندر پنهنجي اصليت تي اچي ويندا آهيون. گهرن ۾ جنگون جهيڙن جي شروعات ٿي ويندي آهي. پوءِ اها طعنا به هوندا آهن ته اوهان بدلجي ويا آهيو توهان پهريان ته اهڙا نه هيو" رشتن جي شروعات ۾ ئي جيڪڏهن انسان پنهنجي اصل طبعيت ۽ عادت سان گڏ ماڻهن سان ملي ته شادي کان بعد وارن مسئلن کان بچي سگهي ٿو.

هڪ پرسڪون ۽ ڪامياب گهراڻو ئي ڪامياب ۽ پرامن معاشري جو بنياد وجهندو آهي زال سان ذهين برابري ۾ هجڻ ڪامياب زندگي لاءِ لازمي آهي ۽ زال جي برابري تڏهن ئي ممڪن آهي جڏهن اسان سفر جو چونڊ ماده پرستن کان هٽي ڪري خالق جي ٻڌايل اصولن تحت ڪنداسين اسان سفر مان ذهني برابري انسان کي دل ۽ ذهني سڪون فراهم ڪندو آهي جنهن جي بدولت انسان پنهنجي صلاحيتن کي بهترين انداز ۾ بروقت استعمال ڪري پنهنجي زندگي جي سيني معاملن جي ڪارگردگي کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. پرسڪون شادي اسان جي سوچ ۽ تخليقي صلاحيتن کي بهتر بڻائڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندي آهي جنهن جي ڪري انسان پنهنجو وقت ۽ طاقت بهترين طريقي سان پنهنجي زندگي جي مقصد کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ وقف ڪندو آهي. زال

جي موجودگي انسان کي همت هارڻ جي ڪان ٽٽڻ ڪان ۽ منفي خيالن سان وڙهڻ جو حوصلو ملندو آهي اهو سڀ تڏهن ممڪن آهي جڏهن اوهان جي سوچ اوهان جي زال سان ملندڙ هجي اوهان هڪ ٻئي کي سمجهڻ جي قابل هجو عمر جو فرق قد جو فرق ذات پات جي معاملن ڊگرين نوڪرين جائداد پئسا انهن مان ڪجهه به اوهان جي زندگي کي اثرانداز نه ٿئي جنهن طرح ٻن ماڻهن جي سوچ ان رشتي تي اثرانداز ٿيندي آهي . اسان ڏسون ٿا ته دنيا ۾ ڪوڙ سنا ڪوڙ ڪامياب اخلاق ۽ ڪردار ۾ لاجواب ماڻهو به ان رشتن جي معاملن ۾ ذهني برابري نه هجڻ ڪري ناڪام ٿي ويندا آهن. شادي جي معاملي ۾ الله جي ٺاهيل اصولن ۾ هي اصول انتهائي مانائتو آهي ته ماڻهن رشتو ڪرڻ وقت انهن جي ذهني برابري ماڻهن جي مشاورت سان ڪان اڳيان رکو باقي ٻيا معاملا بنيادي آهن.

اسان جو الميو آهي ته اسان وٽ سفر جو معيار تمام ڪولي معيار تي ڪي ويندو آهي بدقسمتي سان اسان رشتو ڪرڻ وقت ڇوڪري جو بينڪ بيلنس ۽ ڇوڪريء جو حسن ۽ جمال کي اوليت ڏيندا آهيون. اسان ڪڏهن به ڇوڪري کي پرکڻ يا ان کي پڇڻ جي تڪليف ناهيون ڪندا ته ان پنهنجي مستقبل لاءِ ڇا سوچي رکيو آهي؟ اهو ايندڙ چند سالن ۾ پاڻ کي ڪاٿي ڏسڻ پسند ڪري ٿو؟ ان جي دل ڪهڙن شين ۾ ڪهڙن معاملن ۽ ڪهڙن ڳالهين ۾ لڳندي آهي؟ ڇا اهو محنت پسند آهي يا هٿ تي هٿ رکي ويهندڙ آهي ؟ اسان وٽ رشتا ڇوڪري جي حال ڪمائي ويندڙ دولت جي بنياد تي ڪيا ويندا آهن. ان جي اخلاق ڪردار محنت ۽ عزم جي بنياد تي ناهن ٿيندا ان حالتن ۾ جيڪڏهن ڇوڪرن ڪان انهن جي پنهنجي مستقبل جي حڪمت علميء لاءِ ۽ زندگي جي مقصد لاءِ ڳالهه ڇيڙي وڃي ته ان کي جواب نه هجڻ برابر هوندو آهي اڪثر ماڻهو ته ان سوالن کي سمجهن ڪان قاصر حيران۽ پريشان نظر ايندا آهن. اسان وٽ چيو ويندو آهي ته ڇوڪرو امير هجڻ گهرجي بس! اخلاق ڪردار الله ٺاهي ڇڏيندو اسان ڪڏهن هيئن ناهيون چوندا ته ڇوڪرو بااخلاق باڪردار هجڻ گهرجي محنت ڪندڙ هجي رزق الله ڏيندو؟

نڪاح ٻن ماڻهن جي وچ ۾ الله جو ٺاهيل ڏاڍو خوبصورت ۽ پاڪيزه رشتو آهي نڪاح ۾ برڪت آهي پر ان رشتي جو قدر ڪيو ان کي هن دنيا جي کوکلي ٽٽل معيار تي نہ رکو پنهنجي ۽ پنهنجي ٻارن جي زندگي بابت فيصلا ڪندي بنيادي اصولن کي نظر ۾ رکو ۽ پوءِ الله تي ڀروسو ڪيو اهي سڀ ماڻهو جيڪي اڄ ان ٻنڌڻ ۾ ٻڌجي چڪا آهن. انهن کي گهرجي تہ هو پاڻ کي بهترين انسان بڻائڻ جي ڪوشش ڪن جيڪڏهن زندگي ۾ مسئلا آهن پريشانيون آهن تہ ان مسئلن جي حل تي ڌيان ڏيو. رشتا ختم ڪرڻ تي نہ! هڪ ٻئي کي برداشت نہ پر محبت سان تسليم ڪرڻ سکو. خدا کان اوهان کي اوهان جي زميوارين جو سوال ڪرڻو آهي پر پنهنجي زميوارين کي پورو ڪيو حقن تي منهن جهڪائڻ بدران جيڪڏهن زميوارين کان غفلت ڪري ويٺو تہ يسد رکو حق نہ ملڻ تي سوال نہ ٿيندو پر صبر جي بدولت اجر ملندو پر جيڪڏهن زميوارين ۾ غفلت ڪئي تہ الله کي جواب ڏيڻو پوندو.

■

# توهان جو معيار توهان جي خوشي

پروفيسر ضياء زرناب لکي ٿو تہ: ”ٻين جي نظر ۾ اوهان جي اها ئي قيمت آهي جيڪا اوهان پنهنجي لاءِ مقرر ڪندا آهيو.“

دنيا ۾ موجود هر انسان پنهنجي معاشي معاشرتي ۽ نفسياتي سڃاڻپ رکندو آهي. ماڻهو ان کي ان جي سڃاڻپ مان ئي سڃاڻيندا ۽ ان مطابق پيش ايندا آهن انسان جي اهمت جو اندازو ان ڳالهہ مان لڳايو ويندو آهي تہ معاشري ان جي ڪيتري قيمت ۽ قدر آهي اها ئي شي ڪاميابي جو سرچشمو بہ آهي. ان لاءِ ماڻهو پنهنجي قميت وڌائڻ ۾ مصروف هوندا آهن انساني قدر وڌڻ سان ان جا اختيار بہ وڌندا ويندا آهن عزت ۾ واڌارو ٿيندو آهي ان جو ويساهہ سٺو ٿيندو آهي انسان جيسيتائين پنهنجي لاءِ معيار مقرر نہ ڪري تيسيتائين معاشري ۾ بہ ان جي ڪا خاص اهميت ناهي هوندي خد توقير مان مراد انسان پنهنجي محنت ۽ خاصيتن جي بنياد تي پاڻ کي قابل قدر ۽ گهربل عزت سمجهڻي آهي ان لاءِ چيو ويو آهي تہ معاشري ۾ اوهان جي قيمت اها ئي هوندي جيڪا اوهان پنهنجي صلاحيتن جي بنياد تي مقرر ڪئي هوندي.

الله تعاليٰ هر انسان کي مختلف صلاحيتن سان گڏ ٻين کان منفرد ڪري پيدا ڪيو آهي. ان لاءِ انسان کي گهرجي تہ اهو پاڻ کي ٻين سان گڏ ڀڳاڙڻ بدران پاڻ کي بهتر ڪرڻ جي ڪوشش ڪري انسان جو مقابلو ڪنهن ٻئي سان نہ پر پنهنجو پاڻ سان هوندو آهي جيڪڏهن انسان پنهنجي صلاحيتن موجب پنهنجو معيار مقرر ڪري ۽ دل ۽ چاهہ سان ان معيار تائين پهچڻ لاءِ محنت ڪري   ڪامياب ٿيڻ کان ڪير نٿو روڪي سگهي.هر ڏينهن پنهنجو پاڻ کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ۽ قابليت کي مدنظر رکندي پنهنجي قابليت کي بهتر ڪرڻ انسان جي لاءِ ڪاميابي جي رستي ۾ ساٿي بڻجندو آهي. انسان پنهنجي مستقبل کي سامهون رکندي پنهنجو معيار پاڻ ٺاهيندو آهي ۽ ان کي بهتر بہ پاڻ ڪندو آهي ۽ ان لاءِ ضروري آهي تہ انسان پنهنجي معيار سان گڏوگڏ معاشري

جي ڀلائين کي به نظر ۾ رکندي ٿاهي. ڇاڪاڻ ته هڪ انسان جي ڪاميابي پوري معاشري تي اثر ڇڏيندي آهي.

انسان جڏهن پاڻ تي يقين ڪندي پنهنجي لاءِ معياري اصول ۽ قاعدا مقرر ڪندو آهي ته ان لاءِ زندگي سولي ٿي ويندي آهي ڪاميابي جي لاءِ معياري منصوبابندي ڪندي قدم کڻڻ ڪامياب ماڻهن جي عادت ۾ شامل آهي. جيستائين انسان پنهنجو پاڻ ۾ ۽ پنهنجي عادتن تي ڪنٽرول نه ڪري تيستائين ان جي لاءِ ڪاميابي حاصل ڪرڻ ناممڪن آهي .

پنهنجو پاڻ کي قابو ڪرڻ لاءِ انسان کي پنهنجا اصول ۽ قانون قاعدا واضع ڪرڻا پوندا آهن تڏهن ئي ڪاميابي جو سفر ان لاءِ سولو ٿيندو آهي نه ته رستي جون ڏکيائيون قدم قدم تي اوهان کي ڊيڄاري اوهان جي همت گهٽ ڪنديون ويندو. منصوبابندي جو مطلب پنهنجو پاڻ کي ٿڪائڻ ۽ دولت ميڙڻ جي باري ۾ سوچڻ ڪڏهن به ناهي. پنهنجو معيار پئسي کي نه پر خوشين ۽ سڪون کي ٺاهيو. نون منصوبن تي ڪم ڪيو ۽ اهي منصوبا جن ۾ اوهان کي خوشي ملندي آهي. اهو نه سوچيو ته ماڻهو ان جي باري ۾ ڇا سوچيندا. پر اهو ڏسو ته اوهان ان ۾ ڪم پاڻ سان گڏ ماڻهن کي ڪهڙو فائدو ڏيو ٿا. دولت تي ڏيان ڏيڻ بدران الله جون ڏنل روزاني زندگي جي نعمتن تي شڪرگذاري ڪيو ۽ ان تي لطف انداز ٿيو.

ڪامياب زندگي هر انسان جو خواب هوندو آهي جتي ڪيترائي ماڻهو ان خواب کي سچو ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مصروف رهندا آهن اتي ڪوڙ ماڻهو ماڻهن جون ڳالهيون ذهن ۾ سوار ڪري ڪاميابي جو خواب سمجهي ان کي سارڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. اهڙو ٿيڻ جو هڪ وڏو سبب منهنجي خيال ۾ اهو آهي ته پنهنجو پاڻ کي يقين ناهيو ڪندا تنهنڪري ماڻهو اسان کي ڊيڄاريندا رهندا آهن ۽ اسان ڏينهون ڏينهن ڪمزور ٿيندا ويندا آهيون. انسان ڪمزور تڏهن ٿيندو آهي جڏهن ان جو پنهنجي ذات سان رابطو ڪٽجي ويندو آهي.

ڪاميابي جي لاءِ سڀ کان پهريان اسان کي پنهنجي دل ۽ دماغ خوف ۽ ڊپ کي ڪيڻ جي ضرورت آهي ته ماڻهو اسان کي ڇا چوندا. اسان کي پنهنجي لاءِ

جيئڻ سکڻو پوندو تڏهن ئي اسان ڪاميابي طرف وڌي سگهنداسين هن دنيا ۾ هر انسان الڳ آهي ان لاءِ ان جي سوچ ۽ نظريو به الڳ آهي زندگي ۾ اڳيان وڌڻ کان پهريان جيڪڏهن اوهان وهمن جو شڪار ٿي ويو ته ڪاميابي اوهان کان پري ٿي ويندي. زندگي ۾ نوان نوان تجربا ڪرڻ نئين نئين شين کي آزمائڻ قطئه خراب ناهي ان سان انسان ۾ خوداعتمادي وڌندي آهي هر قدم تي اهو ته اڳيان ڇا ٿيندو سوچڻ بدران اوهان کي گهرجي ته تون پاڻ تي پنهنجي حال تي ڏيان ڏيو. جنهن وقت ۾ اوهان جي رهيا آهيو ان کي دلچسپ بڻايو سنو ڪائو سنو پايو ڇو ته اوهان ان جو حق رکو ٿا مستقبل جي وهمن کي انسان پنهنجو ڪري موجوده وقت جي خوشين کي به تباه ڪري ڇڏيندو آهي اڄ جيڪو اوهان وٽ آهي ان تي خوش ٿيڻ ۽ پاڻ تي خرچ ڪرڻ سکو ماٺهن تي ڪاوڙ بدران ان کي معاف ڪرڻ سکو ان ۾ اوهان کي سڪون ۽ خوشي ملندي. هر ويڙهه بحث ۾ نه پئو جيڪو سنو نه لڳي ان کي نظر انداز ڪيو پاڻ کي پنهنجي لاءِ بهتر بڻايو.

ڪم ڪيو پر ان کي مٿي تي سوار نه ڪيو اڪثر وقتن ۾ ڪمن جي گهڻائي به انسان کي زهني سڪون کان پري ڪري ڇڏيندي آهي. ان مان جيڪڏهن ٿورو وقت انسان پنهنجي خوشي کان ڪڍي ته ان کي نه صرف ذهني سڪون ملندو آهي پر ان جا جذبن ۽ ذهن تي به سٺا اثر پوندا آهن.

■

# تنقيد ۽ اختلافي راءِ ٻڌڻ جو حوصلو رکو.

جو تخت وتاج پہ تنقید کرتے پھرتے ہیں
یہ ساری لوگ ہے دربار سے نکالے ہوئے

تنقيد جي معني آهي پرکڻ ۽ سٺي خراب جي تميز ڪرڻ لفظ تنقيد پنهنجي اعتبار سان تہ ڏاڍو سٺو لفظ آهي پر جي دور ۾ تنقيد کي تذليل ٻڌائي نفرت انگيز ٻڌاڏڳ ويو آهي اڄڪلھ جي دور ۾ تنقيد براءِ اصلاح ۽ تنقيد براءِ تذليل ۾ فرق ڪرڻ ڏاڍو ضروري آهي تہ جيئن انسان همت سان گڏ پنهنجي غلطين کان سکي ڪري اڳيان وڌي سگهي ۽ جيڪڏهن تنقيد جو مقصد صرف تذليل آهي تہ ان کي همت سان گڏ رد ڪري سگهي. انسان جي زندگي ۾ جنهن طريقي سان تعريف کي هڪ خاص مقام حاصل آهي ۽ ان جي ذريعي ماڻهن جي ڪارڪردگي کي بهتر ڪري سگهجي ٿو بلڪل اهڙي طرح سٺي تنقيد بہ انسان جي خامين ۾ گهٽتائيون آڻيندي ان کي ڪاميابي طرف وٺي ويندي آهي. تنقد جي ذريعي پنهنجي پهلوئن جو گهيرو ڪرڻ جي قابل ٿيندو آهي. جن کان پهريان اٽجاڻ هو جيڪا ان جي لاءِ ناڪامي جو سبب بڻجي رهي هئي غلطيون ۽ ناڪاميون انسان لاءِ استاد جيان هونديون آهن جيڪو وقت انسان ڪنهن ناڪامي ۽ ان تي تنقيد جي سبب اذيت ۾ گذرندو آهي اهو سڄو وقت ان کي زندگي جا اهي وڏا وڏا سبق سيکاريندو آهي جيڪي ان سڄي زندگي تعليمي سفر ۾ بہ نہ پڙهڻ لاءِ مليا هئا تنقيد مان سکي ڪري انسان پنهنجي پاڻ کي بهتر بڻائيندي پنهنجي خامين ۽ ڪمزورين کي ختم ڪري نئين جذبي سان گڏ ميدان ۾لهي ڪري ڪاميابي حاصل ڪندو آهي.

جيڪڏهن انسان ماڻهن جي تنقيد کي ذهن ۾ سوار ڪري ڇڏي تہ ان جي لاءِ ڪاميابي جو سفر برقرار رکڻ ناممڪن ٿي ويندو آهي جيڪڏهن اوهان ڪامياب ٿيڻ چاهيو ٿا تہ تنقيد کي خوشي سان قبول ڪيو ان مان سکو ۽ اڳيان

وڏندا وڃو. هر ڪامياب شخص جي لاءِ پاڻ ۾ پنهنجي سوچ ۾ لچڪ پيدا ڪرڻ ضروري آهي ڇو تہ هر ڳالهہ ذهن ۾ سوار ڪرڻ لاءِ ناهي هوندي. پنهنجي طبعيت کي بدلايو پاڻ کي هڪ نئون ڪرڪيٽر جي جاء تي رکي سوچيو جڏهن اوهان ميدان تي لهندا آهيو تہ تماشائي اوهان جي صلاحيتن کان اڻڄاڻ هجڻ کان بغير گهٽو گوڙ ڪندا آهن. اوهان جو حوصلو وڌائڻ وارا آواز گهٽ ۽ تنقيد ڪرڻ وارن جو سمنڊ اٿليل هوندو آهي ان صورتحال ۾ جيڪڏهن توهان گهبرائيندي پويان هٽي ويندو تہ پيهر اوهان ۾ ڪڏهن ماڻهن جي سامهون ٽيڻ جي همت نہ ٿيندي . پر ان جي برخلاف اوهان اهو پاڻ کي سمجهايو تہ جيڪڏهن ميدان ۾ لهي ئي ويو آهيان تہ ماڻهن جي تنقيد جي پرواهہ نہ ڪندي اننگ کيڏي ڪري ئي وڃڻو آهي تہ يقين ڪيو ماڻهن جي رڙين جو آواز گهٽ ٿيندو ويندو ۽ اوهان کي هر طرف پنهنجا حمايتي ئي نظر ايندا. ماڻهو اوهان کي ساراهيندا بہ ۽ اوهان جي همت بہ وڌائيندا بہ پهريون قدم پهرين ڪوشش اوهان کي ڪرڻي آهي نہ تہ ماڻهن جو ڪم ئي ڳالهيون ناهڻ آهي. توهان تماشاين کي خاموش نٿا ڪري سگهو اوهان تنقيد کي ختم نٿا ڪري سگهو پر اوهان جي ڪاميابي انهن کي هڪ ڏينهن اوهان جو ساٿ ڏيڻ تي مجبور ڪندي ان جي لاءِ تنقيد کي دل کولي قبول ڪرڻ سکو.

اسان جي معاشري جي هڪ عام طبعيت اها آهي تہ هتي ڪاميابي جو خواب ڏسڻ واري کي پنهنجي آس پاس تڪليفون ڏاڍيون ڏسڻ ۾ اينديون آهن اهو خيال ڪافي حد تائين صحيح بہ آهي اڪثر ماڻهو پنهنجي ڪم بدران پنهنجي نوڪري کي ترجيح ڏيندا آهن اسان وٽ ماڻهن ۾ ڪاميابي جو مزاج نہ پر نوڪري جو مزاج اختيار ڪيو ويندو آهي توهان ڪڏهن پنهنجي ملڻ وارن کان يا پنهنجي تعليمي اداري ۾ موجود ماڻهن کان اهو سوال ڪيو تہ اهي زندگي ۾ ڇا ڪرڻ چاهن ٿا تہ اوهان کي 95 سيڪڙو ماڻهو اهو چوندي ملندا تہ بس ڊگري ٿئي ۽ پوءِ 9بجي کان 5بجي تائين ڪا نوڪري ملي وڃي تہ زندگي ۾ مزو اچي ويندو شايد ڪو هڪ اڌ اهڙو ماڻهو ملندو جيڪو اوهان کي نوڪري کان

هٿي ڪري پنهنجو ڪاروبار شروع ڪرڻ يا ڪنهن برينڊ کي لانچ ڪرڻ جي ڳالهه ڪندو .

جيسيتائين اهڙي سوچ وارا ماڻهن جي سامهون گهر جي نوڪري پاسو ڪندي سوچن تہ ان کي گهر وارن سميت دوستن ۽ مائٽن ۾ بہ تنقيد کي منهن ڏيڻو پوندو آهي .

جهڙي طرح سيد قاسم علي شاهہ پنهنجي تقرير ۾ ٻڌايو هو تہ ان سان بہ اهو معاملو ٿيو جڏهن هن گهر جي ڊرائنگ روم کي ٽيوشن سينٽر ۾ تبديل ڪرڻ چاهيو تہ گهر وارن صاف انڪار ڪيو ان تي هڪ کي ڏاڍو ڏک ٿيو.

اسان وٽ اڪثر ايئن ٿيندو آهي تہ اسان خواب بہ ڏسندا آهيو ۽ انهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ سخت محنت ۽ يقين سان ڪم بہ شروع ڪندا آهيون پر پر معاشري جي هن نوڪري پسند سماج جي ڳالهين ڪري اسان پنهنجي آس پاس جي ماڻهن کي سمجهائي ناهيون سگهندا. اسان جي آس پاس جا ماڻهو اسان کي سمجهڻ بدران جواب ۾ تنقيد جي نظر سان ڏسندا ۽ سمجهندا آهن. ان وقت ۾ معمولي ڪو مائٽ اسان جي گهر وارن کي اسان جي نوڪري بابت هر هر پڙڪائيندو آهي تہ پنهنجو وقت وڃائي رهيو آهي اوهان ئي هوش ڪري ان کي نوڪري ۾ لڳايو ان وقت ۾ جيڪڏهن اوهان صبر ۽ محنت جو دامن پڪڙي ڪري پنهنجي مقصد ڏانهن وڌندا رهندو تہ هڪ ڏينهن اها تنقيد ڪرڻ وارا ماڻهو اوهان جي تعريف ڪندي نہ ٿڪجندا انهن ماڻهن کي يقين ئي نٿو ٿي سگهي تہ اوهان ڪامياب ٿي ڪيئن سگهو ٿا ڪامياب ماڻهو جي اها عادت هوندي آهي تہ تہ اهو ماڻهن جي ڳالهين کي دل سان تسليم ڪندي تنقيد کي اصلاح لاءِ استعمال ڪندو آهي ۽ غير ضروري تنقيد کي ان جي وقار سان گڏ نظرانداز ڪرڻ چاهيندو آهي. ان جي اها ئي عادت انهن جي ڏکئي وقت ۾ بہ همت ڏيندي آهي ۽ هڪ ڏينهن انسان پنهنجي سيني محنتن جي ڪوشش سان ڪاميابي حاصل ڪري وٺندو آهي پر ڪاميابي جو راز ماڻهن جي تنقيد نظرانداز ڪندي پنهنجي حوصلن کي بلندي ڪري زندگي ۾ اڳيان وڌائڻ آهي . پنهنجي مقصد تي محنت جاري رکي هڪ ڏينهن اوهان جي محنت ئي ماڻهن

کي جواب ڏيڻ لاءِ ڪافي هوندي آهي ۽ توهان تي تنقيد ڪرڻ وارا سڀ تماشائي اوهان جي تعريف ڪندي نه ٿڪجندا.

کون پھر ایسے میں تنقید کرے گا تجھ پر

سب ترے جبہ و دستار میں کھو جاتے ہیں

2009ع جي وقت جي ڳالھ آهي جڏهن هڪ عام سافٽ ويئر انجينئر بي روزگاري جي زندگي گذاري رهيو هو ان کي ڪير ملازمت ڏيڻ لاءِ تيار نه هو ان جو ياهو Yahoo ۽ ايپل Apple ڪمپيوٽر ۾ ڪم جو وڏو تجربو هو قسمت هي پر ڪلڻ لاءِ تيار نه هئي انٽرنيٽ جي ٻن مشهور سائٽن فيسبڪ ۽ ٽوئيٽر به مسلسل رد ڪيو هو جڏهن ان محسوس ڪيو ته ان کي ڪنهن ڪمپني ۾ ملازمت ملڻي ناهي ته ان ياهو ۾ ڪندڙ هڪ دوست جان ڪوم سان گڏجي ڪري هڪ اهڙي ايپليڪيشن ٺاهي جنهن ميسيج جي دنيا ۾ انقلاب آڻي ڇڏيو. ٿوري ئي وقت ۾ صارفين جو وڏو تعداد ان ايپليڪشن سان وابسته ٿي ويو ۽" برٽن ايڪٽن" جنهن سمارٽ فون جي دنيا جي مشهور ايپليڪيشن واٽسپ ٺاهيو اڄ ڪاميابي جا رڪارڊ ٺاهي ڪاميابي ۾ اڳيان وڌندو پيو وڃي ان جو تخليق ڪيل ايپ اڄ سمارٽ فون جو لازمي حصو بڻجي چڪو آهي واٽسپ جي مقبوليت ڏسي ڪري فيسبڪ به آخر 2014 ۾ 361اربن (19بلين) ڊالرن ۾ ان جو سودو ڪيو اهڙي طرح برٽن ايڪٽن 8.3بلين ڊالرن جو مالڪ بڻجي ويو 2009ع ۾ جڏهن ۾ جڏهن فيسبڪ جڏهن ان کي رد ڪيو ته ان جا ٽوئيٽ تي اهي لفظ هئا ته "فيسبڪ مونکي رد ڪيو هي سٺن ماڻهن سان رابطو وڌائڻ جو هڪ وڏيڪ موقعو آهي مان زندگي جي ايندڙ ايڊوانچر جي لاءِ تيار آهيان ۽ جڏهن ٽوئيٽر به ملازمت ڏيڻ کان انڪار ڪيو ته 2009ع ۾ لکيائين ته مان ٽوئيٽر جي هيڊڪوارٽر مان رد ڪيو ويو ويس ڪا ڳالھ ناهي مونکي هاڻ وڏو سفر ڪرڻو آهي وري ان آخر ان ايڊوانچر کي پنهنجي اعليٰ محنت ۽ ثابتي قدمي سان ڪامياب ڪري ڏيکاريو.

# ناممڪن ڪجهه به ناهي

One Important Key of Success is self_confidence, An Important key to Selfconfidence is preparation.

(Author of She)

چا توهان ڪڏهن آس پاس جي ناڪامي تي غور ڪيو آهي؟ چا توهان ڪڏهن سوچيو آهي ته اڪثر ڪامياب ٿيڻ بعد به ڪجهه عرصي ۾ ٻيهر پريشان حال ۾ ڇو واپس ايندا آهن؟ جيڪڏهن ناهي سوچيو ته هاڻ سوچيو! اسان جي ماڻهن جي ناڪامين جا سبب اڪثر ڏاڍا ملندڙجلندڙ آهن اساب مان تقريبن ماڻهو پاڻ کي گهٽ ۽ ڪمزور سمجهندا آهن. ۽ انهن جو پنهنجي ان سوچ تي ايترو ته يقين هوندو آهي جو اهي ڪجهه سٺو سوچي ئي ناهن سگهندا. ننڍپڻ کان جواني تائين انهن کي صرف ٻين تي دارومدار ڪرڻ جي عادت هوندي آهي. انهن ماڻهن کي جيڪڏهن ڪو به ڪم ڏنو به وڃي ته ان جو پنهنجي بابت پهريون تاثر اهو هوندو ته مان هي ڪم نٿو ڪري سگهان. مون کان نه ٿيندو يا مون کان ٿي نه سگهندو پاڻ هڪ وڏي ناڪامي آهي ۽ ان جي سان ئي انسان جي لاءِ ناڪامي جا دروازا کلي ويندا آهن.

اڪثر اسان پاڻ کي ڪنهن ڪم جي قابل ناهيون سمجهندا. ۽ پنهنجي دل ۽ دماغ ۾ اهو وهم ويهاري ڇڏيندا آهن ته اسان ته آهيون ئي ناڪام ڪامياب ڪيئن ٿي سگهون ٿا؟ اهو وهم ته مان ڪجهه نٿو ڪري سگهان اسان کي اڳيان وڌڻ جو حوصلو ڪسي وٺي ٿو اسان باصلاحيت هوندي به پاڻ کي گهٽ سمجهندا آهيون ۽ اسان جي اها عادت اسان تي ڪاميابي جو دروازو بند ڪري ڇڏيندي آهي. ايئن ممڪن آهي ته سچ ۾ اوهان کي ڪو ڪم ڪرڻ نٿو اچي يا اوهان ڪري نٿا سگهو پر گهٽ ۾ گهٽ ڪوشش ته اوهان جي اختيار ۾ آهي. هڪ دفعي نه ٻئي دفعي نه ٽئين دفعي نه پر ڏهين دفعي توهان ڪم ڪرڻ جي لائق ٿي ويندو. ۽ هڪ ڏينهن ايندو جڏهن اوهان پنهنجي ڪم ۾ ماهر ٿي ڪري بهترين

انداز ۾ ڪري سگهندو.ڪوشش رد ڪبي تہ انسان مايوسي جو شڪار ٿي ويندو.

انسان الله تعاليٰ اشرف المخلوق جو شرف بخشيو آهي ۽ سڄي دنيا کي ان جي لاءِ قابل فتح بڻايو آهي. اهو انسان تي ڀاڙي ٿو تہ هو جبل جي چوٽي کان سمنڊ جي پاتال تائين سفر ڪري ٿو يا پنهنجو پاڻ کي ڪمزور سمجهندي ساهہ پٽيندو رهندو. انسان جيڪڏهن دل ۾ ڪجهہ ڪرڻ جو سوچي تہ مان سمجهان ٿو دنيا جي ڪا بہ طاقت ان کي پنهنجي ڪاميابي جي مقصد تائين پهچڻ ۾ روڪي نٿي سگهي. انسان ۾ جذبو هجي جوش هجي پاڻ ۾ محنت جي عادت هجي تہ رستي ۾ پيش ايندڙ مشڪل حالت بہ ان جو ڪجهہ بگاڙي نٿي سگهي.دنيا ۾ اهڙو ڪوبہ ڪم ناهي جيڪو ناممڪن هجي. ڳالهہ سڄي انسان جي سوچ جي آهي تہ اهو ڇا ٿو سوچي تہ ڦلاڻو ڪم منهنجي لاءِ ناممڪن آهي. مان ڪڏهن نٿو ڪري سگهان تہ يقينن ناڪامي اهڙي ئي شخص جي حصي ۾ ايندي. ان جي برخلاف جيڪڏهن انسان اهو سوچي ڇڏي تہ مان پنهنجي زندگي جو مقصد حاصل ڪري سگهان ٿو ۽ پوءِ ان جي لاءِ مناسب تدبير ۽ محنت سان ڪم ڪري تہ اهڙا ئي ماڻهو ڪامياب ٿيندا آهن. ڪاميابي جو فيصلو انسان کي پاڻ ڪرڻو پوندو آهي انسان هن پيرو پاڻ کي ڪاميابي جي لاءِ تيار ڪري تہ ان جي لاءِ ڪا مشڪل يا رڪاوٽ وڏي ناهي رهندي.

آخر سبب ڪهڙو آهي جو سڀ انسان هڪجهڙا هجڻ جي باوجود بہ ڪاميابي ۽ ناڪامي جي ڌڪيڙ جو شڪار آهن؟

مان سمجهان ٿو تہ ان معاملي ۾ بنيادي فرق جوش ۽ جذبي جي گهٽتائي آهي جيڪي ماڻهو ڪاميابي حاصل ڪري وٺندا آهن. اهي پاڻ ۾ جوش ۽ ڪاميابي جو جذبو رکندا آهن . ۽ جن کي ناڪامي حاصل ٿيندي آهي ان ۾ سڄو ڏوهہ انهن جو پنهنجو هوندو آهي اهڙا ماڻهو جيڪڏهن پاڻ کي اهو يقين ڏيارڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃن تہ خدا اسان کي بہ اشرف المخلوق بڻائي دنيا ۾ موڪليو آهي تہ يقينن! انهن ۾ پنهنجو پاڻ ڪاميابي جو جذبو پيدا ٿيڻ آسان ٿي ويندو. هن دنيا ۾ ڪجهہ بہ ناممڪن ناهي بس انسان کي پنهنجو عزم ۽ حوصلو بلند رکڻ جي

ضرورت آهي. انسان کي خبر هجڻ کپي تہ هن دنيا ۾ اچڻ بي مقصد ناهي ۽ اهو تہ خدا ان لاءِ ڪو خاص مقام ۽ ڪم مقرر ڪري رکيو آهي. بس اسان کي محنت ۽ پاڻ تي يقين رکندي اڳيان وڌڻو آهي ۽ ان مقام کي حاصل ڪرڻو آهي.

مان ڪير آهيان؟ مونکي دنيا ۾ ڇو موڪليو ويو؟ منهنجي زندگي جو مقصد ڇا آهي ؟ جيڪڏهن اڄ هر انسان پاڻ کان هي سوال پڇڻ لڳن تہ مان سمجهان ٿو اهو ڏينهن پري ناهي جڏهن دنيا ۾ بيشمار ماڻهو ڪامياب زندگي گذارڻ لڳندا. ان ڳالهہ جو ڪوبہ فرق نٿو پوي تہ اوهان ڪهڙين صلاحيتن جا مالڪ آهيو ۽ اوهان ڪهڙي پيشي سان لاڳاپيل آهي؟ فرق پوي ٿو ان ڳالهہ جو تہ توهان ڪامياب ٿيڻ چاهيو ٿا يا پاڻ کي ناڪامي جو فيصلو ڪرڻ لاءِ تيار ٿي پاڻ کي دليل ڏئي رهيا آهيو.

ڇيو ويندو آهي تہ هڪ ٻار اسڪول ۾ لڳل باهہ جو شڪار ٿي ويو حالت ڏسي لڳي پيو تہ ان جو بچڻ ناممڪن آهي. ڊاڪٽر جواب ڏئي چڪا هئا ڇاڪاڻ تہ ٻار جو هيٺيون حصو مڪمل طور سڙي چڪو هو . ڊاڪٽرن جو چوڻ هو تہ جيڪڏهن هي ٻار خوشقسمتي سان بچي بہ ويو تہ سڄي عمر لاءِ معذور ٿي ويندو. ان سڄي صورتحال ۾ ٻار جو حوصلو وڌيل هو. هو نہ مرڻ چاهي پيو نہ وري معذوري واري زندگي گذارڻ چاهي پيو ان جي جذبات ۾ همت ۽ جوش هو ۽ ان جو هيٺيون حصو چر پر کان لاچار هو. ان صورتحال ۾ ڪيس اسپتال ۾ ڊسچارج ڪيو ويو ۽ گهر ۾ هڪ ويل چيئر تائين محدود ٿي ويو. ان ٻار جي دل ۾ پنهنجي پيرن تي هلڻ جي سخت خواهش هئي. هڪ ڏينهن تنگ ڪري هن پنهنجو پاڻ کي ويل چيئر تان ڪيرائي ڇڏيو ۽ هٿن جي مدد سان پاڻ کي گاهہ تي گهلڻ لڳو. بي جان ٽنگون ان سان گڏوگڏ گهلجي رهيون هيون. ڪافي ڪوشش کان پوءِ هو هڪ جنگل ۾ پهچي ويو ۽ هٿن سان جنگل پڪڙي اڳيان وڌڻ لڳو. اهو هلي نہ پيو پر پاڻ کي گهلي رهيو هو. پوءِ هن پنهنجي ان عادت کي روز جو معمول بڻائي ڇڏيو ان کي پختو يقين هو تہ هو هڪ ڏينهن پنهنجي پيرن تي هلڻ جي قابل ٿي سگهندو. پنهنجي عزم ۽ محنت سان هن پاڻ کي بيهڻ جي قابل بڻايو ۽ پوءِ آهستي آهستي منڊڪائڻ لڳو ۽ پوءِ هڪ ڏينهن پنهنجي پيرن تي نہ صرف هلڻ

لڳو پر ڊوڙڻ ۾ لڳو هوان جو عزم ۽ حوصلو ان جو ساٿ ڏئي رهيو هو ۽ ان اسڪول ۾ هڪ ٽريڪ ٽيم ناهي.

1934ع ۾ نيويارڪ شهر جي مشهور ميڊسن اسڪوائر گارڊن ۾ دنيا نہ صرف ان ڀار ڪي دنيا جو تيزترين ڊوڙ ڪٽيندي ڏٺو جنهن ڀار مان اميد بہ نہ هئي. هيءَ ڪهاڻي آهي "ڊاڪٽر گلمين هم "جي جيڪو سٺي سوچ نيڪ عزم جو زنده مثال هو. هي ڪهاڻي مايوسين جي اونداهہ ۾ اندازه هٽڻ وارن انسانن کي نئين توانائي فراهم ڪري ٿي ۽ دنيا ۾ بيشمار ماڻهو اڄ بہ متاثر ٿي ڪري پنهنجي زندگي بدلڻ جو عزم ڪن ٿا.

■

# پنهنجي مسئلن تي نه ان جي حل تي ڌيان ڏيو

انساني زندگي خدا جي هڪ بهترين نعمت آهي.انسان جي هر عمل جو دارومدار ان جي نيت ۽ سوچ تي مشتمل هوندو آهي.انسان جي سوچ ان جي شخصيت کي سنوارڻ يا بگاڙڻ جو ڪارڻ بڻبي آهي.سٺي ۽ درست سوچ انسان لاءِ پنهنجي ذات سان گڏو گڏ معاشري لاءِ به ترقي جو ڪارڻ بڻجندي آهي ان جي ابتڙ غلط سوچ انسان کي پنهنجي ئي ذات ۾ شڪ ۽ شبهن جو شڪار بڻائي ڇڏيندي آهي.جهڙي نموني ڪنهن به انسان جي سٺي سوچ ۽ نيت جو اثر معاشري تي پوندو آهي بلڪل اهڙي ئي نموني ان انسان جي غلط ۽ غليظ سوچ جا اثر به معاشري جي بغاڙ جا ڪارڻ بڻجن ٿا

اسان انسان زندگي ۾ ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان پنهنجي ماضي ۽ مستقبل سان جڙيل هوندا آهيون.ماضي جي غلطين کي ماضي ۾ ئي ڇڏي ڏيڻ جي بدران جڏهن اسان انهن جو بار کڻي زندگي گذارڻ لڳندا آهيون۽ پوءِ اسان جو حال ۽ مستقبل انهن ئي غلطين جي ڪري متاثر ٿيندو آهي.اسان جو غلطيون اسان جي لاءِ عدم ۽ اعتمادي جو ڪارڻ بڻبيون آهن اسان پنهنجو پاڻ ۾ مسلسل هڪ ڪشمڪش جو شڪار رهندي نه ته پنهنجي لاءِ قابل ٿي سگهندا آهيون نه ئي پنهنجي معاشري کي فائدي ڏيڻ جي لائق هوندا آهيون اسان جي اها غلط سوچ اسان کي پنهنجي مسئلن وڙهڻ جي صلاحيت کان محروم بڻائي ڇڏي ٿي.

جيڪڏهن اسان ماضي کي روڳ بڻائي ڇڏيون ته اهي غلط خيال اسان جي شخصيت جو حصو بڻجي ويندا آهن ۽ اسان هڪ ئي وقت به رخي شخصيت جا مالڪ بڻجي ويندا آهيون.اسانجي اها سوچ هڪ پاسي ته مستقبل جي لاءِ ڪجهه نه ڪجهه لائحه عمل اُٽڻ ۾ مگن هوندي آهي ۽ ٻي پاسي وري اسان پاڻ ئي پنهنجي سوچ تي تنقيد ڪندي پنهنجيو پاڻ کي طنز ۽ عدم اعتمادي جو شڪار بڻائيدا رهندا آهيون مسلسل غلط سوچ رکندي انسان وقت سان

گڏوگڏ افسردگيءَ اضطراب جي مثال پاڻ بڻجي ويندو آهي.اسان جا اهي رويا اسان جي لاءِ ئي اذيت جو ڪارڻ بڻبا آهن .

ڪجهه معاملن جي باري ۾ اسان اهو خيال ڪندا آهيون تہ اسان ڪجهه نٿا ڪري سگهون اسان ڪان نہ ٿي سگهندو.اسان جو اهو رويو سراسر غلط آهي .انسان پنهنجي سوچ مٿائڻ جو اختيار رکي ٿو.هن دنيا ۾ محنت سان ڪجهه بہ حاصل ڪرڻ ناممڪن ناهي.بس اوهان جو ارادو نيڪ هجي ۽ اوهان جيڪو ڪريو ٿا اهو ڪم يا معاملو جائز هجي.بس پوءِ خدا جي مدد شامل حال ٿي ويندي آهي.انسان کي اونداهي ۾ روشني جي چٽنگ نظر اچڻ لڳندي آهي.غلط سوچ کان آزادي ماڻڻ مشڪل عمل آهي پر ناممڪن بلڪل بہ ناهي.انسان وقت سان گڏ ان تي ضابطو آڻي ويندو آهي.جنهن سان ان جي ذهن کي سڪون ملندو آهي.

غلط سوچ ۽ عدم اعتمادي تي ضابطو آڻڻ سان انسان جي پنهنجي زندگي جو مقصد حاصل ڪرڻ جو جذبو وڌيڪ وڌي ويندو آهي.انسان پنهنجي مسئلن تي آهستي آهستي ضابطو آڻي پنهنجي زندگي ۾ ڪامیابیون میڙڻ لڳندو آهي.ان لاءِ عقلمندي جي تقاضا اها آهي تہ اوهان پنهنجي مسئلن جي بجاءِ پاڻ تي اعتماد ڪندي سني سوچ سان گڏ انهن مان نڪرڻ ۽ ان جي حل جي باري ۾ سوچيو.ڪا بہ مشڪل ايتري وڏي ناهي هوندي جو ان تي ضابطو نہ آڻي سگهجي.بس ضرورت آهي تہ صرف پنهنجو پاڻ ۽ پنهنجي سوچ جي انداز کي بدلائڻ جي.ياد رکو اهوئي ڪاميابي جو راز ۽ ڪامياب انسانن جي عبادت آهي.اهي سڀ فرد جيڪي سچي عمر سهارن جي ڳولها ۾ هوندا آهن.پنهنجي ماضي ۽ قسمت تي پٽيندا رهندا آهن اهڙي انسانن لاءِ نہ تہ دنيا ۾ ڪو عزت جو مقام هوندو آهي نہ ئي آخرت ۾ انهن جي ڪا اهميت هوندي.الله پاڪ هر انسان کي انفرادي لحاظ سان بهترين صلاحيتن سان نوازيو آهي تہ جيئن انسان انهن جو استعمال ڪري نہ صرف دنيا پر آخرت ۾ بہ ڪامياب انسانن جي ۾ شامل ٿي سگهي.جيڪو بہ شخص ان حقيقت کي

مجيندي پنهنجي لاءِ سهارن جي ڳولها فتو ڪري پاڻ محنت شروع ڪندو ان جي لاءِ رستي جي مشڪلات ۽ مسئلا تمام ننڍڙا بڻجي ويندا ۽ هو دنيا ۾ ڪاميابي جي مثال قائم ڪري سگهندو. ان جي ابتڙ پوري زندگي پنهنجي مسئلن تي پٽڻ روئڻ سان نہ تہ مسئلا حل ٿي سگهندا آهن ۽ نہ ئي انسان ڪجھ سٺو ڪجھ وڏو سوچڻ جي لائق بچندو آهي ان لاءِ مان اڪثر چوندو رهندو آهيان تہ مسئلن تي سوچڻ جي بدران ان جي حل تي ڌيان ڏيو جيئن مسئلا جلد کان جلد حل ڪري پنهنجي هدف طرف ڀرپور ڌيان ڏئي سگهون.

هڪ شخص جيڪو بي رحم حالاتن ۾ 1919ع ۾ هڪ اخبار ۾ نوڪري ڪندو هيو.ان کي ان جي ايڊيٽر ان بنياد تي ڪم مان خارج ڪري ڇڏيو تہ هو پر تخيل آهي.نہ ئي ان وٽ ڪي سٺا خيال آهن. ان شخص نہ همت هاري نہ وري حالاتن کي قصور وار قرار ڏنو بلڪہ 1920 ۾ پنهنجي هڪ دوست سان ڪارٽون ٺاهڻ واري ننڍڙي ڪمپني جو بنياد رکيو.هڪ بي ترتيب شروعات کان پوءِ هن پئسا ڪمائڻ جي لاءِ هن ڪينساس سٽي فلم ڪمپني ۾ نوڪري شروع ڪئي.ڪجھ وقت گذريو تہ هن لوئرڪس جوائن ڪئي جيڪو اڪليو ڪم جاري نہ رکي سگهندو هيو.هن شخص پنهنجو اسٽوڊيو هن اداري ۾ ضم ڪري ڇڏيو.منافعو ايترو گهٽ هيو جو ملازمن جو پگهارون بہ پوريون نہ پئي ٿيون.نتيجو اهو نڪتو جو اسٽوڊيو قرض ۾ ٻڏي ويو.۽ آخر ان جو ڏيوالو نڪري ويو.ناڪاميون ان شخص کي پڇاري نہ سگهيون.ان ڪيليفورنيا ۾ فلام انڊسٽري هاليووڊ ۾ پنهنجو اسٽوڊيو کوليو ۽ ڪارٽون ٺاهڻ جي ڪم ۾ ڄمي ڪم ڪيو .ان زماني ۾ ان آس والڊ دي لڪي ريبٽ ڪارٽون ٺاهيو اهو ڪردار ان وقت جي ڪارٽونن جي بزنس جو ڪامياب ترين ڪردار سمجهيو ويندو آهي. ان دور ۾ هو پنهنجي فلمن ۾ صرف ويھ سيڪڙو ڪمائي سگنهدو هيو.ان کي اميد هئي تہ هاڻي حالات بهتري طرف ويندا.پر هڪ دفعو ٻيهر هن پاڻ کي شڪستو سمجهيو جڏهن ان جي پروڊيوسر هن جو ڪردار ۽ اينيميشن جي عملي کي بہ سمجهائي سجهائي گڏ

وٺي ويو.ان جي پروڊيوسر جو خيال هيو تہ هتي هن کي صرف ويهہ سيڪڙو ڪم ڪرڻو پوندو جڏهن تہ نئون تجربو هن کي دولتمند بڻائي ڇڏيندو.جڏهن اڪثر ماڻهن پنهنجي گهٽ ڪمائي جي شڪايت ڪندي پنهنجا ٿيلها پيڪ پئي ڪيا تہ هن ماڻهو نئي ڏماڪي دار صف پئي تيار ڪرڻ جو منصوبو پئي ٺاهيو.ڪارٽون جي دنيا ۾ هن کي مڪي مائون سان سڃاڻيو ويندو آهي ۽ هي ذڪر آهي پنهنجي عهدي جي مشهور پرينيور,ڪارٽونسٽ ,اينيميٽر,صداڪار ۽ فلم ساز Walt Disneyجو . جڏهن هن ان صف تي ڪم ڪيو تہ هن کي چيو ويو تہ اهو ڪردار تيسين ڪاميابي نہ ماڻيندو. جيسيتائين هڪ وڏو ۽ خطرناڪ ڪوئو تي وي ڏسندڙ مائي کي ڊيڄاري ڇڏي. ان ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري ڇڏي ۽ ڪم جاري رکيو.ان ڪوئي مڪي مائوس کي اهڙي طريقي پيش ڪيو جو ان کي قبوليت لاءِ ڪنهن مائي کي ڊيڄارڻ جي ضرورت ئي نہ پئي. اڄ ڪيترا ئي ڏهاڪا گزرڻ جي باوجود مڪي مائوس جي ڪهاڻي جاري آهي ۽ شوقينن جي وڏي تعداد پاٽاري هٺي ان کي ٻڌڻ ۽ ڏسن ٿا. ان شخص ناڪامين کي زندگي تي ڪڏهن حاوي ٿيڻ نہ ڏنو اڄ شايد ئي اهڙو خبردار شخص هجي جنهن ٻڌني جي باري ۾ نہ ٻڌو هجي.

■

# ناڪامي؟ ڪاميابي جو ڏاڪو!

اسان جو عظيم ترين افتخار نہ ڪرڻ ۾ نہ پر ڪري پوڻ ڪانپوءِ اٿڻ ۾ آهي.(ڪنفيوشس)

ڪامياب ماڻهون زندگي ۾ هڪ عام انسان وانگر ئي مشڪلاتن سان منهن ڏيندي اڳتي وڌندا آهن.انهن جي خاصيت اها هوندي آهي تہ هو مشڪلات کان ڊڄي رکبا ناهن.ناڪامين ڪي منهن هر انسان کي مڙس تي ڏيڻو پوندو آهي ۽ اگر اهو چيو وجي تہ ڪامياب انسان زندگي ۾ وڏيڪ ناڪامين ڪي منهن ڏيندو آهي تہ بلڪل غلط نہ ٿيندو.ڪامياب فرد ان حقيقت کي سمجهندا آهن تہ انهن جي رستي ۾ ايندڙهر رڪاوٽ هر ناڪامي انهن لاءِ سبق آهي.جنهن کي پڙهي سکي هو ڪامياب ٿي ويندا.هر انسان جيڪو زندا آهي جيئي ٿو ان کي زندگي ۾ جا بجا مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پوندو آهي.ڪنهن وقت هو ڪامياب هوندو آهي ۽ اڪثر وقت هو سکندو آهي.هي سکڻ جو عمل انسان جو موت سان گڏ ئي ختم ٿيندو آهي.اگر توهان ناڪامي کي منهن ڏيڻ نٿا چاهيو.يا ان جي خوف کان ڪوبہ قدم کڻڻ کان لنوايو ٿا تہ حقيقت ۾ اوهان اجان تائين زندگي جيئڻ شروع ئي ناهي ڪئي.

(جي ڪي رولنگ) جيڪا مشهور ناول هيري پرٽر جي ليکڪا آهي. ان جو چوڻ آهي!!

اگر اوهان هر هر ناڪام ٿيڻ جو حوصلو نٿا رکو تہ پوہ اوهان کي ڪامياب ٿيڻ جا خواب ڏسڻ ڇڏي ڏيڻ گهرجن.

ناڪامي ڇا آهي؟

مان سمجهان ٿو تہ وقتي طور تي ناڪام ٿي وڃڻ ڪافي ناهي بلڪہ ناڪامي جا پاڻ کي دليل پيش ڪري راضي ڪرڻ جي ڪوشش ئي حقيقي ناڪامي آهي.

اسان وٽ هر ٻيون شخص ڪامياب زندگي جو خواهشمند هوندو آهي.پر عملي طور تي ڪاميابي حاصل ڪرڻ وارن جي تعداد تمام گهٽ آهي.ان جي هڪ وڏي وجه ماڻهن جي وقتي ناڪامي کي دل سان لڳائي محنت ترڪ ڪري ڇڏڻ آهي.جيڪڏهن اوهان ڪامياب زندگي گذارڻ چاهيو ٿا تہ اوهان کي ناڪامين کي سيني لڳائي وڌيڪ محنت ۾ ارادا ڪري مسڪرائڻو پوندو.ڪاميابي جو اهم ترين اصول آهي تہ :

جيڪڏهن اوهان ۾ ناڪام ٿيڻ جو حوصلو ناهي تہ اوهان ``ڪڏهن بہ ڪامياب نٿا ٿي سگهو.``

اوهان غور ڪيو تہ ننڍڙا ٻار سڀ ڪجهہ جلدي سکي وٺن ٿا؟ اهي ڇو ناڪامي کان خوف زده ناهن هوندا.اوهان کي علم هوندو تہ اڳتي وڌڻ جي لچ انهن کي ناڪامين جي خوف کان آزاد ڪري هر روز ڪجهہ نئون سکڻ ۽ ڪجهہ بهتر سکڻ ڪرڻ جو عزم ۽ حوصلو ڏيندي آهي.هو پنهنجي غلطين کي تسليم ڪندا آهن. پاڻ تي محنت ڪندي مستقل مزاجي کان اڳتي وڌندا رهندا آهن.ٻارن جي اها عادت انهن جي هر ناڪامي کي ڪاميابي ۾ بدلائي ڇڏيندي آهي.اهوئي حال سيني انسانن جو بہ آهي.ناڪامين کي قبول ڪندي خوفزده ٿي ڪري ويهي رهڻ انساني فطرت ۾ شامل ناهي ان لاءِ ناڪام انسان سڄي زندگي پاڻ کي دليل ڏيندي بيچيني جي زندگي گذاريندي نظر ايندا آهن جڏهن تي ناڪامين کي قبول ڪري.پنهنجي صلاحيتن تي محنت ڪندي اڳتي وڌي وڃڻ واريون ڪاميابيون حاصل ڪري وٺندا آهن.

ناڪامين جي زڪر ڪيو وڃي تہ دنيا جي امير ترين شخص بل گيٽس کان ڪير واقف ناهي ؟ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ سڀ کان وڏو نالو بل گيٽس هارورڊ يونيورسٽي مان ڪڍيو ويو هو.بل گيٽس پنهنجي پهرين ڪاروبار جي شروعات پال ايلن سان ڪئي جنهن ۾ هي کي ناڪامي کي منهن ڏيڻو پيو پر ان جي مستقل مزاجي ان کي مائڪروسوفٽ جي زريعي بهترين ڪاميابي سان نوازيو.

اسان سڀ چڱي طرح واقف آهيون تہ ٿامس ايڊيسن اهو ٻار هيو.جنهن کي تعليم اعتبار سان نالائق تصور ڪيو ويندو هيو ايڊيسن جڏهن بلب ٺاهڻ شروع

ڪيو تہ ان کي 999 ناڪامي کي منهن ڏيڻو پيو.بلب ٺاهڻ جي ان ڪوشش 1000 پيري ۾ ان کي ڪاميابي سان نوازيو.ايڊيسن کان جڏهن پڇيو ويو تہ سائين توهان 999دفعا ناڪام ٿيڪري 1000 دفعي ۾ بلب ايجاد ڪيو هيو ان تي ٿامس ايڊيسن تمام خوبصورت جواب ڏنو:

مون ناڪامي نہ پر 999 اهڙا طريقا ايجاد ڪيا جن سان بلب نٿو ٺاهي سگهجي ۽ 1000 پيري ۾ مون اهو طريقو ايجاد ڪيو جنهن سان بلب ٺاهي سگهجي ٿو ۽ هي طريقو تڏهن ئي مليو جڏهن ۾ 999 اهي طريقا ڳولهي لڌا جن سان بلب نٿو ٺاهي سگهجي. آئنسٽائن فزڪس جي دنيا جو بي تاج بادشاهہ جنهن چئن سالن تائين هڪ لفظ بہ نہ ڳالهايو.ان ڪارڻ جي ڪري هن کي اسڪول مان ڪڍيو ويو ۽ ڪيترين ڪوشش باوجود ڪنهن اسڪول ۾ داخلا نہ ملي سگهيس.هي ئي اهو شخص آهي جنهن بي شمار مشڪلاتون ڏنيون ناڪاميون برداشت ڪيو ۽ هڪ ڏينهن فزڪس جي دنيا جو منهن موڙي ڇڏيائين.ان جي ڪاميابي کي ايترو ساراهيو ويو جو نوبل پرائز هن جو مقدر بڻجي ويو.

موجوده دور ۾ ٽويوٽا ۽ هونڊا کان ڪير بي خبر هوندو.ڇا توهان ڄاڻو ٿا.

سوئچر هنڊا هڪ نوجوان هيو جيڪو ٽويوٽا ڪمپني ۾ نوڪري ڪرڻ چاهيندو هيو. سوئچر ان ڪارڻ جي ڪري نوڪري جي درخواست لکي جنهن کي ڪمپني رد ڪري ڇڏيو.سوئچر ان ناڪامي تي دل ننديو ڪرڻ بجاءِ ان کي قبول ڪري پاڻ تي محنت شروع ڪئي ۽ گهر ويٺي اسڪوٽر ٺاهڻ شروع ڪيا.اها هونڊا ڪمپني جي شروعات هئي جنهن کي اڄ پوري دنيا ساراهي ٿي.

جيڪڏهن اوهان بيهو نہ تہ اها ڳالهہ ڪا اهميت نٿي رکي تہ اوهان ڪيترا آهستي هلو ٿا .

اسان جڏهن ناڪامي کي سوچيندا آهيون تہ تقريبن ناڪامي جا غلط اثر سوچيندا آهيون ان لاءِ دل سڪستہ ٿي احساس ڪمتري جا شڪار ٿي ويندا آهيون.ناڪامي وقتي طور تي وڏو تڪليف وارو عمل هوندو آهي هتي منهنجي مراد آ ننڍيون ننڍيون ناڪاميون نہ پر اهي ناڪاميون آهن جيڪي اوهان کي پيجي ڇڏين ٿيون.توهان ذهني طور تي تڪليف جو شڪار بڻجي وڃو ايتري قدر

جو اوهان جي عزيز ۽ اقارب بہ اوهان کان منهن موڙي ڇڏين. اهڙي وقت ۾ ناڪامي کي قبول ڪرڻ قبول ڪري سيني لڳائڻ ان مان سکي اڳتي وڌڻ همت ۽ حوصلي کي مضبوط ڪرڻ جو عمل ئي اوهان جي ڪاميابي جي شاهدي آهي.

ناڪامين جي سڻي لمحن تي غور ڪيو تہ اوهان کي اندازو ٿي ويندو هو تہ اوهان ڪيرائن تہ اٿيون پر بدليءَ هو اوهان کي تجربو علم لچڪ ۽ منزل جي اهميت کان آگاهہ ڪن ٿيون. ناڪامي جو خوف انسان جي زندگي ۾ مختلف قسمن جي نقصانن جو ڪارڻ بڻبو آهي. جن مان سڀ کان افضل خود اعتمادي ۾ ڪمي اچڻ آهي. ناڪامي کي مسلسل سوچيندي رهڻ سان هي انسان کي غلط خيالن جو شڪار بڻائي تمام سڻي صلاحيتن کي ڪمزور بڻائي ڇڏي ٿي. مايوسيءَ پڇتائڻ جا مليل جليل اثر انسان کي گهڻو ڪجهہ سکڻ کان محروم ڪري ان کي سستي جو شڪار بڻائي ڇڏيندا آهن. مايوسي ۽ ان تي سستي تمام گهڻين جسماني بيمارين جو ڪارڻ بڻجي انسان کي زندگي ۾ اڳتي وڌڻ کان روڪي ڇڏين ٿيون.

منهنجو مڃڻ آهي تہ جيڪڏهن انسان ناڪامين اڳيان ثابت بيهي رهي ۽ هر ناڪامي کي پنهنجي لاءِ سبق جي طور قبول ڪندي پنهنجي سوچ کي سڻو ڪري ڇڏي تہ وڏي ۾ وڏي ناڪامي بہ ان جو ڪجهہ بگاڙي نٿي سگهي. زندگي ۾ پنهنجي منزل پنهنجي مقصدن تي پڄڻ لاءِ لائحہ عمل طئہ ڪرڻ ڏاڍو اهم آهي. جيڪڏهن انسان پنهنجي وڏي مقصدن کي ننڍين ننڍين حصن ۾ ورهائي ان تي عمل شروع ڪري ڇڏي تہ نہ صرف هو نقصان کان محفوظ رهي سگهندو پر ان حوصلو مضبوط ۽ پاڻ تي يقين پختہ هوندو.

ناڪامي وڏي تي سگهي ٿي. ڏاڍي بري بہ ٿي سگهي ٿي ۽ تڪيلف واري بہ ٿي سگهي ٿي پر ياد رکو هي جهڙي بہ هجي سبق هميشہ بهترين ڏيندي آهي جيڪڏهن اوهان اهو سبق سکي وٺو تہ ڪاميابي اوهان جا پير چمڻ تي مجبور ٿي پوندي آهي.

اوهان بہ اڄ ئي ڪاميابي جي طرف سفر جي شروعات ڪيو. آهستي هلو پر هلندا رهو بيهو نہ مستقل مجازي سان گڏ محنت ۽ عزم سان گڏ وڏندا وڃو ناڪامين کي قبول ڪريو ۽ سکي ڪري اڳتي وڌي وڃو پوءِ ڏسو ڪيئن ڪاميابي توهان جي سر جو تاج بڻجي وڃي ٿي.

نہ راستہ تھمے گا، نہ میں رکوں گا
منزل کی جانب یونہی چلتا رہوں گا

مان توهان کي هڪ ڪهاڻي ٻڌايان ٿو هي ڪهاڻي هڪ اهڙِ عورت جي آهي جيڪا هاڻي ڪنهن تعارف جي محتاج ناهي رهي. پوري دنيا ۾ ان جي ڪتابن جي ڌوم آهي ماڻهو اڄ ان کي پرهڻ ۽ ٻڌڻ چاهن ٿا پر ان جي شهرت ڪان پهريان ان جي زندگي ڪافي مصيبتن جو شڪار هئي . ان جي زندگي هڪ وقت اهڙو بہ آيو جڏهن ان کي ڪينيڪل ڊپريشن کي منهن ڏيڻُو پيوءِ نوبت ان جاءِ تائين اچي پهتي جو ان خودڪشي ڪرڻ جو ارادو ڪيو

هيءَ عورت اها آهي جنهن جي شادي بہ ناڪامي جو شڪار ٿي وئي جنهن ڪان پوءِ ان کي بيروزگاري کي بہ منهن ڏيڻو پيو. اڪيلي هئي، هڪ ٻار جي زميواري مٿي تي هيس. ان اهو وقت بہ ڏٺو جو حالتن جي هٿان مجبور ٿي ڪري ان کي پنهنجي ۽ پنهنجي ٻار جي پرورش جي لاءِ حڪومت ڪان مالي مدد گهرڻي پئي ان پنهن معاشي حالتن جو ذڪرهنن لفظن ۾ ڪيو تہ :

”هڪ اهڙي ماڊرن برطانوي عورت جيڪا بي گهر ناهي، پر غريب آهي.“

1990ع جي ڳالهہ آهي جڏهن اها ريل ذريعي مانسچٽر ڪان لنڊن وڃي رهي هئي تہ ان جي ذهن ۾ هڪ اهڙو ننڍي ٻار جي ڪهاڻي جو خيال آيو جيڪو وزرڊي اسڪول ۾ پڙهندو آهي 1995ع ۾ ان پراڻي پائٽ رائٽر جي مدد سان پنهنجي پهرئين ڪتاب جو مواد هٿ ڪيو. ۽ مواد ويجهي هڪ ٻن پبلڪيشنن کي موڪلي ڇڏيو. پبلشر ان کي شايع ڪرن ڪان انڪار ڪري ڇڏيو هڪ

ايڊِرنٽڙ ان کي ملازمت جي صلاح ڏني جنهن ۾ ان وٽ ٻاراٽي ادب جو ڪهاڻيون لکي ڪجهه پئسا ڪمائڻ جو موقعو هو. ان عورت هڪ دفعو ٻيهر همت ۽ حوصلي سان ڪم شروع ڪيو ۽ محنت عزم سان اڳيان وڌڻ لڳي ايتري ۾ هن جو شمار برطانيه ۾ سڀ کان وڏيڪ وڪرو ٿيندڙ مصنفن ۾ ٿئي ٿو.هن وقت هن جا مالي اثاثا 560 ملين يورو آهن.۽ اج برظانيا جي 12 امير ترين عورت آهي.هن باهمت عورت جو نالو "جي ڪي رولنگ" آهي مشهورو سيريز "هيراڦيري" جي ليکڪ آهي.

■

# زندگي جي مقصد ۾ کوٽ

گذريل سال مونکي پاڪستان جي هڪ نجي يونيورسٽي ۾ Break you Barriersجي موضوع تي شاگردن سان ڳالهائڻ لاءِ دعوت ڏني وئي. مان يونيورسٽي پهتس ته خوشي ٿي يونيورسٽي آڊيٽوريم شاگردن ۽ شاگردياڻين سان پرجي چڪو هو. ڪجهه شاگرد ڏاڪڻ تي ويهي ڳالهيون ٻڌڻ لاءِ بيتاب هئا ڳالهه جي شروعات ٿي ۽ ڳالهه ڪندي ڪندي شاگردن کان سوال ڪرڻ شروع ڪيا ته توهان پنجن سالن کان پوءِ پاڻ کي ڪٿي ڏسو ٿا؟ مونکي ڏاڍو ڏک ٿيو جڏهن مان کنهن کي به هٿ مٿي ڪندي ڏسڻ ۾ نه آيو خير ڳالهه کي اڳيان وڌائيندي مان ٻيو سوال ڪيو ته ڏهه سالن کان پوءِ زندگي کي ڪٿي ڏسڻ ٿا چاهيو؟ ۽ هن دفعي به مان کو هٿ مٿي ٿيندي نه ڏٺو. ڳالهه وري جاري ڪئي ۽ هاڻي سڀني شاگردن کان سوال ڪيو ته توهان جي زندگي جو مقصد ڇا آهي؟ توهان جا لائيف گولز Life Goals ڇا آهن؟ افسوس ان پريل آڊيٽوريم ۾ ماڻهن جي زندگي جو مقصد نوڪري کان وڌيڪ ڪجهه نه هو. وڌي اصرار کان پوءِ نوڪري شادي ۽ ڊگري کان سواءِ ٻيو جواب نه مليو. جواب ته مونکي اهو حيران ڪندڙ معلوم ٿيو ته جيڪي نوجوان اسان جي مستقبل جا معمار آهن اهي ان بابت سوچڻ جي تڪليف به نٿا ڪن ته آخر انهن جي زندگي جو مقصد ڇا آهي ؟ سيمينار ختم ٿيو ته مان افسوس ۽ شرمندگي ۾ گهر روانو ٿيس.

اسان جي نوجوان نسل جي غيرسنجيدگي ۽ زندگي جي مقصد ۾ گهٽتائي مونکي ڪيترائي ڏينهن عجيب ڪشمڪش ۾ مبتلا رکيو. سوچيم ته اسان اهي ماڻهو ٿبجي ويا آهيون جن جي زندگي صرف مذاق آهي اسان جا ڪي به لائيف گولز ناهن مطلب ته اسان زندگي ۾ ڪامياب ٿيڻ ته پري اهڙو ڪو خواب ڏسڻ ڪوشش ڪرڻ جي به تڪليف ناهيون ڪندا . اسان کي پنهنجي زندگي لاءِ ڪو پلانز Planer ناهن اسان جي نواجونن جو وڏ کان وڏ خواب ڊگري ۽ نوڪري تائين محدود آهي اهي ان کان اڳيان وڌڻ جو سوچڻ ئي نٿا چاهن.

اسان کي هڪ نئين سوچ ۽ فڪر جي ضرورت آهي تہ جيڪا اسان کي ان قابل بڻائي تہ اسان پنهنجي زندگي جو مقصد بڻائي سگھون. پنهنجي لائيف گول بڻائي سگھون ۽ ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات محنت ڪرڻ جي قابل بڻجي سگھون. زندگي جي مقصد جي گھٽتائيءَ اسان جي نوجوانن کي گھڻين ئي ٿنولين ۾ وجهي ڇڏيو آهي جنهن جو نتيجو ڊپريشن عدم اعتماد ۽ بغقض وقت زندگي جي بيزاري ۽ پوءِ خودڪشي جهڙي سنگين عمل ۾ ڏسڻ لاءِ ملندا آهن.

اڄ جيڪڏهن اسان پنهنجي سوچ بدلائي ڇڏيون زندگي ۾ ڪامياب ٿيڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيون هر ڏينهن پنهنجي ڪيل فيصلي تي محنت ڪيون پنهنجي مقصدن کي وقت سان گڏ اپگريڊ ڪيون تہ مان سمجهان ٿو اسان صرف نہ ڪامياب ٿي ويندا سين پر ڪيترين ئي براين کان بچي ڪري اطمينان ۽ سڪون واري زندگي گذارڻ جي قابل ٿينداسين.

ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ اسان باقاعده طور هڪ صفحي تي لکت ۾ معاهدو ڪيون تہ تہ موجوده وقت ۾ اسان زندگي جي ڪهڙي مقام تي بيٺل آهيون اسان جي صحت ڪهڙي آهي؟ اسان جي حالت ڪهڙي آهي؟ روحاني حوالي سان اسان ڪهڙي حالت ۾ آهيون؟ اڄ اسان جو ڪريئر ڇا آهي؟ اسان معاشري ۾ ڪٿي بيٺل آهيون؟ اسان جا ماڻهن سان تعلقات ۽ رويا ڪهڙا آهن؟ پوءِ اهو لکو تہ اسان ايندڙ 2 سالن 4 سالن 5 سالن 10 سالن ۾ روحاني علمي معاشي ذهني ۽ جسماني حوالي سان پاڻ کي ڪٿي ڏسڻ چاهيون ٿا ان لکتي معاهدي کي اوهان ڪمري جي ان حصي ۾ لڳائي ڇڏيو جتي اوهان جي اڪثر تمام گهڻي نظر پوندي آهي. هي اوهان کي هر وقت ان احساس ۾ مبتلا رکڻ جي ڪوشش ڪندو تہ اوهان کي زندگي جي مقصد تائين پهچڻو آهي اهو اوهان کي ننڊ مان بہ اٿاريندو ۽ محنت بہ ڪرائيندو پنهنجي جائزو وٺڻ جي قابل ٿيندو ڪٿي ڪيتري محنت جي ضرورت هئي ۽ اوهان ڪيتري محنت ڪئي. اوهان ڪر پراگرس Progress ڇا آهي؟

مان زندگي ۾ هڪ تجربو بہ ڪيو تہ مان زندگي جي روزاني زندگي جون سرگرميون هڪ پني تي لکي ۽ ان جو مشاهدو ڪيو تہ انهن مان مون ۾ عادت

آهي جيڪا منهنجي لاءِ سٺي ۽ فائديمند آهي.اهڙي ڪهڙي عادت آهي جيڪا منهنجي لاءِ نقصانڪار آهي.اهي سڀ خوبيون منهنجي ڪمري ۾ منهنجي سامهون رهنديون هيون جنهن مان مونکي ان جي اهميت جو اندازو ٿيندو هو ۽ مون ۾ همٿ وڌندي هئي. جڏهن اهي منفي عادتون جيڪي منهنجي زندگي جو حصو هيون ۽ منهنجي لاءِ نقصانڪار هيون انهن جي تصوير مان پنهنجي موبائيل جي وال پيپر Wallpaper تي لڳائي ڇڏي جڏهن بہ موبائيل کڻندو هئس تہ انهن خراب عادتن کان نفرت ٿيڻ لڳندي هئي . انهن جي نقصانن جي احساس ٿيندو هو ۽ مان محسوس ڪندو هئس تہ هي ڪهڙي طرح منهنجي ڪاميابي جي رستي ۾ رڪاوٽ بڻيل آهن مان محنت ۽ ڪوشش سان آهستي آهستي انهن سڀني خراب عادتن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪيو وقت لڳو پر مان انهن خراب عادتن کي پاڻ مان ڪيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس.

ان جي لاءِ منهنجي بہ توهان کي هڪ صلاح آهي تہ هڪ صاف پنو کڻو ۽ ان تي پنهنجي سٺين ۽ برين عادتن کي انهن جي فائدن نقصانن سان گڏ لکو پوءِ پني (ڪاغذ) کي اهڙا جاء تي رکو جتي اوهان کي هر هر نظر اچي هي اوهان کي سٺيون عادتون مضبوط ڪرڻ ۾ مدد ڪندو. ۽ اوهان جون برايون اوهان کان پري ڪرڻ ۾ فائديمند ثابت ٿيندو. منهنجي خيال ۾ پنهنجي خامين جو احساس ٿي وڃڻ الله جو وڏو ڪرم ۽ احسان آهن. اسان کي زندگي ۾ اڳيان وڌڻ لاءِ ان سڀني معاملن ۾ پنهنجي صلاحيتن تي غور فڪر ڪرڻ جي ضرورت آهي.

■

# ماڻهن جو خوف

ڈرتے رہیں گے یوں ہی لوگوں سے زندگی بھر
خوف خدا جو پالا تو لوگ کیا کہیں گے

مان سائنس نہ آرٽ ۾ پنهنجو ڪريئر ناهڻ چاهيان ٿو. ماڻهو ڇا چوندا؟ مان پنهنجو ڪاروبار ڪرڻ چاهيان ٿو ماڻهو ڇا چوندا؟

مان ڪوڪنگ نہ ڪمپيوٽر ڪورس ڪرڻ چاهيان ٿي. ماڻهو ڇا چوندا؟

خاندان کان ٻاهر شادي؟ ماڻهو ڇا چوندا؟

مان ڪجھ غلط نہ ڪري ويهان. ماڻهو سوچيندا مان چريو آهيان ڪٿي ماڻهو منهنجي مذاق نہ اڏائڻ.

ماڻهو ڇا چوندا؟ ماڻهو ڇا سوچيندا؟ اسان انهن جملن جا ننڍپڻ کان ان حد تائين عادي ٿي چڪا آهيون جو ڄاڻائي اڻڄاڻائي ۾ لاشعوري طور اسان جي زندگي جي هر مرحلي ۾ اهي سوال اسان جي حواسن تي سوار هوندا آهن. اسان جي پاڻ تي يقيني ۽ ارادي جي سگھہ ان جملن سان ڏاڍي متاثر ٿيندي آهي .

خوف هڪ ذهني ڪيفيت جو نالو آهي جنهن جو شڪار هر انسان هوندو آهي دنيا ۾ موجود هر شخص مختلف طرح جي خوفن ۾ ورتل هوندو آهي خوف جو هجڻ خراب ناهي پر جيڪي ماڻهو حقيقي خوف بدران فرضي خوف کي دل ۾ رهائيندا آهن انهن جي لاءِ زندگي ۾ پنهنجي سوچ ۽ مقصد کي متحد ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي ويندو آهي . نفسيات جا ماهر ان حوالي سان مڃن ٿا تہ انسان پنهنجي خوف کي پنهنجو نظريو ۽ عقيدو بڻائي ڇڏيندا آهن جنهن جي ڪري انهن لاءِ خوف کي قابو ڪرڻ ڏکيو ٿي ويندو آهي. تازو ئي ٿيندڙ هڪ تحقيق موجب اسان جو 98 سيڪڙو خوف فرضي ۽ بي معنيٰ هوندو آهي جڏهن تہ 2سيڪڙو خدشا درست ثابت ٿيندا آهن ۽ اهي خدشا ماڻهن جي باري ۾ ڪاروبار تعيلم شادي ۽ اهڙن ٻين معاملن جي باري ۾ هوندا آهن.

جيڪڏهن اسان زندگي جو جائزو وٺون ته اسان کي اندازو ٿيندو ننڍپڻ کان وٺي اڄ تائين اسان کي ڪو به فيصلو يا ارادو ڪرڻ کان پهريان خيال هي ايندو آهي ته:

جيڪڏهن مان هي نه ڪري سگهيس ته؟ ڇا هي صحيح آهي .

ان سوچ سان گڏ اسان مان ڪجهه ماڻهو زندگي جا وڏا وڏا فيصلا ڪرڻ کان رهجي ويندا آهن ۽ پاڻ کي زماني جي لهرن ۾ لڙهڻ لاءِ ڇڏي ڏيندا آهن ناڪامي ۽ ماڻهن جي ڳالهين جو خوف ئي اسان کان اسان جي سگهه ڪسي ناڪامي کي اسان جو مقدر بڻائي ڇڏيندو آهي ۽ اسان پنهنجي منفي سوچ سان گڏ اڪيلا رهجي ويندا آهيون.

بدقسمتي سان اسان جنهن معاشري جو حصو آهيون اتي اهو ڪلچر بڻجي چڪو آهي ۽ هي رويو عام ٿي ويو آهي ته هر ماڻهو ٻئي جي زندگي ۾ دخل وجهڻ پنهنجو حق سمجهي ٿو هوئن هر انسان جي زندگي ۾ ان جي راء کان وڌيڪ آس پاس جي ماڻهن جي راء فخر سان ورتي ويندي آهي ۽ اهو ئي سبب آهي جو اڄ اسان پنهنجي زندگي جي ڪنهن به فيصلي ڪرڻ کان پهريان ماڻهن جي سوچ ۽ مرضي کي نظر ۾ رکندا آهيو. ماڻهن جو ڊپ ۽ خوف اسان ۾ ايترو ته اچي ويو آهي جو اسان پنهنجي دل ۽ دماغ جو آواز ٻڌي ناهيون سگهندا. ۽ زندگي ۾ ناڪام ٿي ويندا آهيون اهو تنقيد جو خوف اسان تي ايترو ته حاوي ٿي ويو آهي جو اسان ماڻهن جي راء کي پنهنجي راء سمجهي ان سان متفق ٿي ويندا آهيون. اها اسان کي ذهني ۽ جسماني طور تي سست ڪري ڇڏيندي آهي ۽ اسان شڪست مڃڻ وارن مان ٿي ويندا آهيون. ان خوف جي ڪري اڪثر ماڻهو ٻين جي زندگي جي اثر هيٺ هوندا آهن.

ڪامياب ماڻهو جو معاملو سڀ کان الڳ آهي ڪامياب ماڻهو ننڍپڻ کان ئي فيصلو ڪري ڇڏيندو آهي ته اهي ماڻهن کي نتا بدلائي سگهن پر گهٽ ۾ گهٽ پنهنجو پاڻ کي ماڻهن جي مطابق زندگي گذارڻ وارو به ناهن بڻجڻ ڏيندا ڪامياب ماڻهو کي جيڪڏهن خوف هوندو آهي ته اهو خدا جي ناراضگي ۽ پنهنجي ناڪامي جو خوف هوندو آهي ۽ ان خوف کي قابو ڪرڻ لاءِ اهي ڏينهن

رات محنت ڪري ڪاميابي حاصل ڪندا آهن اهو خوف سٺي انداز ۾ ڪامياب ماڻهو لاءِ مددگار ثابت ٿي سگهندو آهي ان جو ان ڳالهه تي يقين هوندو آهي تہ هو پاڻ پنهنجي لاءِ پاڻ فيصلو ڪري سگهي ٿو ۽ ڪڏهن ڪنهن هنڌ ان کي ڪنهن مصيبت جي سامهون ٿيڻو بہ پيو تہ تڏهن بہ اهي ڏاڍا مطئمن ٿي ڪري ۽ بهادري سان ڏکيائين سان مقابلو ڪري زندگي ۾ اڳيان وڌي ويندا آهن بدمزاجي ۽ احساس ڪمتري هر حال ۾ ڪامياب ماڻهن جي عادت ناهي هوندي اهي ماڻهو صلاحون سڀ ڪان وٺندا آهن پر فيصلو پاڻ ڪنديون آهن.

خوداعتمادي ڪاميابي هجڻ جو تعلق انسان جي سٺي سوچ سان هوندو آهي تنقيد ۽ ماڻهن جي ڳالهين کي هر ماڻهو منهن ڏيندو آهي پر سٺي سوچ رکڻ وارو ماڻهو تنقيد کي پنهنجي پاڻ ۾ بهتري آڻڻ لاءِ استعمال ڪندا آهن۽ غيرضروري ڳالهين کي ڪن ڏيڻ بدران پنهنجي ڪم تي فوڪس رکندي ڪاميابي جي سفر ۾ هوندا آهن سٺي سوچ ۽ ماڻهن جي ڳالهين تي ڪن نہ ڏيڻ جي عادت انهن کي هن جملي سان بيگانو ڪري خوداعتمادي ڏيندي آهي. "ماڻهو ڇا چوندا؟" هڪ انسان ڏاڍي سولائي سان ان خوف کي قابو ڪري سگهي ٿو ضرورت بس ان ڳالهه جي آهي تہ منفي سوچ ۽ ماڻهن جي جي ڳالهين جي خوف ڪان نڪرڻ لاءِ پاڻ ڪان هي سوال ڪيو:

1. ڇا منهنجي سوچ ۽ فيصلو صحيح آهي؟
2. ڇا منهنجا ارادس منهنجي زندگي جي مقصد ۾ ڪاميابي حاصل ڪري سگهندا؟
3. جيڪڏهن مان ماڻهن کي نہ بدلائي سگهان تہ انهن جي سوچ تي منهنجو رويو ڪهڙو هجڻ گهرجي؟

انهن سيني سوالن جا جواب ملڻ ڪان پوءِ اوهان پاڻ کي مضبوط سمجهڻ محسوس ڪندو۽ اوهان جي سوچ اوهان جي ڊپ ۽ خوف کي وٺي اوهان جو نقطو نظر ئي مٽائي ڇڏيندي. توهان پنهنجو قيمتي وقت ماڻهن تي تنقيد ڪرڻ تي ڌيان ڪرڻ بدران ان کي قيمتي بڻائڻ جو فڪر ڪرڻ لڳندو اوهان کي اهو

احساس ٿيندو تہ نئين زندگي کي ماڻهن کان ٻيڃاري گذارڻ بجاءِ پاڻ کي پنهنجي مرضي مطابق زندگي گذارڻ جو حق آهي.

پنهنجي سڄي ڏپ ۽ خوف کي قابو ڪرڻ جي لاءِ ضرورت آهي تہ انسان پنهنجي سوچ کي بهتر بڻائي سٺي سوچ انسان جي همت وڌائيندي آهي ان جي حوصلن کي وڌو ڪندي آهي خوف کان بچاءِ تڏهن ئي ممڪن آهي جڏهن توهان جي سوچ ڪشادي هوندي ۽ خيال ويچار تبديل هوندا منهنجي خيال ۾ جيڪڏهن خوف کي قابو ڪرڻ لاءِ جيڪڏهن ڪنهن انسان کي ڪنهن مدد جي ضرورت اچي تہ اهڙي مدد حاصل ڪرڻ ۾ ڪو عيب ناهي جيڪڏهن انسان جي دل ۾ خدا جي محبت سان گڏوگڏ ان جو خوف بہ پيدا ڪيو وڃي تہ باقي سڀ هٿرادو خدشا ان جي دل مان نڪري ويندا آهن ۽ انسان بهادري سان گڏ پنهنجي زندگي جا سڀ فيصلا پاڻ ڪرڻ جي قابل ٿيندو آهي جنهن جي ڪري ڪاميابي انسان جي ممڪن ٿي ويندي آهي.

■

# مسئلا بہ نعمتون آهن

اقبال چوي ٿو تہ

*خدا تجھے کسی طوفان سے آشنا کردے*

*کہ تیرے بحر میں موجون میں اضطراب نہیں*

زندگي جا پويان گذريل 10 سال منهنجي لاءِ تمام اهم ثابت ٿيا آهن. مان ان دوران ڪيترائي وڏس فيصلا ڪيا انهن فيصلن تي جمي ڪري انهن لاءِ محنت ڪئي. ۽ پوءِ پنهنجي لاءِ ڪاميابي جو رستو قائم ڪندي مان اڄ بہ اڳيان وڌندو پيو وڃان. انهن ڪجھ سالن ۾ مان غريب مان نڪري پنهنجي مدد پاڻ گهر گاڏي ڪاروبار جهڙين ضرورتن سميت ڪوڙ سارين آسائشن کي بہ زندگي ۾ حاصل ڪيون تہ ماڻهن مونکي ڪامياب انسان مڃڻ شروع ڪري ڇڏيو منهنجي ڪاميابي جو راز ڄاڻڻ ۽ مون جهڙي خواهش لاءِ ڪيترن ئي ماڻهن مونکان ڪيريئر سيشز Career seasons وٺڻ شروع ڪيا. ماڻهو ايندا‌هئا سوال ڪندا هئا. مسئلا ٻڌائيندا هئا ۽ مان انهن کي جواب ڏيندو هئس ڪامياب زندگي لاءِ محنت ۽ عزم کان اڳيان وڌڻ ۾ انهن جي حوصلا افزائي بزنس ۽ ڊجيٽل مارڪيٽنگ سان ان بابت انهن جي رهنمائي ڪندو هئس ۽ ايئن سڀ سيشنز ٿي ختم ويندا هئا.

ماڻهو ايندا هئا ۽ سيشنز هلندا رهندا هئا پر مونکي آهستي آهستي ماڻهن جو گڏيل مسئلو سمجھ ۾ اچڻ لڳو تہ ملاقات جي نيت سان ايندڙ سڀ ماڻهو پنهنجا مسئلا ٻڌائيندا هئا ۽ مان کي پنهنجي ناڪامي جو سبب ٻڌائيندو هئس . ماڻهو چوندا هئا تہ علي ياءِ! اسان جڏهن بہ ڪجھ ڪرڻ ٿا چاهيون تہ اسان جو قلاڻو قلاڻو مسئلو اسان کي اڳيان وڌڻ کان روڪي ٿو پر توهان اسان کي ڪو اهڙو طريقو ٻڌايو جنهن سان اسان جا مسئلا ختم ٿي وڃن. اڄ اڪثر ماڻهو اهو

جاڻڻ چاهن ٿا ته اهي اهڙو ڇا ڪن جنهن سان هو نه ٿڪجن. ڪامياب ٿين ۽ گهڻا پيسا ڪمائن.

اسان وٽ ماڻهن جو مڃڻ آهي ته مسئلن جو ختم ٿيڻ اصل ۾ ڪاميابي آهي. مونکي ان رويي تي هڪ نفسياتي ماهر جي اها ڳالهه ياد اچي ٿي ته جڏهن ان وٽ هڪ شخص پنهنجي مسئلن جو حل وٺڻ آيو ۽ چوڻ لڳو ته هن زندگي ۾ هر پاسي مسئلا ئي مسئلا آهن ڪو به ڪم ڍنگ سان نٿو ٿئي ته اهو ان کي ڪلينڪ ويجهو هڪ قبرستان وٺي ويو ۽ چوڻ لڳو ته ڏس ميان! هي اها جاء آهي جتي ڪنهن کي ڪو به مسئلو ناهي. جيسيتائين هي ساهه آهي تيسيتائين هر مسئلي کي منهن ڏيڻو پوندو پر مسئلا ختم ڪرڻ سان نه پر انهن کي قابو ڪرڻ سان اڳيان وڌڻ گهرجي.

مسئلا اسان کي وڏو انسان بڻائڻ لاءِ پيدا ٿيندا آهن اهي اسان جي همت ۽ حوصلي کي وڌائيندي اسان کي ان لائق بڻائيندا آهن ته سٺي بري وقت کان نڪري ڪاميابي جي قابل ٿي سگهون. مسئلا آهن ته اوهان زنده آهن ايئن نه ٿئي جو اوهان ۽ لاش ۾ ڪو فرق نه هجي؟ پنهنجي مسئلن تي شڪريو ادا ڪيو.

منهنجو مڃڻ آهي هر انسان جي زندگي ۾ مسئلا به ان جي حيثيت مطابق ايندا آهن هڪ ڏهاڙي واري مزدور جي زندگي ۾ مسئلا به ان جي هڪ ڏهاڙي تي مشتمل هوندا آهن. جڏهن ته ملڪ جي اميرن تي هر لمحي وڏا وڏا مسئلا ايندا آهن حضرت محمد مصطفي' صلي الله عليه واله وسلم ،اصحاب سڳورن، دنيا تي حڪومت وارن عظيم سپه سالارن ۽ حڪمران قائد اعظم محمد علي جناح، علامه اقبال ۽ اهڙا ٻيا ڪوڙنالا جن کي اڄ ماڻهو سنهري لفظن ۾ ياد ڪندا آهن اهي سڀ به مسئلن مان جان ڇڏائي نه پر انهن کي ڪنٽرول ڪري ڪامياب ٿيا. ڇا حضرت محمد صلي الله عليه واله وسلم جي زندگي ۾ مسئلا نه هئا؟ بلڪل هئا ! پاڻ صلي الله عليه واله وسلم جي زندگي ڪوڙ سارن مسئلن جو تعداد ۽ مسئلا به اهڙا جو هڪ عام انسان ٻڌي پڙهڻ لڳي پر حضور اڪرم جن ڪڏهن به انهن مسئلن کي پنهنجي ڪاميابي جي رستي ۾ رڪاوٽ بڻجڻ نه ڏنو. پاڻ ڪريم جن فرمائيندا هئا ته " منهنجي هڪ هٿ ۾ چنڊ ۽ ٻئي هٿ ۾ سج رکيو وڃي مان

تڏهن بہ توحيد جو پهلو نہ ڇڏيندس, تڏهن بہ نہ رڪجندس سندن ان ئي بيمثال حوصلي ۽ عزم جي بدولت اڄ 1400 سال گذرڻ کان پوءِ بہ غير مسلم انگريزن پنهنجي يونيورسٽي ۽ بهترين ليڊرن جي ڪتابن ۾ پاڻ ڪريم صلي الله عليہ والہ وسلم جن کي سرفهرت رکيو آهيہ انهن جو چوڻ آهي تہ پاڻ اهڙي بيمثال شخصيت جا مالڪ هئا 1400 گذرڻ کان پوءِ اڄ بہ ماڻهن جي دلين تي اثرانداز آهن ۽ ماڻهو پاڻ ڪريم جن کي پنهنجو هيرو (آئيڊيل) سمجهي ڪري پنهنجي سڀ ان تان قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهن.

الله تعاليٰ جي ذات عدل ۽ انصاف جي صورت آهي الله تعاليٰ سڀني ماڻهن جي زندگي ۾ مسئلا پيدا ڪندو آهي. پوءِ جيڪو بہ انهن مسئلن ۾ ثابت قدمي سان منزل طرف وڌندو رهندو ڪري نہ ٿڪجي نہ ان کي ڪاميابي جي پيچ لڳايو ويندو آهي ان جي برخلاف اهي ماڻهو وچ رستي ۾ ويهي ڪري مسئلن تي روئندا آهن ناڪامي هميشہ لاءِ ان جو مقدر بڻجي ويندي آهي.

انسان جي زندگي مان جيڪڏهن مسئلن کي ختم ڪيو وڃي تہ سڪڻ سمجهڻ ۽ اڳيان وڌڻ کان لاچار ٿي ويندو مسئلن سان ئي اسان جي شخصيت جي تعمير ٿيندي آهي مسئلا ئي اسان کي ڪاميابي جي لاءِ تيار ڪندا آهن سون ٺهندو آهي تہ ڪندن ٺهندو آهي انسان کي بہ عظمت ملڻ کان پهريان مصيبتن ۾ ڇڏيو ويندو آهي جيئن خبر پوي سڪو اصل آهي يا نقل! انهن ڏکيائين سان مقابلو ڪندو تہ ڪاميابي جي قابل بڻجي سگهندو مان چوندو آهيان تہ جيڪڏهن ڪاميابي چاهيو ٿا تہ مسئلن کي ختم ڪري نہ پر انهن کي قابو ڪري اڳيان وڌڻ جي ڪوشش ۾ لڳي وڃو اڄ جيڪڏهن ننڍن ننڍن مسئلن تي ثابر قدم رهندو تہ وڏا ٿي وڏن مسئلن سان وڙهي سگهندو ڪامياب انسان مشڪلات ۽ رسڪ کڻڻ کان ناهي ڪيبائيندو پر بهتر مستقبل لاءِ اڄ کان محنت ڪيو.

ڪجهہ ڏينهن پهريان فيسبڪ تي هڪ پوسٽ پڙهڻ لاءِ ملي ليڪ لکي پيو تہ هڪ واحد پکي جيڪو باز جي رستي ۾ رڪاوٽ بڻجڻ جي ڪوشش ڪندو آهي اهو ڪانء آهي ڪانء ان جي پيٺ تي ويهي ان کي ڳلي ۾ ٺونگا هڻندو

آهي پر باز جواب ناهي ڏيندو ۽ نہ ئي ڪانء سان وڙهندو آهي باز ڪڏهن ڪانء تي پنهنجو وقت ۽ سگه ناهي وڃائيندو پر سولائي سان پنهنجا پر کولي آسمان ۾ مٿي اڏندو آهي مٿي اڏڻ سان ڪانء جو ساهہ منجهڻ لڳندو آهي ۽ آڪسيجن جي گهٽتائي سبب ڪانء ڪري پوندو آهي.

زندگي ۾ ڪانء جهڙن ماڻهن سان پنهنجو وقت وڃائڻ بدران باز بڻجڻ جي ڪوشش ڪيو پاڻ کي بلند ڪندو تہ پاڻ ئي بدلجي ويندو.

■

# جذباتي ۽ حساس ماڻهو

جذبات کی رو میں بہہ گیا ھوں
کہنا جو نہ تھا وہ کہہ گیا ہوں

"جذبات ۾ وهڻ " يا "جذبات جي سامهون وهڻ" اهڙا ئي ڪجھ جملا اوهان ٻڌا هوندا اسان وٽ هڪ رويو اختيار ڪيو ويندو آهي تہ ماڻهو پنهنجي معاملن ۾ حد کان وڌيڪ جذباتي ۽ حساس هوندا آهن. مان سمجهان ٿو تہ ماڻهن جي ناڪامي جو هڪ وڏو سبب اهو رويو آهي اسان جي معاشري ۾ اڪثر ڏٺو ويو آهي تہ جڏهن ڪو بہ انسان ڪامياب زندگي جو فيصلو ڪري پنهنجي خوابن کي حاصل ڪرڻ نڪرندو آهي تہ رستي جي ڏکيائين کان اڻ ڄاڻ سولو ۽ شارٽ رستو اختيار ڪري ڪامياب ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو آهي اهڙي صورتحال ۾ جڏهن وري مسئلا ۽ ڏکيائيون سامهون اينديون آهن تہ انهن مسئلن کي لغام ڏيڻ بجاءِ همت هاري ويهندا آهن. ۽ ناڪامي سدائين لاءِ پنهنجي ڳلي جو هار بڻائي ڇڏيندا آهن. اهي جذباتي ۽ حساس ماڻهو سڄي عمر ماڻهن اهو هڪ داستان ٻڌائيندي پنهنجي ناڪامي کي جسٽيفاء ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

هر اهو انسان جيڪو زندگي جي دوڙ ۾ ڪامياب ٿيڻ چاهيندو آهي ان کي پنهنجي غلطين ۽ احساسن کي مٽي سان ٻڌي ڪري انهن جو داستان ٻڌائڻ بدران انهن پٿرن وانگر پيرن هيٺان گڏ ڪري محل ناهڻ سگهڻو پوندو. ماڻهو اڄ بزنس جي شروعات ڪندا آهن ۽ چاهيندا آهن تہ بنا ڪنهن رڪاوٽ ۽ پريشاني جي هڪ مهيني اندر پنهنجي بزنس ۾ ڪامياب ٿي وڃن. اهڙو ناممڪن آهي. جيسيتائين رڪاوٽون ۽ مسئلا نہ هوندا تيسيتائين اوهان ڪامياب بزنس مين نٿا بڻجي سگهو. ڏکيائيون ايندون ناڪامين کي منهن ڏيڻو پوندو تڏهن ئي اوهان ڪاميابي جي قابل بڻجندو.

فرض ڪيو تہ اوهان چلهي ۾ باھ ٻاريو ۽ اٽڪاٽائي ۾ چلهو پڙڪو ڪائي ۽ اوهان باھ ۾ هٿ ساڙي ويهو. تہ ڇا ٻيهر توهان باھ ٻارڻ ڇڏي ڏيندو؟ نہ ڪڏهن بہ نہ! پر اوهان ٻيهر باھ ٻارڻ وقت خيال ڪندو. جڏهن هٿ سڙڻ تي اوهان باھ ٻارڻ نہ ڇڏي تہ ڪاميابي جي رستي ۾ مصيبتن ڪان پريشان ٿي ڪري ڪاميابي جو رستو ڇو ڇڏي ڏيندا آهيو؟ انسان جي لاءِ هي زندگي آزمائشن جو گهر آهي هتي اوهان کي هر موڙهر جڳهہ ۽ هر مقام تي ڏکيائن سان منهن ڏيڻو پوندو. پر ان سفر ۾ ڪامياب اهو آهي جيڪو انهن تڪليفن ۽ ڏکيائن کان ڊڄندو ناهي پر جوش جذبي سان اڳيان وڌندو آهي.

مان ڏسندو آهيان تہ هر جذباتي انسان وٽ ٻڌائڻ لاءِ هڪ رام ڪٿا موجود هوندي آهي. ۽ اها ئي رام ڪٿا سندس ناڪامي جو سبب بڻجندي آهي ياد ڪيو درد مسئلا تڪليف اڪيلائي ۽ رڪاوٽن ڪان وڌو دنيا ۾ ڪو بہ استاد ناهي جيڪو ڪجهہ انسان ڏکن ۽ تڪليفن مان سکندو آهي ايترو شايد ئي ڪيس ڪا ٻي شي سيکاري سگهي رڪاوٽن باوجود همت ٻڌڻ ۽ اڳيان وڌڻ ڏکيو ضرور آهي پر ناممڪن ناهي. ڪاميابي چاهيندي آهي تہ پنهنجا درد پنهنجن تڪليفن ۽ اڪيلائين کي پنهنجو استاد بڻايو جذباتي ۾ ويهي ڪري ناڪامي کي راضي رهڻ ڪامياب ماڻهن جي روش ناهي ڪامياب ماڻهون پنهنجن جذباتن کي هڪ حد تائين اهميت ڏيندا آهن پر انهن کي پاڻ تي گهيرو ڪرڻ ناهن ڏيندا.

مان اڪثر ماڻهن وٽان ٻڌندو آهيان تہ ناڪامر نہ ٿيڻ اصل ۾ ڪاميابي آهي منهنجي خيال ۾ اها سراسر غلط فهمي آهي ڪاميابي ۽ ناڪامي هڪ سڪي جا بہ پاسا آهن ماڻهو مونکي ڪامياب سمجهندا آهن پنهنجو آئيڊيل ۽ رول ماڊل مڄيندا آهن اهي سمجهندا آهن تہ مونکي ڪڏهن زندگي ۾ ناڪامي منهن ناهي ڏيڻو پوندو پر حقيقت اها آهي تہ مان اڄ بہ هر ايندڙ ڏينهن ناڪامين کي منهن ڏيندو آهيان پنهنجي ناڪامين مان سکندو آهيان ۽ اڳيان وڌندو آهيان ها پر منهنجي ڪاميابي اها ضرور آهي تہ مان ڪڏهن ناڪامي کي مٿي سان ٻڌو ناهي.

هڪ سال اڳ هڪ صاحب مونسان ملڻ آيو ۽ چوڻ لڳو شيرازي صاحب مان بہ ڪامياب ٿيڻ چاهيان ٿو. مان ان کان سوال ڪيو تہ محترم اوهان ڪيترن ڏکيائن ۽ مسئلن کي منهن ڏئي سگهو ٿا؟ ڪيتريون ڏکيائيون ۽ تڪليفون برداشت ڪري سگهو ٿا؟ اهو حيراني سان مونکي ڏسڻ لڳو. مان ان کي ٻڌايو تہ : جناب ڪاميابي اصل ۾ ناڪامين سان مقابلو ڪري اڳيان وڌڻ جو نالو آهي. جيڪڏهن توهان مونکان ڪاميابي جو تعارف پڇندو تہ مان اهان کي گهر گاڏي ۽ دولت نہ ٻڌائيندس پر ڪاميابي زندگي جي لاءِ وڃڻ واري هر قدم تي ڏکيائي ۽ناڪامي باوجود جيڪڏهن اوهان جي دل مطئمن ۽ خوشحال آهي تہ منهنجي خيال ۾ اهائي ڪاميابي آهي منهنجي خيال ۾ ڪاميابي جو مثال جبل تي چڙهڻ جهڙو آهي جتي بلندي طرف اٿندڙ هر قدم اوهان کان اوهان جي محنت ۽ همت جو سوال ڪندو آهي توهان کي زور لڳائڻو پوندو آهي ان زور لڳائڻ ۾ جيڪڏهن اوهان خوشي محسوس ڪيو ٿا تہ اوهان ڪامياب آهيو جيڪڏهن هر قدم اوهان کي ٿڪائي رهيو آهي تہ اها ڪاميابي ناهي پر ناڪامين جو بار کڻي اڳيان وڌي رهيا آهيو. ڪاميابي جي لاءِ ناڪامي مان سکي ڪري ان جو بار پاڻ تان لاهي اڳيان وڌڻ سکو تڏهن ئي دل مطئمن ۽ پرسڪون ٿيندي سفر سولو ۽ پرسڪون ٿيندو.

ڪاميابين کي منهنجي مصروفيت ٻڌائڻ وارا ڪڏهن ناڪامين کان ناهن گهبرائيندا ياد ڪيو ڪاميابي ڪڏهن آخري ناهي هوندي ڪنهن ڪاميابي جو سفر ڪڏهن آخري ناهي هوندو هر ڪاميابي پويان نئين ڪاميابي نئون سفر اوهان جو منتظر هوندو آهي پر پاسو نہ ڪيو ناڪامين مان سکڻو آهي ۽ اڳيان وڌڻو آهي.

■

# غرور ۽ تڪبر ڪان ناڪامي تائين

حضور اڪرم صلي الله عليہ والہ وسلم جن جو ارشاد آهي تہ: باخبر ٿي وڃو تہ سيني جو گوشت هڪ مضبوطي آهي جڏهن اهو تندرست هوندو تہ اوهان جو جسم تندرست رهندو آهن جيڪڏهن ان ۾ خرابي يا انتشار پيدا ٿي ويو تہ توهان جي سڄي جسم ۾ خرابي ۽ انتشار پيدا ٿي ويندو ڄاڻ وٺو تہ اها اوهان جي دل آهي.

جڏهن ذڪري نڪري دل ۾ دل جي بيمارين ۾ تڪبر غرور بغض ۽ منافقت ئي دل جون وڏيون بيماريون آهن جيڪا انسان ڪان ان جو سک ڦري سدائين ڪيس باھ ۾ ساڙيندي رهندي آهي غرور جو مطلب ئٽ دوڪو آهي جڏهن تہ تڪبر معني پاڻ ڪي وڏو سمجهڻ اهو غرور ۽ تڪبر انسان ۾ پنهنجو پاڻ پنهنجي ذات ۾ وڃائي دوڪي جو شڪار ڪندو آهي ۽ باقي سيني ڪي ڪمتر بڻائي پيش ڪندو آهي انسان پنهنجو پاڻ ۾ ايترو قدر بہ فخر ۾ مبتلا ٿي ويندو آهي تہ ان ڪي دنيا جو هر ماڻهو ننڍي سوچ جو محسوس ٿيندو آهي اڪثر ماڻهو پنهنجي حسب نسب پنهنجي مال دولت پنهنجي حسن ۽ جواني ۽ پنهنجي تعليم جي حوالي سان غرور جو شڪار هوندا آهن ڏنو وڃي تہ انهن سيني ڪي انسان جو ڪو بہ وس ۾ ناهي هوندو اهي سڀ شيون تہ الله تعالي جون عطا ڪيل هونديون آهن هن دنيا ۽ آخرت ۾ عزت انهن ڪي ملندي آهي جيڪي جيڪي عاجزي سان رهڻ وارا هوندا آهن توهان اڄ پنهنجي حسب نسب ۽ اولاد تي فخر ڪيو ٿا ٿورو سوچيو جنهن هي سڀ اوهان ڪي عطا ڪيو آهي اهو جيڪڏهن ڦري وڃي تہ اوهان ڇا ڪندو؟ اڄ اوهان وٽ ڪوڙ پئسا وڏي دولت آهي جيڪڏهن سڀاڻي اوهان ڪنهن بيماري جو شڪار ٿي وڃو تہ ۽ جيڪڏهن اوهان پيسا خرچ ڪري بہ شفا حاصل نہ ڪري سگهو تہ ڪهڙو فائدو ان پيسن جو؟ اڄ توهان ڪي پنهنجي حسن ۽ جواني تي غرور آهي جيڪڏهن توهان ڪنهن حادثي ۾ پنهنجو حسن وڃائي ويهو تہ غرور ڪاڏي

ويندو؟ ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ جنهن هي سڀ عطا ڪيو آهي جيڪڏهن چاهيندي ڪسي وٺي تہ ڪير ڪجهہ نٿو ڪري سگهي ان هوندي بہ اڪثر ماڻهو پاڻ کي وڏيڪ ۽ ٻين کي گهٽ سمجهڻ ۾ مصروف هوندا آهن. غرور ۽ تڪبر هڪ اهڙي بيماري آهي جنهن شيطان کي جنت مان ڪيرائي ڇڏيو ۽ سدائين لاءِ ناڪامي جي سمنڊ حوالي ڪري ڇڏيو سڀ کان بلند هئڻ هڪ اهڙي صفت آهي جيڪا صرف الله کي ٺهندي آهي جنهن جو ذڪر اسان ڏينهن رات "الله اڪبر "الله اڪبر"الله سڀ کان وڏو "الله سڀ کان وڏو" چئي ڪندا آهيون.

منهنجو تجربو آهي تہ هر اهو انسان جنهن کي ڪاميابي سان نوازيو ويو آهي.ان زندگي ۾ جنهن بہ مقام تي پاڻ کي بلند سمجهو ان کي صرف ناڪامي ئي نصيب ٿي آهي مان کوڙ ڪامياب ۽ ناڪام ماڻهن کي پڙهندي ان نتيجي تي پهتس تہ اڪثر ماڻهن جي ناڪامي جو سڀ کان وڏو سبب انهن جو پاڻ کي بلند سمجهڻ آهي. ۽ انهن جي اها عادت انهن کي سکڻ کان روڪي رکندي آهي ايتري تائين انهن جي ناڪامي مقدر بڻجي ويندي آهي. ان جي بر خلاف اهي سڀ ڪامياب ماڻهو جن سدائين عزت سان گڏ سٺن لفظن کي سجاتو اهي پنهنجو پاڻ ۾ عاجزي جو مثال هوندا آهن اهي ماڻهو پاڻ کان وڏيڪ ٻين لاءِ سٺو سوچڻ وارا ۽ انهن کي پاڻ کان بهتر سمجهڻ وارا آهن. ڪامياب ماڻهو جي اهائي عادت بيوقوفن جي محفل مان بہ گهڻو سکڻ لاءِ ڏيندي آهي. جنهن کي سوچي سمجهي ڪري ماڻهو پنهنجو سفر مقرر ڪندا ويندا آهن. ڪامياب ماڻهو ان ڳالهہ کي چڱي ريت ڄاڻيندا آهن تہ جيڪو هر شي عطا ڪري ٿو ان لاءِ سڀ کان وڏيڪ حق بہ ان جو آهي پر منهنجي پلاٽي عاجزي ۾ آهي آڪڙ نہ ناهي

تڪبر جي موسم ۾ سازگار هوائون ناهن گهلنديون. (شعور)

انسان جنهن طريقي کان پنهنجو پاڻ کي گهٽ سمجهڻ غلط ۽ ڪاميابي جي رستي تي رڪاوٽ آهي بلڪل ان طريقي سان ٻين کان پاڻ کي وڏيڪ

سمجهڻ ۾ پنهنجي آڪڙ ظاهر ڪري ڏيکارڻ بہ ڪاميابي جي جي رستي ۾ هڪ وڏي رڪاوٹ آهي پاڻ کي هر ڪم جو ماهر سمجهڻ اوهان کي ڪاميابي کان روڪي ڇڏيندو آهي ۽ توهان ڪجهہ نئون سکڻ بدران انهن خيالن جي مدهوشي ۾ هوندا آهيو. توهان کي ڪنهن بہ ڪم ۾ مهارت هوندي آهي تہ تہ بيشڪ اها اوهان جي خاصيت آهي پر ان جو هرگز اهو مطلب ناهي تہ ڪو ٻيو شخص ان ڪم ڪرڻ جي لائق ناهي اڪثر وقتن ۾ وڏيون وڏيون دعوائون انسان کي مهانگيون پئجي وينديون آهن. جيڪو اوهان ڪم مهارت سان ڪري سگهو ٿا اتي ممڪن آهي تہ ڪو ٻيو شخص اوهان کان سٺو ۽ ٿوري وقت ۾ اهو ڪم ڪري سگهي ٿو انڪري پنهنجي صلاحيتن تي تڪبر ڪرڻ بدران عاجزي اختيار ڪيو ۽ ٻين کي ساراهڻ شروع ڪندو تہ اوهان جي لاءِ ڪاميابي دنيا آخر جي ڏاڪڻ بڻجي ويندي. هيءَ ئي اهو راز آهي جنهن کي ڪجهہ ماڻهو سمجهي ڪاميابي کي برقرار رکي وڌ کان وڌ اڳيان وڌي ويندا آهن جڏهن تہ اڪثر ماڻهو انا ۽ غرور جي ور چڙهي ناڪامي جي رستي تي پهچندا آهن.

زندگي ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ ٿا چاهيو تہ جهڪڻ سکو پاڻ کي بلند سمجهڻ بدران هڪ عام انسان ئي سمجهو ان ڳالهہ تي يقين ڪيو تہ توهان سڀ ڪجهہ نٿا ڄاڻو اها عادت اوهان لاءِ گهڻو سيکارڻ لاءِ آڻيندي ڪامياب ٿيڻ چاهيو ٿا تہ ٻين کي ساراهڻ شروع ڪيو انهن جي ڪمن جي تعريف ڪيو ۽ سٺي سوچ ۽ سٺي عادت اختيار ڪري ڪاميابي جي سفر تي محنت ڪندا رهو ڪاميابي اوهان جو مقدر بڻجي ويندي.

■

# ناڪامي جا سبب

زندگي مسلسل امتحان آهي هتي بار بار ڪرڻ ڪان پوءِ اٿڻ جو نالو ڪاميابي آهي .(شعور)

اسان وٽ ڪاميابي ۽ ناڪامي بابت وڏا ڪتاب پڙهيا ويندا آهن ماڻهو انهن ڪي پڙهي پنهنجن ڳالهين ۽ حوالن ۾ استعمال تہ ڪندا آهن پر حقيقت ۾ جيڪو ان ڪتابن مان سکڻ گهرجي ان ڪان پري ٿي ويندا آهن. انهن جو هڪ سبب منهنجي نظر ۾ اسان جو مائنڊ سيٽ آهي تہ اسان جيڪو بہ ڪندا آهيون پنهنجو پاڻ کي بهتر ڪرڻ بدران ٻين کي بدتر ڪرڻ لاءِ ڪندا آهيون.

روزاني زندگي جي معاملن ۾ اسان پنهنجو پاڻ سميت پنهنجي ٻارن کي بہ هڪ اهڙي مزاج تي چاڙهي رهيا آهيون جتان هو پنهنجي غلطي تسلم ڪرڻ سکي ئي نٿا سگهن. مثال اسان جي گهر مان ڪنهن کان شيشي جو گلاس يا پيو ڪو ٿانءَ ٽٽي پوي گهڻو اسان وڏيون دانهون ڪري چوندا آهيون تہ "ڦلاڻي گلاس ڀجي ڇڏيو ان جي برخلاف جيڪڏهن اهو گلاس اسان کان ڀجي پئي ها تہ ڏاڍو نرمي ۽ معصوميت سان چئون ها تہ "هي گلاس مونکان ٽٽي پيو آهي" جيڪڏهن اوهان ان جملي جي مفهوم تي غور ڪندو تہ اوهان سمجهي ويندو اسان ٻين جي غلطين ۽ خامين تي اعلان ڏيندا آهيون پر پنهنجي خامين ۽ غلطين جي بچاء لاءِ حڪمت عملي اختيار ڪندي آهيون تہ "مان سايو ڪري نہ ڪيو پر مونکان ٿي ويو" پنهنجي پاڻ جو ايئن بچاء نہ صرف اسان کي ڪاميابي کان روڪيندو آهي پر اها طبعيت آهي جيڪا اسان جا ٻار ۽ آس پاس جا ماڻهو اسان مان سکي پنهنجي زندگي ناڪام ڪندا آهن.

ناڪامي جو هڪ ٻيو سبب اسان جو ڪجهہ وڌيڪ ڊپ ۾ رهڻ آهي ...اهو ڊپ تہ ڇا ٿيندو؟ ڪيئن ٿيندو؟ اسان کي زندگي ۾ رسڪ کڻڻ کان روڪي وٺنو آهي مان سمجهان ٿو تہ رسڪ کڻڻ بہ هڪ وڏو رسڪ آهي رسڪ کڻڻ

سان اوهان سڪندو سنورجندو اڳيان وڌڻ جي قابل ٿي سگهندو هي ماڻهو جيڪي پنهنجي غلطين ۽ خامين کي قبول ناهن ڪري سگهندا. ناڪامي انهن جو مقدر بڻجي ويندي آهي مان سمجهان ٿو تہ موجوده دور ۾ پنهنجي Acceptabilityنہ هجڻ جي برابر آهي اهو سبب آهي جو اسان رسڪ کڻڻ کان بہ ڊڄندا آهيون منهنجي خيال ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ اسان کي پاڻ تي ثابت محنت ڪرڻ جي ضرورت پوندي آهي تہ اسان کي پاڻ ڪاميابي قابل بڻائڻو پوندو ياد رکو! جيسيتائين ڪاميابي اسان بدن ۾ ظاهر نٿي ٿئي تيسيتائين اسان ڪامياب نٿا ٿي سگهون ڪاميابي چاهيندي آهي تہ ڪاميابي جو مزاج اختيار ڪرڻو پوندو پنهنجون غلطيون مڃڻيون پونديون اڪثر ماڻهن ۾ پنهنجون غلطيون قبول نٿا ڪري سگهون تہ گهٽ ۾ گهٽ اڪيلائي ۾ تہ پاڻ سان سچ ڳالهائي وٺون پنهنجي سامهون پنهنجون غلطيون قبول ڪيون. ڪاميابي جي لاءِ خود چوڻو پوندو تہ هي مونکان ٿيو نہ پر مان پاڻ ڪيو هو تڏهن ئي اوهان ۾ شرمندگي جو احساس پيدا ٿيندو ۽شرمندگي ٿيندي تہ غلطي ٿيندي تہ غلطي جو ازالو ڪري سگهندو.

هي زندگي آزمائشن جو گهر آهي هتي امتحان ڏيڻا ٿا پون امتحان بہ اهي جيڪي ترتيبوار يا سبجيڪٽوار ناهن هوندا پر ان آزمائش کان ڀرپور زندگي ۾ اگر ڪاميابي گهرجي تہ پنهنجي غلطين کي قبول ڪيو پنهنجو پاڻ ۾ ڪاميابي جي حاصلات جي تڙپ پيدا ڪيو رسڪ کڻو ۽ ڪاميابي جو مزاج اختيار ڪري محنت جي شروعات ڪيو توهان ڏسندو تہ ڪهڙي طرح ڪامياب زندگي اوهان جو مقدر بڻجي ٿي.

■

# سڦلتا پبليڪيشن حيدرآباد جا ڇپيل ڪتاب

- سارين جي گند گاهن تي ضابطي جي حڪمت عملي (زراعت) عبدالصمد سومرو
- فريب سحر (شاعري) نور جوڻيجو
- ڪتا (ناول) رسول ميمڻ
- مهذب وحشي (ناول) نور جوڻيجو
- پسمنظر ۾ (شاعري) اي آر آزاد
- ايم آر ڊي تحريڪ (تاريخي دستاويز) قمر ڀٽي ايڊووڪيٽ
- خوشگوار موت (ناول) البرٽ ڪاميو/ عرفان لُنڊ
- انٽرلاڪ (ڪهاڻيون) شوڪت لوهار
- استاد (ٻارن لاءِ ناول) غفار سومرو
- ڪردار، ڪتاب ۽ ڪهاڻيون (تنقيد ۽ تحقيق) عبدالڪريم چنا
- تون جڳ جاڳائيندين! (نفسيات) مير سردار چنڙ

# سڦلتا پبليڪيشن جا ايندڙ ڪتاب

- ساموندي سيلاني (ٻارن لاءِ ناول) مترجم سعيد چانڊيو
- ڦٽڪن لڳڻ جو ڏينهن (ڪهاڻيون) قمر ڀٽي ايڊووڪيٽ
- سنڌي ٻاراڻي ادب جي ڏيڍ صدي (تحقيق) هوش محمد ڀٽي

گهرائڻ جا لاءِ رابطو ڪريو: سڦلتا پبليڪيشن، حيدرآباد

11 E_ ايس آر ٽي سي ڪالوني، انڊس هوٽل ٽنڊي سڙڪ حيدرآباد

Cell:03333788478

# سنڌ سلامت

## www.sindhsalamat.com

سنڌ سلامت جو مشن ۽ مقصد سنڌي ٻوليءَ جي ڊجيٽلائيزيشن ۽ پکيڙ کي وسيع ڪرڻ آهي ۽ پڻ دنيا سان گڏ سندس رفتار سان هلڻ جو سانباهو آهي، ڇو تہ تاريخ هميشہ انهن قومن جو احترام ڪيو آهي جن پنهنجي علمي سرمائي جي حفاظت ڪئي آهي. سنڌ سلامت پڻ پنهنجي ٻوليءَ جي بقاء خاطر سنڌي ٻوليءَ ۾ لکيل قيمتي ۽ ناياب ورثي کي ضايع ٿيڻ کان بچائڻ ۽ ان کي نہ رڳو محفوظ رکڻ پر پنهنجي اديبن، ليکڪن، محققن ۽ شاعرن جي علم، هنر ۽ تخليقن کي ڊيجيٽلائيز ڪندي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود سنڌين تائين مفت ۾ آسانيءَ سان پهچائڻ جو عزم ڪيو آهي.

اسان جي خواهش هئي تہ سنڌي مواد تي مشتمل هڪ اهڙو ڪتاب گهر قائم ڪجي جتي هر موضوع تي مشتمل ڪتاب موجود ملن. ڪتابن کي ڳولڻ ۽ ڊائونلوڊ ڪرڻ آسان هجي ۽ اينڊرائيڊ سميت آئي فون يا ونڊوز آپريٽنگ سسٽم سميت هر قسم جي ڊوائيس تي آساني سان آن لائين پڻ پڙهي سگهجي.

۽ اهو سڀ ”سنڌ سلامت ڪتاب گهر“ ذريعي ئي ممڪن ٿي سگهيو. اميد تہ سنڌ سلامت ڪتاب گهر ذريعي سموري دنيا ۾ موجود سنڌي نہ صرف ڀرپور لاڀ حاصل ڪندا پر سنڌ سلامت ڪتاب گهر کي وڌيڪ فائديمند بنائڻ لاءِ پنهنجو ڀورو ساٿ نڀائيندا.

books.sindhsalamat.com

**سنڌ سلامت ڪتاب گهر جي اينڊرائيڊ اپليڪيشن پلي اسٽور جي هن لنڪ تان ڊائونلوڊ ڪريو:**

https://play.google.com/store/apps/details?id=com.sindhsalamat.book



تون جڳ جاڳائيندين
نفسيات
مير سردار چنڙ
21
اسان جي هن دوست مير سردار چنڙ هي ڪتاب (سنو تم ستارے ہو) سنڌي ۾ ترجمو ڪيو آهي ۽ ان جو مقصد "ڪتا آلي جاڳ ننڊ ته ڪجي اپڙي" آهي. ازل کان انسان ڳولا ۽ جاصلات جو حامي رهيو آ جيئن مقدس ڪتاب ٻڌائن ٿا ته اهو انسان ڪامياب آهي ۽ اڳين جنم ۾ نجات حاصل ڪندو جيڪو پنهنجن اندرين (حواس/طاقت/ نفس) کي فتح ڪندو. اهڙي ريت هي ڪتاب پڙهڻ تو ته اوهان ڪامياب تڏهن ٿيندو جڏهن اوهان خوف کي شڪست ڏئي پنهنجو پاڻ کي فتح ڪندو. ۽ شيخ اياز هڪ هنڌ لکيو آ ته ڪتاب دوست آرسي مثل هوندو آ جنهن ۾ ماڻهو پنهنجو عڪس، پنهنجا ڳڻ اوڳڻ سولائي سان جاچي سگهي ٿو ساڳئي ريت ڪتاب کي به ماڻهو جو بهترين دوست ڪوٺيو ويو آ. ته پوءِ اچو هن دوست (ڪتاب "تون جڳ جاڳائيندين") سان ملون ۽ پنهنجي ڳڻن جي سڃاڻپ ڪري پنهنجن خوابن جي ساڀيان لاءِ جاڳي پئون. ننڊ لاءِ ته ابد تائين وقت پيو آ
زندگي ته جاڳ جو نالو آهي.
شيخ اياز.
مڪيش مانجهي راڻا
عمرڪوٽ سنڌ